# چار درويش

سنڌيڪار

امام بخش ”خادم“

مرتب

لطف الله بدوي




سنڌي ادبي بورڊ

ڄام شورو سنڌ

2005ع

اول ڇپيل 1895ع

نئون سڌاريل ڀيريون ڇاپو | سال 1960ع | تعداد 2000
ٻيو ڇاپو | جنوري 2005ع | تعداد 1000





قيمت: اَسي روپيا
[Price Rs. 80-00]

ملڻ جو هنڌ:

**سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر،**
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد
(فون نمبر: 633679)
Email Address: sindhiab@yahoo.com

---

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو سنڌ ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه ڇپيو ۽ انعام الله شيخ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# ڇپائيندڙ پاران

ڪنهن به سماج/قوم جي مهان ۽ معتبر ٿيڻ لاءِ ضروري آهي، ته اهو سماج/ قوم علمي ڪمن ۽ مطالعاتي سرگرمين ۾ اڳڀري هجي. ڇاڪاڻ جو اهڙيون سرگرميون ئي ڪنهن به معاشري کي بُري ۽ ڀلي جي وچ ۾ تميز سيکارين ٿيون... ۽ اهڙي تميز ئي قومن کي عظمت بخشي ٿي. اجتماعي سطح تي علمي ۽ مطالعاتي ذوق کي سگهاري بڻائڻ لاءِ پڻ ضروري آهي، ته قوم جي نئين نسل کي انهيءَ ڏس ۾ متحرڪ ۽ متوجهه ڪجي. ظاهر آهي ته نئين ٽهيءَ ۾ پڙهڻ ۽ پُرجهڻ جي عادت وجهندي، کيس ابتدائي مرحلي ۾ ڏکين ۽ گهرين تحريرن سان متعارف ته ڪونه ڪرائبو! بلڪ کيس شروعاتي دور ۾ اهڙين آسان پر سبق آموز لکڻين کان واقف ڪبو، جيڪي پنهنجي سادي پر سحرانگيز اسلوب سان دلين تي نقش ٿينديون وينديون ۽ اجتماعي سطح تي اخلاقي تربيت سان گڏ، مطالعي لاءِ پڻ اُتساهه پيدا ڪنديون.

گذريل صديءَ جي، سنڌ ۾ اهڙي اعليٰ ڪارج پيدا ڪرڻ ۾ جنتي بين داستانن، قصن، ڪهاڻين، ناولن ۽ تحريرن مڃتا ماڻي آهي، اُتي زيرِ مطالعه تصنيف ”چار درويش“ جي اهميت کي به نظرانداز نٿو ڪري سگهجي. هن ڪتاب ۾ سموئيل اخلاقي تربيت جا گوهر، قصه خوانيءَ جا جوهر ۽ مقصديت جا موتي اهڙي دلفريب انداز ۾ پوئيل آهن، جو ڪو به نئون پڙهندڙ گهٽي قدر ”چار درويش“ کي هڪ ئي ويهڪ ۾ پڙهي پورو ڪرڻ جي خواهش رکندو. اهڙي طرح هيءَ تحرير ڪنهن به سيڪڙات کي وڌيڪ مطالعي تي اُتساهيندي، منجهس آخرڪار سنجيده ۽ گهري فڪر سان سلهاڙيل بامقصد ڪتاب پڙهڻ جي عادت وجهي ٿي.

”چار درويش“ جيتوڻيڪ بنيادي طرح فارسيءَ ۾ لکيل ڪتاب آهي، پر اُن جي لکندڙ بابت محققن ۾ اختلاف آهي. مختلف محققن گهٽ ۾ ڪمت ڇئن مختلف صاحبن کي هن تحرير جو ليکڪ ڳڻايو آهي، پر اوهان جي مطا''عي هيٺ هي ڪتاب اردوءَ جي نامياري ليکڪ 'ميرامن' جي اردو ترجمي تان سنڌي ٻوليءَ ۾

آندو ويو آهي. اها حقيقت آهي تہ "چار درويش" ترجمي جو بہ ترجمو آهي، پر جيئن تہ اهو ترجمو حاجي امام بخش 'خادم' جهڙي علمي شخصيت جي هٿن کي ڇُهي پڙهندڙن تائين پهتو آهي، تنهنڪري اهو ترجمو لڳي ئي نہ ٿو. حاجي صاحب شڪارپور جي انهيءَ بدوي خاندان جو بزرگ آهي، جنهن سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب کي لطف الله بدويءَ جهڙا معلم، محقق ۽ مترجم ڏنا. شايد اسان منجهان گهٽ ماڻهن کي پتو هوندو تہ حاجي امام بخش 'خادم' صاحب اهلِ علم ۽ اهلِ دل هجڻ سان گڏوگڏ لطف الله بدوي جهڙي نامياري شخصيت جا والد بزرگوار پڻ هئا.

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1895ع ۾ شڪارپور جي مشهور پبلشر پوڪرداس ڇپرايو، پر بعد ۾ ٻين ڪيترن ادارن ۽ شخصن بنا احتياط اُن کي بار بار ڇپرائي اصل متن کي اڻ وڻندڙ اضافن سان گڏلو ڪري ڇڏيو. 1960ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي تڏهوڪي سيڪريٽري جناب محمد ابراهيم جويي صاحب جن هن ڪتاب کي نئين سر سنواري سُڌاري بورڊ طرفان ان جو مستند متن تيار ڪرائي ڇپائي پڌرو ڪيو. ڇيڇڻ ڪان پوءِ ڪتاب ٿوري ئي عرصي ۾ وڏي مقبوليت ماڻي ۽ سنڌ جا ڪئين ٻالڪ هن دلپذير تحرير مان لاڀ پرائي، نہ رڳو جوان ٿيا پر عالم، اُستاد ۽ سياستڪار پڻ بڻيا. ڪتاب جي اهڙي اهميت هوندي بہ اها افسوس جي ڳالھہ آهي تہ ابتدائي مطالعاتي ذوق ۾ مدد ڏيندڙ هن ڪتاب جو گذريل 45 سالن ۾ بورڊ طرفان ٻيو ڇاپو پڌرو نہ ٿي سگهيو آهي.

"چار درويش" جي قصي جي پراڻي مقبوليت ۽ انهيءَ جي اهميت کي نظر ۾ رکندي، مئنيجر ڪتاب گهر سنڌي ادبي بورڊ جي سفارش تحت، هن ڪتاب کي ٻيهر پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪجي ٿو. اُميد اٿئون، تہ نئين دور جي پڙهندڙن خصوصاً ثانوي درجن جي ٻارڙن لاءِ هيءُ ڪتاب نهايت ڪارائتو ثابت ٿيندو.

**چام شورو، سنڌ**
10 جنوري 2005ع
بمطابق
28 ذوالقعد 1425 هجري

**انعام الله شيخ**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# فهرست


| عنوان | صفحو |
|---|---|
| پيش لفظ | 1 |
| مرتب جي تمهيد | 2 |
| مير امن جو مقدمو | 15 |
| سنڌي ترجمي تي نظر | 20 |
| تمهيد مترجم | 22 |
| **چار درويش** | |
| منڍ | 23 |
| **پهرئين درويش جو سير** | 31 |
| ● قصو ملڪ شام جي شهزاديءَ جو | 36 |
| **ٻئي درويش جو سير** | 65 |
| ● حاتم طائيءَ جو قصو | 65 |
| ● بصري جي راڻيءَ جو قصو | 70 |
| ● راڻيءَ جو قصو | 78 |
| ● نيمروز جي ملڪ جي شهزاديءَ جو قصو | 82 |
| **بادشاه آزاد بخت جو قصو** | 97 |
| ● قصو خواجي سگ پرست جو | 108 |
| ● قصو زيرباد جي راڻيءَ جو | 117 |
| ● قصو سرانديپ جي شهزاديءَ جو | 122 |
| ● قصو آذربائيجان ملڪ جي سوداگرزادي جو | 136 |
| **ٽئين درويش جو سير** | 146 |
| ● قصو نعمان سوداگر ۽ فرنگ جي شهزاديءَ جو | 148 |
| **چوٿين درويش جو سير** | 162 |
| خاتمو | 176 |




# پيش لفظ

هن ڪتاب جو مترجم، منهنجو والد بزرگوار، حاجي امام بخش "خادم" مرحوم آهي، جنهن سنڌي زبان ۾ 'حاتم طائي'، 'چهار (چار) درويش' ۽ 'الف ليلة وليلة' جهڙا معياري ڪتاب منتقل ڪيا، جن تي سندس زندگيءَ جو وڏو حصو صرف ٿيو. مخدومي "خادم" جي سوانح حيات، مون، 'ڪليات خادم' جي منڍ ۾ ڏني آهي. جنهن ڪري هيءُ هت لکڻ جي ڪا گهڻي ضرورت نہ آهي. مخدومي "خادم" هن ترجمي کي سن 1895ع ۾ مڪمل ڪيو ۽ اُن کي آنجهاني پوڪرداس، شڪارپور جي مشهور ڪتب فروش، ڇپائي پڌرو ڪيو هو. هن ڪتاب جون ڪيئي ايڊيشنون سندس حياتيءَ ۾ ڇپجي چڪيون هيون. سن 1918ع ۾ مترجم وفات ڪئي. اُن کان پوءِ ڪتاب جي عبارت ۾ آهستي آهستي تبديليون ٿيڻ شروع ٿيون ۽ ٿينديون رهيون. عبارت ۾ ٿوري تبديلي ڪرڻ سان، سنڌ جي ٻين ڪتب فروشن، ٻين صاحبن جي نالن سان هن ڪتاب کي ڇپائڻ شروع ڪيو ۽ ڇپائيندا رهيا.

تقسيم کان پوءِ تہ هن ترجمي جو ملڻ ئي مشڪل ٿي پيو. مون وٽ جو نسخو آيو، اُهو ڪيترين طباعت جي غلطين سان ڀريل ۽ ان ۾ جملن جا جملا مسخ ٿيل نظر آيا. سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽريءَ محترم محمد ابراهيم جويي، بورڊ جي پاران هن ڪتاب جي شايع ڪرڻ لاءِ لکيو. هن صاحب ارادو ڏيکاريو تہ ڇپيل ڪتاب تي ئي درستيون ڪيون وڃن. سندس راءِ موجب ڪم نهايت آسان ڏٺم. پر جڏهن تصحيح تي ويٺس، تہ ائين ڪرڻ سندس ظاهر ڪيل مقصد لاءِ ڪنهن بہ فائدي وارو نہ ڏٺم. اُن ڪري ڪتاب کي وري لکڻ جو بار پنهنجي سر تي کنيم، جنهن تي لازمي طور ڪافي عرصو لڳي ويو آهي. بهرحال ڪتاب کي پيش ڪندي تسلي اٿم تہ عبارت جون خاميون گهڻيءَ حد تائين صاف ٿي چڪيون آهن. اُميد تہ منهنجي هيءَ محنت برثواب ٿيندي. آخر مان عزيزي غلام احمد بدويءَ جي ڪاوشن کي ساراهيان ٿو جنهن وڏيءَ محنت سان هن ڪتاب جون تصويرون چٽيون آهن.

شڪارپور
1- نومبر، 1957ع

**لطف الله بدوي**

# مرتب جي تمهيد

ڪنهن بہ فن جي پرکڻ لاءِ هي ضروي آهي تہ اُن جي صداقت کي پرکيو وڃي. اُن صداقت کي ڄاڻڻ لاءِ وري هي ضروري آهي تہ اُن جي مقصد جي حقيقت کي ڄاتو وڃي. آکاڻين جي بيان ڪرڻ جي قدامت کي جيڪڏهن ڏٺو ويندو تہ اُها انساني نشونما جيتري قديم آهي. آکاڻين جي ارتقا خود انسان جي تهذيب ۽ تمدن جي ارتقا جي تاريخ آهي. جيڪڏهن هرتخيل جي پيداوار ۾ صداقت جو عنصر يقيني آهي، تہ داستان گوئيءَ جي فن ۾ بہ صداقت آهي. هن فن جي صداقت جو ٻيو هيءُ بہ دليل آهي تہ قصہ گوئي ۽ ڳالهين ٻڌائڻ جي عادت هر تهذيب ۽ هر ملڪ ۾ عام نظر ايندي. حقيقت ۾ انسان جو اُٿڻ ويهڻ، سڄو ئي قصي جي طور ۽ طرز تي آهي. هن ڇوڻ ۾ ڪوبہ مبالغو نہ آهي، تہ قصا يا ڪهاڻيون فقط هڪ قومي يا انفرادي جذبي جي تاريخ نہ آهن، بلڪ انساني تجربي جو روح آهن. انساني تخليق جي ٻهرئين ڏينهن کان انسان کي جي قوتون عطا ٿيون. اُنهن جي حرڪتن ۽ عمل، قصي ۽ ڪهاڻيءَ جي صورت ورتي، جنهن کي حيرت جو مقام ۽ موضوع ڇئجي تہ بہ جائز ٿيندو. هن حيرت ۽ عجب ئي پوءِ ٻين ڪهاڻين ۽ قصن کي وجود ۾ آندو. هڪ ابتدائي انسان پنهنجو سامهون هڪ طاقتور ۽ عجيب الخلقت جانور سان مقابلو ڪيو ۽ اُن ۾ ڪامياب ٿيو. ڏسندڙن سندس بهادريءَ جي ڪارنامي کي ساراهيو ۽ هن ساراهہ اڳتي هلي ڪهاڻيءَ جي صورت ورتي. ڇا ڪهاڻيءَ جي هن بنيادي تصور تعمير کان ڪنهن کي انڪار ٿي سگهي ٿو! حيرت ۽ عجب کي سامهون رکندي، ڪنهن بہ ملڪ جي قديم قصن ۽ ڪهاڻين تي نظر وجهو، تہ انهن ۾ اوهان کي هيٺيان مضمون ملندا:

(1) غير معمولي شجاعت ۽ بهادريءَ جا واقعا.

(2) عورت ۽ عشق.

(3) وهم سان پريل واقعا.

(4) جانورن جون ڳالهيون.

اهوئي سبب آهي جو اسان کي هر قوم ۽ هر ملڪ جي "ديو مالا" ۾ اهي

ٿي ڳالهيون نظر اَچن ٿيون. هومر جي "الِيڊ" هجي يا "اوڊيسي"، هندن جو "مهاڀارت" هجي يا "رامائڻ" يا فردوسي جو "شاهنامو" - اِنهن سڀني ڪتابن ۾ اِهي ئي حقيقتون نظر اينديون، جن جي اُفق يا نگاهه جي حد حيرت ۽ عجب جي مقام سان وڃي ٿي ملي. اِهوئي سبب آهي، جو اسان اِنهن افسانوي حقيقتن کي بيڪار ۽ لغو چئي نٿا سگهون، ڇو تہ انسان جي قديم عهد جو گهڻو سرمايو اِنهن حقيقتن مان ئي معلوم ٿو ٿئي.

جيڪڏهن اسان ڪي ڪهاڻيءَ جي تاريخ کي ڏسڻو آهي تہ اسان کي انسان جي تهذيب جي آغاز ڏي موٽڻو پوندو. جيئن يوناني دانائن جو قول آهي تہ قصہ گوئي، شاعريءَ ۽ موسيقيءَ جي ديوين کان بہ قديم آهي، ڇو تہ انسان جڏهن ڳالهائڻ سکيو، تہ اُن وقت کان وٺي، هي فن وجود ۾ آيو. هن فن جي طويل تاريخ کي درج ڪرڻ، هت منهنجي تمهيدي سخن کان ٻاهر آهي، اُن ڪري هت صرف ڪن سطحي حقيقتنکي بيان ڪندس.

هڪ روايت موجب، سن 1000 قبل مسيح ۾، قصہ گوئي باقائده صورت اختيار ڪري چڪي هئي. مصر، هندستان ۽ يونان دنيا جي تهذيب جا قديم مرڪز آهن. اِنهن مرڪزن ۾، اسان کي باقاعدي قصا ۽ ڪهاڻيون نظر اچن ٿا. اسان کي ڪهاڻين جو پهريون پهريون مجموعو يونان ۾ مليو ٿو، جنهن کي "ايسپَ جون آکاڻيون" ڪري ٿو سڏجي. فارسيءَ ۾ هن مجموعي جو نالو "حڪايات لقمان" آهي. "ايسپ" جي پيدائش محققين جي نزديڪ 620 ق-م ۾ ٿي، ۽ 560 ق-م ۾ وفات ڪري ويو. هو ابتدا ۾ غلام هو ۽ ٻن آقائن جي قبضي ۾ هو. پوئين کيس آزاد ڪري ڇڏيو هو. اُن کان پوءِ کيس حڪومت ۾ عزت ڀريا عهدا بہ مليا. افسوس جو هُو ڪنهن غلط فهميءَ سبب قتل ٿي ويو. ڪن مورخن وٽ تہ ايسپ جو وجود شڪ ڀريل آهي. ڪيئن بہ هجي، پنجين صدي قبل مسيح ۾، سندس ڪهاڻيون اُٿينس ۾عام طرح مشهور ٿي چڪيون هيون. اُن ڪري ئي اسان کيس ڪهاڻين جي ترتيب ڏيڻ جي حيثيت ۾ پهريون موجد ٿا شمار ڪريون.

يونان کان پوءِ هندستان جو نالو ٿو اَچي. "جاتڪ" جي نالي سان پالي زبان ۾ ڪهاڻين جو هڪ وڏو مجموعو آهي، جنهن کي گوتم ٻڌ سان منسوب ڪيو ٿو وڃي. "جاتڪ" جي هستي بہ وهمي آهي ۽ اُن کي 400 ق-م ۾ شمار ڪيو

ٿو وڃي. اُن بعد "پنج تنتر" جونالو ٿو اَچي، جو دنيا جي وڏن ڪتابن ۾ شمار ٿو ٿئي. دنيا جي جدا جدا زبانن ۾ اُن جو ترجمو موجود آهي. اُن جي مصنف جو نالو وشنو شرما ورتو ويو آهي، جو 200 ق-م ۾ ڪشمير ۾ ٿي رهيو. هن ڪتاب جو برزويہ سن 550ع ۾ پهلوي زبان ۾ ترجمو ڪيو. "ڪليلہ دمنہ"، انوار سهيلي، ۽ "عيار دانش" جهڙن ڪتابن جو هيءُ ئي ڪتاب اصل آهي. واقعي هيءَ حيرت جي ڳالهہ آهي تہ ايسپ ۽ جاتڪ جي آکاڻين ۽ "پنجتنتر" ۾ گهڻي يڪسانيت ۽ مماثلت آهي. آخر هيءَ يڪسانيت ڇو؟ ڇا اُن قديم زماني ۾ اِهي ڪهاڻيون هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ ۾ پهچنديون ٿي رهيون؟ ٿي سگهي ٿو تہ ائين هجي. اُن دنيا جي هڪ ڇيڙي کان ڪو انسان پنڪي ٻئي ڇيڙي تائين پهتو هجي، ۽ هن پنهنجي اڳئين وطن جي ميراث ڪي وطن ثانيءَ جي رهندڙ اڳيان پيش ڪيو هجي. هن قياسي حالت کان درگزر ڪندي، هيءَ حقيقت بہ غور طلب آهي تہ انسان ڪي جي خصوصيتون فطرت کان عطا ٿيل آهن، اُنهن ۾ بہ گهڻي قدر مماثلت ۽ هڪجهڙائي آهي، اِهڙيءَ حالت ۾ اِنهن خصوصيتن ڪائنس اهڙيون ڪهاڻيون بيان ڪرايون هجن، جي ٻين ملڪن ۾ بہ رواج هيٺ هجن. مان هن حقيقت تي ڪوبہ بحث نہ ڪندس، ڇو تہ اِنهيءَ امتياز لاءِ ڪابہ روايت موجود نہ آهي. شهادت جي غير حاضريءَ ۾ بحث بي نتيجي بڻجي ويندو آهي. رهي درايت جي قوت، اُن لاءِ هر هڪ انسان کي پرکڻ لاءِ پنهنجي دماغي صلاحيت موجود آهي.

مٿي مان ڪهاڻين جي قديم مجموعن جو ذڪر ڪري چڪو آهيان. اُنهن کان پوءِ، دنيا جي هر حصي ۾، قصہ گوئي ۽ داستان نويسيءَ جي باقاعده نشونما ملي ٿي. جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، هي فن انساني زندگي جي دست و گريبان ٿيڻ جو هڪ با مقصد شغل بڻجي پيو. انسان، زندگيءَ ۾ جن طاقتن سان ٽڪر کائي ٿو، اُن جو نقش، اِنهن قصن جي اندر ڏسي، هو پنهنجي اضطراب پريل قلب کي تسڪين ٿو ڏئي. جڏهن ڪو عشق ۽ محبت جي شطرنج تي پنهنجي مُهرن کان مات کائي ٿو، تہ سندس لرزندڙ قلب کي. گذريل ناڪام يا مراد انسانن جا هي تخيلي يا روايتي قصا هڪ قسم جو سڪون ڏين ٿا. قصن ۽ ڪهاڻين جي هيءَ روايتي بعضي تہ درمانده انسان لاءِ ترياق جو ڪم ڏيئي ٿي وجهي.

مگر قصن ۽ ڪهاڻين جو ٻيو پاسو هن ڪان به اهم آهي. اُهو هيءُ آهي ته زندگيءَ جي هر هينياهين ۽ مٿاهينءَ ۾ هڪجهڙائيءَ جي تعليم ۽ تربيت جهڙي هن فن ۾ آهي، اُها ڪنهن به اَدبي فن ۾ نظر نه ايندي. زندگيءَ جي هيءَ اُها عظيم خدمت آهي، جنهن جو نظير ملي نه ٿو سگهي. وڏا وڏا جابر شهنشاه ۽ فاتح، هن فن جي بدولت، زندگيءَ جي نشيب ۽ فراز کي آسانيءَ سان سمجهي سگهيا آهن.

سلطان محمود غزنويءَ لاءِ مشهور آهي ته هڪ ڀيري هُو پنهنجي وزير حسن ميمندي سان ڪنهن سفر ۾ گڏ وڃي رهيو هو، ته راه ۾ ڪيس ٻه اُلو ڪنهن وڻ تي چَرچَر ڪندا نظر آيا. هُن حسن ميمندي ڏي منهن ڪري چيو ته "توکي دعوا آهي ته تون پکين جي ٻولي سمجهي سگهندو آهين، ٻڌاءِ ته هي ڇا پيا چون؟"

وزير برجسته عرض ڪيو ته "عالم پناه! هي ٻيئي ڇپرا سيڻ آهن. هڪڙو ٻئي کان شاديءَ لاءِ ويران ڳوٺن جو انداز گُهري رهيو آهي. ٻيو کيس تسلي ڏيئي رهيو آهي ته جيڪڏهن سلطان جو سر سلامت آهي ته ويران ڳوٺن جي انداز جي طلب جيتري به ڪندين، مان ان کي آسانيءَ سان پوري ڪري سگهندس."

ميمندي جي هن ننديءَ آکاڻيءَ کان سلطان بيحد متاثر ٿيو. قصه گوئيءَ جي هن عملي حسن کان ڪير انڪار ڪري ٿو سگهي. ٻيو ته نهيو، پر جڏهن ڪنهن حسين جي دست قاتل جو ذڪر ٿو اچي، ته سامعين قصه گو جي فنڪاريءَ جي تعريف ڪا ڪري اُٿن. اهڙيءَ شيءِ کي فضول ۽ بيڪار ۽ فقط دل وندرائڻ جو ذريعو سمجهڻ، هن فن جي اصليت جي توهين ٿيندي. زندگيءَ جي رشتن ۽ لاڳاپن جي مقصد کي سمجهڻ اسان جو پهريون فرض آهي. قبله "خادم" پنهنجي تصنيف "بهرام گور" ۾ مٿيئن حقيقت جي وضاحت هيئن ٿو ڪري:

"ڪن ڪن صاحبن جو خيال آهي ته قصن ۽ آکاڻين پڙهڻ مان رڳو وقت جو وندر کان سواءِ ٻيو ڪو فائدو نه آهي، مگر اِهو قول سمجهه بيجا ڄڻبي. ڇو ته شيخ سعدي عليه رحمت فرمايو آهي-

نگويند از سر بازيچه حرفي — کزو پندي نگيرد صاحب هوش
وگر صدکتب حکمت پيش نادان — بخوانند آيدش بازيچه درگوش

يعني، جيڪڏهن ڪوبہ دانا ڪابہ مسخري يا لهو ولعب جهڙي ڳالهہ ٻڌندو آهي، تہ اُنهيءَ مان بہ نصيحت ۽ مت پرائي وٺندو آهي، پر جيڪڏهن ڪنهن بيوقوف اڳيان سوين ڪتاب ڪڍي وعظ ڪجن، تہ هن کي راند پيئي معلوم ٿيندي. اِنهيءَ طرح قصي جي پڙهڻ مان هڪڙو فائدو هي آهي تہ خداوند پاڪ، جو قديم ۽ اول آهي، تنهن جي قدامت جو يقين مظبوط جائگير ٿئي ٿو، ٻيو اڳين آدمين جي اخلاقن جي خبر پوي ٿي، ٽيون پاڻ کي قوي دشمن شيطان سان مقابلي ڪرڻ جي همت زياده ٿئي ٿي."

هن ڪان وڌيڪ شايد سادن لفظن ۾ ٻيو ڪو استدلال ٿي نہ ٿو سگهي. خوش نصيب آهن اُهي انسان، جي ماضيءَ جي هنن داستانن کي ٻي معنيٰ ٿا سمجهن. بلڪ انساني نفسيات ۽ اُن جي خردمنديءَ جو هڪ سلسليوار ۽ لازوال داستان ٿا سمجهن. پروفيسر ممتاز حسين، "باغ و بهار" جي تمهيد ۾ لکي ٿو:

"دور حاضر جي ذهن سان، هنن داستانن جي ذهني فضا جو، جيڪو ٽڪر آهي، اُهو هن سبب جي ڪري نہ آهي تہ اُنهن ۾ خواب جي عالم جون يا سمجهہ ڪان مٿي ڳالهيون آهن، ڇو تہ اسان جي داستان جا جن ۽ پريون بلڪل انسان جهڙا آهن. اُنهن جي ڪهاڻي ۽ سرگذشت اسان جهڙي پيئي لڳي. ڪالرج (انگلنڊ جي شاعر) جي لفظن ۾، عدم يقين کي ٿوري دير لاءِ ڇڏي ڏيو. ڇو تہ آرٽ جي دنيا ۾ هي بلڪل ضروري آهي. اُن ڪان پوءِ اوهان ڏسو تہ اِنهن ڪان ڪيئن نہ لطف اندوز ٿا ٿيو. اڄ معجزن جي بجاءِ عالم اسباب اهي. زمان ۽ مڪان جو تصور بدلجي ويو آهي، اعتقاد جي جاءِ تي معقولات آهي ۽ هيءَ ذهني تصادم محسوس بہ ٿئي ٿو- ۽ اُنهن کي ڪنهن بہ قيمت تي نظر انداز ڪري نہ ٿو سگهجي. پر هيءَ اسان جي غلطي ٿيندي، جي اسان اَدب ڪان سائنس ۽ معقولات جو ڪم وٺون. ادب سائنس ڪان آزاد نہ آهي، پر هُو سائنس جو مٽ بہ تہ نہ آهي. ادب ڪجهہ تہ انسان جي ڦرندڙ گهرندڙ نفسيات جي هڪ ڪهاڻي آهي ۽ ڪجهہ انساني قدر جي تبليغ جو هڪ ذريعو آهي،

جنهن سان انسان پنهنجي انسانيت کي ڳولي لهي ٿو يا خوديءَ جي پورائيءَ جي ڪوشش ٿو ڪري. هن ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ زندگيءَ جا ڦرندڙ گهرندڙ اسان کي جذباتي زندگيءَ جي شڪل ۽ صورت کي بہ متاثر ڪن ٿا ۽ هن تغير ۾ زندگيءَ جي ڪنهن خاص بي بدل پهلوءَ جي طرف اشارو ڪرڻ مشڪل آهي. اُن هوندي بہ هئين چئي سگهجي ٿو تہ جهڙيءَ ريت سمنڊ ساندهہ طوفانن جي زد ۾ رهڻ جي باوجود، پنهنجي ئي جاءِ تي قائم رهي ٿو، اِهڙيءَ ريت انساني زندگي بہ هر قسم جي تبديلين ۽ ارتقا سان سامهون ٿيندي بہ، زندگي ئي رهي ٿي. جتي اسان جي هڪ سماجي ۽ تاريخي عمر آهي، اُتي اسان جي هڪ طبعي عمر بہ آهي، جنهن جي موسم فطرت جي موسم وانگر هر صورت ۾ پيئي ايندي رهندي. ننڍ پڻ، جواني ۽ پيري- زندگيءَ جون هي موسمون ڪڏهن بہ نہ بدلبيون آهن. انهن موسمن کان گذرڻ جا سامان بدلجن ٿا، مگر بذات خود موسم نہ. اهڙيءَ ريت دل جي شيشي جو شراب بدلبو رهندو، پر اُن جو ڪيف ۽ سرور ساڳيو ئي رهندو."

هن کان زياده وضاحت ٻي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي؟

ڊاڪٽر گيانچند پنهنجي تصنيف "شمالي هندڪي" اردو نثري داستان ۾ لکي ٿو تہ "اردو قصن ۾ ٽي ڪتاب سڀ کان مٿي نظر اچن ٿا، "باغ و بهار"، "داستان امير حمزه" ۽ "الف ليلا"، جي پنهنجي پنهنجي صنف ۾ ٽيئي ممتاز آهن- "امير حمزه" طويل داستانن ۾ "باغ وبهار" مختصر داستانن ۾ ۽ "الف ليلا " ڪهاڻين ۾. هنن ٽنهي مان هر هڪ کي بهترين قصو چئي سگهجي ٿو. "باغ و بهار" پلاٽ جي لحاظ کان مڪمل آهي، ۽ جيتري اُن جي شهرت آهي، اِهڙي ڪنهن ٻئي قصي کي نہ آهي."

قبلا "خادم"، "باغ و بهار" جوئي ترجمو ڪيو. اُردو ۾ هن جو لکندڙ مير امن دهلوي هو. "ارباب نثر" اُردو جو مصنف، مولوي سيد محمد صاحب، مير اَمن جو نالو مير امان ٿو لکي، ۽ سندس تخلص "مير اَمن" ٿو ڏئي- مگر ڊاڪٽر گيانچند سندس نالو ئي مير اَمن ٿو وٺي. مير اَمن جو خاندان، همايون جي عهد کان وٺي عالمگير جي زماني تائين، جوابدار منصب تي فائز ٿيندو

رهيو. مگر آهستي آهستي سندن خاندان تي زوال ڇائنجي ويو. سنه 1761ع جي اوائل ۾، جڏهن سورجمل جاٽ دهليءَ کي اُجاڙيو، تڏهن هن مير اَمن جي خانداني جاگيرن تي قبضو ڪري ورتو. ساڳئي سال، احمد شاه ابداليءَ دهليءَ تي قبضو ڪيو. ان وقت دهليءَ جي جا حالت ٿي، اُن جو نقشو مير اَمن هيئن ٿو ڪڍي:

"جڏهن احمد شاهه اَبدالي ڪابل کان آيو ۽ شهر کي لٽايائين، تہ اُن وقت شاهه عالم ڏکڻ جي طرف هو. ڪوبہ ملڪ جو وارث ۽ مالڪ ڪونہ هو. شهر نڌڻڪو ٿي ويو. سچ آهي تہ بادشاه جي اقبال سان شهر جي رونق ٿئي ٿي. اوچتو تباهي آئي- اُتان جا رئيس ڪو ڪٿي تہ ڪو ڪٿي، جنهن کي جيڏانهن دل ۾ آيو اوڏانهن نڪري ويو."

مير اَمن بہ بين سان گڏ پهريائين عظيم آباد ۾ پهتو. ڪيترائي سال اُتي رهيو. پر جڏهن اُتي ڪنهن بہ روزگار جو بندوبست ٿي نہ سگهيس، تڏهن اَڪيلو پيڙيءَ تي سوار ٿي، ڪلڪتي ۾ پهتو. جتان جي هڪ رئيس نواب دلاور جنگ کيس پنهنجي ڀاءُ جو استاد مقرر ڪيو. ٻن سالن کان پوءِ اُن جي ملازمت مان بہ تنگ ٿي پيو. آخر هڪ دوست منشي بهادر علي، صدر شعبہ هندي، جي معرفت فورٽ وليم ڪاليج ڪلڪتي، ۾ کيس ملازمت ملي ويئي. "باغ و بهار" جي ديباچي ۾ لکي ٿو تہ:

"آخر بخت جي مدد سان، هڙئي جوانمرد (جان گلڪرايسٽ، پرنسيپال، فورٽ وليم ڪاليج) جي دامن کي هٿ لڳو آهي، سمجهان ٿو تہ چڱا ورندا..... هيءَ غنيمت آهي تہ نڪر ڪائي، آرام سان سمهان ٿو. گهر ۾ ڏهہ ماڻهو ننڍا وڏا پلجي اُن قدردان کي دعا ڪندا رهن ٿا."

مير آمن "باغ و بهار" سنہ 1802ع ۾ لکيو. سندس ٻيو ڪتاب ملا حسين واعظ ڪاشفيءَ جي مشهور تصنيف "اخلاق محسني" جو ترجمو آهي. معلوم ائين ٿو تہ هن باڪمال شخص آسي ورهين جي وڏيءَ عمر ۾، سن 1217ع هجري ڌاري، وفات ڪئي.

مير اَمن "باغ و بهار" سنہ 1802ع ۾ لکيو. سندس ٻيو ڪتاب ملا حسين واعظ ڪاشفيءَ جي مشهور تصنيف "اخلاق محسني" جو ترجمو آهي. معلوم

ائيـن ٿئـي ٿـو تـہ هـن باڪمـال شـخص آسـي ورهيـن جـي وڏيءَ عمـر ۾ ، سـنہ 1217هجري ڌاري وفات ڪئي.

مير اَمن "باغ و بهار" جي تمهيد ۾ لکيـو آهي تـہ "چار درويش" پهريائين امير خسرو لکيو هو. پر اُن جي بعض محققن ترديد ڪئي آهي. اُنهن محققن مـان پروفيسر محمود شيراني هڪ هو. جيئن تہ اسان کي امير خُسرو جي حياتيءَ جو احوال ملي سگهي ٿـو. اُن ۾ ڪٿي بـہ "چار درويش" جي تصنيف جو نـالو نـہ ٿـو اَچي. پروفيسر شيراني هڪ فارسي قديم نسخي جو بيان ٿو ڪري، جنهن جو مصنف محمد علي آهي. جنهن کي معصوم خان بہ سڏيندا هئا. هي صاحب محمد شاه مغل (1131 - 1121) جي زمـاني ۾ هو. هُـو پنهنجي ديباچي ۾ لکي ٿـو تـہ هُن هي قصو محمد شاه کي هندي زبان ۾ ٻڌايو هو. جنهن کيس فارسي زبـان ۾ لکڻ جو حڪم ڪيو. ڪاتب هن ڪتاب جو نـالو "حڪايات عجيب و غريب" لکيو آهي. مگر بوڊلين لئبرري آڪسفورڊ ۾، هن نسخي کان بـہ اڳ جو هـڪ نسخو موجود آهي. بهرحال فارسي زبان ۾ "چار درويش" جا چار نسـخا ملن ٿا، جن جي مصنفن جا نالا آهن: محمد علي، "انجب"، محمد عوض "زرين" ۽ صفـي. چار درويش جي هڪ فارسي مثنوي بـہ آهي، جا سنہ 1206 هجري جي تصنيف آهي. هنن سڀني ڪتابن ۾ ڪي خفيف اختلاف بـہ آهن. اُردو ۾ "چار درويش" تـي ٽي مشهور تصنيفون آهن، جن جُو ذڪر معلومات لاءِ ڏجي ٿو:

"نو طرز مرصع" : هن ڪتاب جو لکندڙ جو نالو حسين عطا خان هـو. هـن پنهنجي حياتيءَ جـو گهڻـو عرصـو فيض آبـاد ۾ شـجاع الدولـہ جـي خدمـت ۾ گذاريو. هُـن هيءَ ڳالهہ نواب کي ٻڌائي، جنهـن کيـس هنـدي زبـان ۾ لکـڻ جـو حڪم ڪيو. حسين عطا خان ڪتاب کي نـواب شجاع الدولـہ جي حيـاتيءَ ۾ ختم نہ ڪري سگهيو، پر سندس فرزند نـواب آصف الدولـہ (1775 - 1795ع) جي عهد ۾ لکي پورو ڪيائين.

هن نسخي ۾ڪي ڳالهيون ٻين کان مختلف آهن، جيئن تہ بادشاه جو نالو فرخنده سير ڏنو ويو آهي. درويشن جي ترتيب مير امن جي ڪتاب جهڙي اٿـس، پر بادشاه جي سرگذشت منجهس ٽئين فقير کان پوءِ ٿي اچي. هن ۾ ٻيـون ڪـي خفيف تبديليون بـہ آهن.

"نو طرز مرصع رزين": هن ڪتاب جو مترجم محمد عـوض "زريـن" آهي.

هُن هنديءَ کان سواءِ فارسي ۾ بہ هن قصي کي لکيو آهي. بادشاه جو قصو هُن ٻئي درويش کان پوءِ ڏنو آهي، پر آذربائيجان جي رهندڙ جو قصو ڏار ڏنو اتس. هي سڄو ڪتاب فقط 28 صفحن ۾ ڏنو ويو آهي، جو نهايت مختصر آهي. زرين، يوسف سوداگر جي محبوبہ حسين ڏيکاري ٿو، نہ بد شڪل. هُو ڏيکاري ٿو تہ يوسف جي قتل ڪان پوءِ شهزادي روزانہ درويش وٽ ايندي ٿي رهي ۽ پوءِ فرار ٿي وڃي ٿي.

ٻئي درويش جي بيان ۾ ڏيکاري ٿو ("باغ و بهار" جو ٽيون درويش) تہ شهزادو وزير جي هٿان مارجي وڃي ٿو ۽ وزير وري ڪنهن اجنبيءَ جي تير سان مارجي وڃي ٿو. خواجہ سگ پرست کي زرين ڏيکاري ٿو تہ پائر فرنگ جي ولايت ۾ زخمي ڪن ٿا، پر "باغ و بهار" ۾ سرانديپ آيل آهي. هن ڪتاب جي آخر ۾، ملڪ صادق کان ڇوڪري وٺي چين جي شهزادي کي ڏني ٿي وڃي ۽ چين جي شهزادي ملڪ صادق کي.

ڪنهن حد تائين ڏنو وڃي ٿو تہ "باغ و بهار" جو مائخذ "نو طرز مرصع تحسين" آهي- جنهن جو طعنو ڊاڪٽر عبدالحق بہ مير اَمن کي ڏئي ٿو. "باغ و بهار" ۾ قصن جي ترتيب ٻين ڪيترن ڪتابن جي مرهون منت آهي. بهرحال ڪي ڳالهيون "الف ليلہ" سان ٽيون ملن، تہ ڪي "گل صنوبر" جي قصي سان. ٻئي درويش جي ڪهاڻيءَ جو منڍ، "حاتم طائي" جي حسن بانو جي ڳالهہ سان ٿو ملي. بادشاه صادق جي ڪهاڻي هڪ ترڪي ڪهاڻي "الفرج بعد الشدت" (ڏک پنيان سک) جهڙي آهي.

"فسانہ عجائب" (سنڌي ترجمو "گل خندان") ۽" باغ و بهار" (سنڌي ترجمو "چار درويش") جي ڀيٽ بہ ڊاڪٽر گيانچند لکي ٿو:

> "هنن ٻنهي ڪتابن جي ڀيٽ بہ فيشن ۾ داخل آهي. ٻنهي ۾ ڪابہ هڪجهڙائي نہ آهي، پر ڀيٽ ضرور ڪئي وڃي ٿي- فقط انهيءَ جي ڪري تہ سرور ("فسانہ عجائب" جي مصنف) مير اَمن تي قدري تنقيد ڪئي آهي. اُن هوندي بہ اسان هن ڇوڙ کان رهي نہ ٿا سگهون تہ "باغ و بهار" جو قصو "فسانہ عجائب" کان گهڻو عظيم آهي. زبان جي لحاظ کان هي ٻيئي ڪتاب هڪٻئي جا حريف آهن، "باغ و بهار " هڪ طرز جو پيشوا آهي تہ "فسانہ عجائب" ٻيءَ طرز

جو. پنهي ۾ وڏو تفاوت آهي. عمدي مذاق جي تقاضا آهي تہ فطرت کي تصنع تي ترجيح ڏني وڃي، تيز رفتار کي سست رفتار کان بهتر سمجهيو وڃي. "باغ و بهار" کي اُن ڪري "فسانہ عجائب" کان گهڻو پسند ڪيو وڃي ٿو."

منهنجي نظر ۾ ڊاڪٽر موصوف جي راءِ تي گهڻي وقيع آهي. جيئن تہ "فسانہ عجائب" ۽ باغ و بهار" جي پيٽ منهنجو موضوع نہ آهي، اُن ڪري زياده بحث موزون نہ ٿيندو. انهيءَ ۾ شڪ نہ آهي تہ "چار درويش" هڪ صوفيانہ تصنيف آهي ۽ ان ۾ هڪ فنڪار ظاهر ۽ باطن جي ٽاڃيءَ ۽ پيٽي کي نهايت عمديءَ طرح سان اُڻيو آهي. منڍ کان وٺي پڇاڙيءَ تائين اخلاقي نڪتن سان معمور آهي، جن کي چئن درويشن پنهنجي پنهنجي سير ۾ نهايت سادگيءَ سان بيان ڪيو آهي. اگرچہ عشق و محبت جا داستان ۽ تذڪرا منجهس هر هنڌ نظر اچن ٿا، مگر هن کان ڪير انڪار ڪري سگهي ٿو تہ انسان جي تخليق جي پهرئين ڏينهن ئي کيس عشق ۽ محبت جي خمير مان پيدا ڪيو ويو هو. هن اسباب جي جهان ۾، هن ئي جذبي کي عزت ۽ توقير بخشي ويئي آهي- اگرچہ هُو تخليقي ۽ تخريبي ٻيئي طاقتون پنهنجي اندر رکي ٿو. هڪ پاڪباز صوفي ئي ان جي تخليقي قوت جو اقرار ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن ڪو گمراه پنهنجي آئيني ۾ اُن کي تخريبي ڏسي ٿو، تہ هيءَ اُن پاڪ جذبي جي توهين نہ آهي، مگر تخريب پسند عنصر جو هي پنهنجو عمل آهي. جنسي ڪشش بہ عشق ۽ محبت جي هڪ صورت آهي. اُن ۾ بہ تخريبي ۽ تخليقي ٻيئي طاقتون موجود آهن. "چار درويش" هن حقيقت جو حامل آهي تہ "بيوفا انسان با وفا حيوان کان بدتر آهي."

پهرئين درويش جي سرگذشت روحانيت سان معمور آهي. هُو شروع ۾ پنهنجي دولت کي بيدريغ لٽائي ٿو ۽ آخر ۾ تباهيءَ جي ڪنڌ ۾ وڃي ٿو ڪري. پيٽ وٽ پهچڻ کان پوءِ، منجهس وري احساس پيدا ٿئي ٿو ۽ نئين عزم ۽ ارادي سان زندگيءَ ۽ عمل جي طرف قدم کڻي ٿو- يعني، عيني مشاهدي کان پوءِ علم اليقين کان مٿي حق اليقين ڏي موٽي پوي ٿو. ڪوٽ جي دروازي بند هئڻ سبب ٻاهر ترسي ٿو ۽ هڪ صندوق ۾ هڪ زخمي عورت کي ڏسي ٿو. ڪنهن بہ واقفيت جي نہ هوندي بہ، هُو اُن مرڻينگ عورت کي پاڻ سان کڻي شهر ۾ اچي

ٿو. قبول ڪجي ٿو تہ هُو اُن عورت جي حسن ۽ ملاحت تي موهجي پوي ٿو. پر درحقيقت ڪيس سندس بچڻ جي گهڻ اُميد هئي- اهڙيءَ حالت ۾ سندس هيءَ بي لوث خدمت ڪيڏيءَ نہ انسانيت جو عظيم مظاهرو آهي. درويش جو هي اخلاق انسانيت جو جوهر آهي. اُن پريءَ جي رفاقت ۾، سندس دل ۾ محبت جي جوت جاڳي ٿي، جا غير فاني بڻجي وڃي ٿي. مگر ٻئي طرف ٿوريءَ ئي خطا تي اُها پري پيڪر ڪانئس منهن مٽائي ٿي. هن قصہ گو ڪيتريءَ نہ صاف محبت جي آئين ۽ اُصول کي بيان ڪيو آهي. هڪ گهڙيءَ جي غفلت، محبت جي آئين ۾، هزارن ڪوهن جي دوري آڻي وجهي ٿي. عرفي شاعر فرمائي ٿو:

رفتم کہ خار از پاکشم، محمل نها شد از نظر
یک لحظہ غافل گشتم و صد سالہ راهم دور شد

"وينس تہ پير مان ڪنڊو ڪڍيان، دوست جو ڪجاڻو نظر کان اوجهل ٿي ويو، هڪ گهڙيءَ جي غفلت جي سبب، واٽ سَو سالن جي دوريءَ تي وڃي پيئي."

هن حقيقت جي صداقت هڪ باخدا صوفي ئي ٻڌائي سگهي ٿو. آخر هوءَ پريءَ درويش جي خطا تہ، سندس احسان ۽ مروت جي باعث، عطا جو پردو وجهي ٿي. مگر جيئن تہ وصال صوفين وٽ فراق کان گهڻ اهميت رکي ٿو- "من اندر جي لوچ ملڻ سان ماني ٿئي." هوءَ پري وري هڪ ڀيرو وڏيڪ درويش کان جدا ٿي وڃي ٿي. اگرچہ سندس خواب ختم ٿي وڃي ٿو، پر هتان سندس "بيم ۽ رجا" جي منزل شروع ٿي ٿئي. جا صوفين وٽ وڏي اهميت رکي ٿي.

ٻئي درويش جو قصو حاتم جي بي نظير فياضيءَ سان شروع ٿئي ٿو. سخاوت، انسانيت جي گڻن مان صدر نشينيءَ جو گڻ رکي ٿي. "اخلاق جلالي" جو صاحب، سخيءَ جي تشريح هيئن ٿو ڪري تہ هُو ٻئي غم ۾ نہ فقط شرڪت ٿو ڪري، مگر ٻئي جي غم جو طبيب ٿو بڻجي وڃي. درويش کي راڻي پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائي ٿي- اُن ۾ ڪيڏي نہ همت ۽ حقيقي دلاوري آهي. "حق تي هل تہ رک خدا جو آسرو"- اُن جي هيءَ ڪهاڻي پوري پوري آئينہ دار آهي. شيڪسپيئر بہ تہ "ڪنگ ليئر" ۾ اِنهيءَ نڪتي جي وضاحت ڪئي آهي.

درويش صاحب توڪل، فقر ۽ قناعت جي پوري پوري تصوير ٿو نظر اَچي.

ٽئين درويش جي قصي ۾ ڪابہ اهڙي خاص ڳالهہ ڪانہ آهي. محبت جي

روئداد جا بہ نقش البت دلپذير آهن. هڪ. نعمان جي فرنگ جي شهزاديءَ جي مجسمہ جي پرستش، ۽ ٻيو، مقتول شهزادي جي جنازي جي نمائش. محبت جي محلات جي چانئٺ تي اِهي ئي قربانيون چڙهنديون آهن.

چوٿين درويش جو سير وڏي آزمائش ۾ ابتلا آهي، شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي هن بيت جي پوري پوري تصوير آهي:

سر جي تان سور، ساماٽي تان سک ويا
اِهي ٻيئي پُور، نماڻيءَ نصيب ٿيا.

"دولت ۽ حڪومت کان بي نياز ٿي، هُو پري پيڪر جي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي قوي دشمن سان بہ مقابلي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو. اگرچہ کيس خبر هئي تہ سندس رقيب جو زور ۽ طاقت ڪانئس ڪيئي درجا وڌيڪ هئي، مگر اُن سودي ۾ فقط سر هو، جنهن کي هُو ڏيئي سرخرو ٿيڻ لاءِ تيار ٿي ويو. آخر وفا بہ تہ اِنهيءَ قربانيءَ جو نالو آهي. جيڪڏهن علامہ اقبال معزول شهنشاه ايڊورڊ انين لاءِ فرمائي ٿو:

هو مبارڪ اُس شهنشاه نکو فرجام ڪو
جس ڪي قرباني سي اسرار ملوڪيت هين فاش

تہ هيءَ درويش تحسين جي لائق ڇو نہ ٿئي؟

خواجہ سگ پرست جي سچي زندگي انساني ڪشمڪش جو پورو عڪس آهي. انسان جي خود غرضي، بيوفائي، احسان فراموشي ۽ سفاڪيءَ جو هڪ بهترين داستان آهي. اگرچہ منجهس جغرافيائي، يا تخيل جون ڪي لغزشون موجود آهن، تہ اُهي اسان جي جديد ناولن ۾ بہ موجود آهن. مون کي تہ هن سچي قصي ۾ ڪابہ اهڙي شيءِ نظر نہ آئي آهي، جنهن جو ذڪر اسان پنهنجي روزاني زندگيءَ ۾ نہ ٻڌو هجي. هي قصا چڱ مانوس پيا لڳن. اِهو ئي سبب آهي، جو هن قصي جون جدا جدا ايڊيشنون هر سال پيون شايع ٿين. منهنجي نظر مان، هيٺيون اشاعتون گذري چڪيون آهن:

باغ و بهار —— نولڪشور پريس لکنو
باغ و بهار —— مرتب ڊاڪٽر عبدالحق
باغ و بهار —— مرتب پروفيسر ممتاز حسن
باغ و بهار —— مرتب پروفيسر وقار عظيم

باغ و بهار —— نيا اداره (اختتاميه. ڊاڪٽر سيد عبيدالله)

"چار درويش" قصي جي هن ڪان وڌيڪ شهرت ٻي ڪهڙي ٿي سگهي! مير اَمن کي هن قصي مرتب ڪندي، هيءَ خواب ۾ خيال ۾ بہ نہ هو تہ ڪانئس پوءِ بهترين دماغ، سندس پورهئي کي ترتيب ڏيندا ۽ سندس قصي جي شهريت دنيا جي پراڻهن حصن تائين وڃي پهچندي.

گارسان دتاسي، مشهور فرينچ مستشرق، هن قصي لاءِ لکي ٿو تہ:

"مير اَمن جو باغ و بهار"، فارسي "چهار درويش" جو ترجمو نہ بلڪ هڪ نئين تصنيف پيئي معلوم ٿئي".

"باغ و بهار" جو، اُردو کان سواءِ، ٻين ٻولين ۾ هينيءَ ريت ترجمو ٿي وآهي.[1]:

هندي - جيوارام جاٽ سنہ 1877ع ۾ ترجمو ڪيو.

گجراتي - بمبئيءَ ۾، سنہ 1877ع ۾ ترجمو ڪيو.

ارمني - گارسان دتاسي هن ترجمي کي ڏنو هو.

فرينچ- گار سان دتاسي ترجمو ڪيو.

لئٽن - "باغ و بهار" جون ٻہ ايڊيشنون فاربس ۽ مونيروليم سنہ 1859ع ۾ شايع ڪيون.

انگريزي - ايل - ايف- سمٿ، سنہ 1813ع، ڪلڪتو.
فاربس، سنہ 1851ع، سملو
ايسٽوڪ، سنہ 1856ع، هرٽفورڊ.
جي - ايف بينس، سنہ 1887ع، ڪلڪتو.
اِي - ايف - پٽري، سنہ 1890ع، لنڊن.
اَيچ - ڪئينٽن، سنہ 1901ع، ڪلڪتو.
راجہ چجوسنگ، سنہ 1904ع، لاهور.
ايندرسن [2]، سنہ 1925ع، لنڊن.

هن کان وڌيڪ هن ڪتاب جو ٻيو ڪهڙو اعزاز ٿي سگهي ٿو!

---

(1) ڊاڪٽر گيانچند: اُردو ڪي نثري داستانين، ص 576.

(2) ايندرسن جي ايڊيشن ۾ خواجہ سگ پرست جي آڪاٽي نہ ڏنل آهي.

# مير اَمن جو مقدمو

سبحان الله! ڪيڏو نہ ڪاريگر آهي هو، جنهن مُٺ مٽيءَ مان، ڪهڙيون ڪهڙيون نہ صورتون ۽ مورتون پيدا ڪيون آهن! باوجود گوري ۽ ڪاري جي، سڀ ڪي ساڳيو نڪ، ڪَن، هٿ پير مليا آهن. جدا جدا شڪليون، جي پنهنجي سڄ ڌڄ ۽ قد بت جي سبب هڪٻئي کان جدا جدا آهن. ڪروڙين مخلوق ۾، جنهن ڪي بہ چاهيو، سجاڻي ورتو. آسمان سندس وحدت جي درياءَ جو هڪ ڦوٽو ۽ زمين پاڻيءَ جو پتاشو آهي. پر هيءَ بہ عجيب تماشو آهي، تہ سمنڊ هزارين لهريون هڻي ٿو، پر ان جو وار بہ ونگو ڪري نہ ٿو سگهي. جنهن ڪي ايتري قدرت ۽ طاقت هجي، اُن جي حمد ۽ ثنا ۾ انسان جي زبان گونگي آهي. چوي تہ ڇا چوي! بهتر ائين آهي تہ جنهن ڳالهہ تي دم نہ هڻي سگهي، اُن ۾ خاموش ٿي رهي:

عرش کان تا فرش جنهن جو هر جڳهہ فرمان آهہ،
حمد اُن جي ٿو لکين،اُن جو ڪٿي امڪان آهہ؟
آ پيغمبر هئين چيو، "اُن کي سڃاتو مون ڪٿي!"
جو ڪري دعوا پيو اُن جي، وڏو نادان آهہ.
رات ڏينهن ۽ چنڊ سج تا اُن جي صنعت کي ڏسن،
هيءُ هرهڪ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي حيران آهہ.
جنهن جو ثاني ۽ مقابل ٿيو نہ ٿيندو ڪو ڪڏهن،
اهڙي يڪتا کي خدائي سڀ طرح شايان آهہ.
ايتري آهي خبر، هُو خالق و رزاق آهہ.
هر طرح مون تي اُنهيءَ جو لطف ۽ احسان آهہ.

درود اُن جي دوست تي، جنهن جي خاطر زمين ۽ آسمان کي پيدا ڪيائين ۽ جنهن کي رسالت جو درجو ڏنائين:

جسم پاڪ مصطفيٰ الله جو هڪ نور آهہ،
اُن ڪري پاڇو سندن قد جو نہ هو مشهور آهہ.

ايتري طاقت ڪٿي جو نعت مان اُن جـــي لــڪــان،
پر سخن گوين جي هيءَ ئي دائـمـا دسـتـور آهه.
سندس آل تي صلواة ۽ سلام، جي آهن ٻارهن امـام،
حمد حق ۽ نعت احمـــد جـو هــتـي ڪـر اختتام،
هـاڻ ڪـر آغـاز اُن ڪي، آهه جـــو منظور عـــام،
يـا الاهـــي واسـطـي پنهنجي نـبـيءَ جـي آل جـي،
منهنجي ڪر هيءَ گفتگو مقبول طبع خاص و عـام.

مطلب هن تـاليف جو هـيءَ آهـي تـہ سـن هـڪ هزار ٻـہ سوءُ پندرهـن هجري (1215هه)، اُرڙهن سوءُ هڪ سال عيسوي 1801ع مطـابق هـڪ هزار ٻـہ سوءُ ست مطابق 1207هجريءَ ۾ سن فصليءَ ۾، اشرف الاشراف مارڪئس ولزلي، گورنـر جنرل، لارڊ مانڱٽن صاحب جي زماني ۾ (جنهـن جي تعريف ۾ عقل حيـران ۽ فهم سرگردان آهي. جيتري وصف سردارن ۾ هئڻ گهرجي، اُن جي ذات ۾ جمع آهي، مطلب تہ قسمت جي خوبي هن ملڪ جي هئـي، جو اهڙو حـاڪم تشـريف وٺي آيو، جنهن جي قدم جي فيض ڪان جهان آرام ورتو، مجال نـہ آهـي ڪنهـن کي، جو ڪوئي ڪنهن تي زبردستي ڪري سگهي. شـينهن ۽ ٻڪري هـڪ هنڌ پاڻي پي رهيا آهـن، سـڀ غريب ۽ غربا دعـائون ڪندا رهـن تـا ۽ خوش خـوش جيئندا رهن تا)، ملڪ ۾ علم جو چرچو ٿيو، عزت وارن صاحبن کي شوق پيدا ٿيو تہ اُردو جي زبان کان واقف ٿي، هندستانين سان گفتگو ڪن ۽ ملڪي ڪم کي چڱيءَ ريت پورو ڪن. اُن ڪري هن سال ڪيترائي ڪتاب تاليف ٿيا آهن.

اُهي صاحب، جي هندستان جي زبان جي ڄاڻ ۽ ڳالهـائڻ وارا آهـن، اُنهـن جي خدمت ۾ عرض ٿو ڪريان تـہ "چهار درويش" جو هـيءَ قصـو شـروع ۾ اميـر خسرو دهلوي پنهنجي پير حضرت نظـام الديـن اوليـا زري زر بخش جي خدمـت ۾، جڏهن هـُـو بيمـار هو، ٻڌائينـدو هـو. الله تعـاليٰ کيـس ٿـورن ڏينهـن ۾ شـفا ڏني، تڏهن پاڻ غسل صحت جي ڏينهن، هيءَ دعا گهريائين تہ جو بہ هـن قصـي کـي ٻڌنـدو، اُهـو خدا جي فضـل سـان تندرست رهنـدو. هـيءَ قصـو اهـڙيءَ ريـت فارسي زبان ۾ رواج هيٺ آيو.

هـاڻي، خداونـد نعمت، مروت جـي صـاحب، شـريفن جـي قـدردان، جـان گلڪرايسٽ صـاحب، مهربـانيءَ سـان فرمـايو تـہ هـن قصـي کـي نيـٺ هندسـتاني

گفتگوءَ ۾ ترجمو ڪر، جنهن کي هندو مسلمان، مرد عورت، ننڍا خواه وڏا چڱيءَ ريت سمجهي سگهن. اُن حضور جي حڪم موجب مان به هيءَ اهڙي ئي محاوري ۾ لکڻ شروع ڪيو، جيئن ڪوئي ڳالهائي رهيو آهي.

پهريائين پنهنجو احوال هي عاصي گنهگار، مير اَمن دهليءَ وارو، بيان ڪري ٿو، منهنجا وڏا همايون بادشاه جي زماني کان وٺي، هر هڪ بادشاه جي رڪاب ۾ پشت به پشت جانفشاني ڪندا رهيا. اُهي به پرورش جي خيال کان سندن سار سنڀال لهندا رهيا، جاگير، منصب ۽ ٻين رعايتن سان ڪين مالا مال ڪندا رهيا ۽ ڪين خانه زاد موروثي ۽ منصب دار قديمي پنهنجي زبان سان فرمائيندا رهيا. جيئن جو هي لقب پوءِ بادشاهي دفتر ۾ داخل ٿيو. تان جو هن گهر تي اُها نوبت پهتي، جا ظاهر آهي. سورجمل جاٽ جاگير کي ضبط ڪيو ۽ احمد شاه دراني‌ءَ گهر ٻار تاراج ڪيو. اهڙي تباهي ڏسي، شهر کان (جو منهنجو وطن آهي ۽ جتي منهنجي اور ٻوريل آهي) جلاوطن ٿيس ۽ اِئين خوشيءَ ۽ سک جو جهاز تباه ٿيو. مان بيوسيءَ جي سمنڊ ۾ ٻڏيون کائڻ لڳيس. ٻڏندڙ کي ڪک جو آسرو به گهڻو ٿيندو آهي. ڪيترا ورهيه عظيم آباد ۾ دم پٽيم. آخر اُتان به پير پٽيا. وقت موافقت نه ڪئي. عيال ۽ ٻارن کي ڇڏي، اَڪيلو ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي، اشرف البلاد ڪلڪتي ۾ آب داڻي جو زور سبب پهتس. ڪجهه وقت بيڪار گذريو. اتفاقاً نواب دلاور جنگ پنهنجي ننڍي ڀاءُ مير محمد ڪاظم خان جي اُستاديءَ لاءِ مقرر ڪيو. قريباً ٻه سال اُتي رهڻو پيو. پر اُتي به نباه ٿي نه سگهيو. تڏهن منشي بهادر عليءَ جي وسيلي سان حضور "جان گلڪرايسٽ" صاحب تائين رسائي ٿي. بخت جي ياوريءَ سان اُن جوانمرد جي دامن تائين پهتس. گهريم ٿي ته چڱا ڏينهن اچن. هاڻي، ٻيو نه، ته به هيءَ غنيمت آهي ته نڪر ڪائي آرام سان ننڊ ڪريان ٿو. گهر ۾ ڏهه ماڻهو ننڍا وڏا پلجي، اُن قدردان کي دعائون ڏيندا رهن ٿا. خدا قبول ڪري!

اُردو زبان جي حقيقت مون بزرگن کان هيئن ٻڌي آهي ته دهلي شهر، هندن وٽ "جڳن جڳن" کان مشهور آهي. اُنهن جا راجا ۽ پرجا قديم وقت کان اتي رهندا هئا ۽ پنهنجي ڀاشا ڳالهائيندا هئا. هزار ورهيه کان، مسلمانن جي حڪومت شروع ٿي. سلطان محمود غزنوي آيو. وري غوري ۽ لوڌي بادشاه ٿيا. هن آمد و رفت جي ڪري، زبانن ڪجهه هندن ۽ مسلمانن جي آميزش ورتي.

آخر تيمور (جنهن جي خاندان ۾ هاڻي بہ نالي طور بادشاهي آهي) هندستان کي ورتو. اُن جي اَچڻ ۽ رهڻ سبب، لشڪر جو شهر جي بازار ۾ اَچڻ شروع ٿيو. اُن ڪري شهر جي بازار اُردو سڏجڻ لڳي. وري همايون بادشاه پٺاڻن کان حيران ٿي، ولايت ويو. آخر اُتان اَچي، هن حاڪم پٺاڻن جي پونين کي گوشمالي ڪئي، جيئن ڪو مفسد باقي نہ رهي، جو فتنو ۽ فساد پيدا ڪري.

جڏهن اڪبر بادشاه تخت تي وينو، تڏهن چئني طرفن جي ملڪن کان سڀ قومون، قدرداني ۽ فيض رساني اُن خاندان لاثانيءَ جي ٻڌي، حضور ۾ اچي گڏ ٿيون. مگر سڀ جي ڳالهہ ٻولهہ ۽ ٻولي جدا جدا هئي. گڏ هئڻ جي سبب، ڏيڻ وٺڻ، سودي سلف ۽ سوال جواب ڪرڻ جي لاءِ هڪ زبان "اُردو" مقرر ٿي. جڏهن حضرت شاهجهان صاحب قرآن، قلعو مبارڪ، جامع مسجد ۽ شهر پناه تعمير ڪرايا ۽ تخت طائوس ۾ جواهر جڙايا ۽ بادل جي سايي وانگر تنبو ڪانين تي بيهاري چڪايا، ۽ نواب علي مردان هن کي شهر ۾ آندو، تڏهن بادشاه خوش ٿي جشن ملهايو ۽ شهر کي پنهنجو دارالخلافت بڻايو. تڏهن کان هي شهر شاهجهان آباد مشهور ٿيو ۽ اُتان جي بازار کي "اُردوي معلىٰ" نالو مليو.

اُمير تيمور جي عهد کان، محمد شاه جي بادشاهت، بلڪ احمد شاه ۽ عالمگير ثانيءَ جي وقت تائين، پيڙهي بہ پيڙهيءَ سلطنت يڪسان هلندي آئي. اُردو زبان صاف ٿيندي ٿيندي، اهڙي تہ صاف ٿي، جو ڪنهن شهر جي ٻولي اُن سان ٽڪر نہ ٿي کائي. پر اُن لاءِ بہ ڪنهن قدردان مصنف جي ضرورت آهي. سو هاڻي مدت کان بعد خدا تعالىٰ جان گلڪرايسٽ جهڙو دانا ۽ نڪتہ رس پيدا ڪيو آهي، جنهن پنهنجي گيان ۽ اُگت سان، تلاش ۽ محنت سان قاعدن جا ڪتاب تصنيف ڪيا. اُن ڪري هندستان جي زبان جو ملڪن ۾ رواج پيو ۽ نئين سر رونق زياده ٿي. نہ تہ پنهنجي دستار، گفتار ۽ رفتار کي ڪوبہ بچڙو نہ ڄاڻندو آهي.جيڪڏهن هڪ ڳوناڻي کان پڇيو ويندو تہ شهر واري تي نالو رکندو ۽ پاڻ کان بهتر سمجهندو- خير: "عاقلان خود مي دانند".

جڏهن احمد شاه اَبدالي ڪابل کان آيو ۽ شهر کي ڦُرايائين، تڏهن شاه عالم پورب جي طرف هو. ڪو بہ ملڪ جو مالڪ ۽ وارث نہ هو. شهر نڌڻڪو ٿي پيو. بادشاهت جي اقبال سان شهر جي رونق هئي. اوچتو تباهي آئي. اُتان

جا رئيس، "مان ڪتي ۽ تون ڪتي" وانگر جيڏانهن بہ منهن آين، اوڏانهن نڪري پيا. جنهن ملڪ ۾ پهتا، اُتان جي ماڻهن سان سنگت ڪندي، ڳالهہ ٻولهہ ۾ فرق آين. ڪي تہ اهڙا بہ هئا جو پنج ڏهہ ورهيہ ڪنهن سانگي سان دهليءَ ويا ۽ اُتي رهي پيا، اُهي ڪتي تي صحيح ڳالهائي سگهيا. ضرور ڪتي نہ ڪتي غلطي ڪري ويهندا. مگر اُهو شخص، جو سڀ آفتون سهي، دهليءَ ڪي چنبڙي پيو جنهن جون پنج ڏهہ پيڙهيون اِنهيءَ شهر ۾ گذريون ۽ جنهن اميرن جي دربار، ميلا، عرس ۽ سير تماشا مدت کان شهر جا ڏٺا، جنهن نڪرڻ ڪان پوءِ بہ پنهنجي زبان جو لحاظ رکيو. اُن جو ڳالهائڻ البت نيڪ ٿي سگهي ٿو. هيءَ عاجز بہ هرهڪ شهر جو سير ڪندو ۽ تماشو ڏسندو، هيستائين پهتو آهي.

# سنڌي ترجمي تي نظر

"چار درويش" جي ترجمي جي عبارت نهايت سادي ۽ دلڪش آهي. تصنع ۽ بناوت کان بلڪل دور آهي. "فسانہ عجائب" جو ترجمو ڪندي، اُن جي مترجم مقفيٰ عبارت جو بهترين قسم پيش ڪيو آهي، جنهن جي تقليد ٻين قصہ گو صاحبن بہ ڪئي آهي. مگر ائين ڪندي، اُنهن صاحبن عبارت کي دلڪش بڻائڻ بدران گھٽي قدر منجهائي ڇڏيو آهي. منهنجي سامهون "گل بڪاولي" جي قصي جو ترجمو موجود آهي، جنهن جي مترجم جو نالو واحد بخش شڪارپوري، تخلص "مشتاق" هو، هو سکر ضلعي ۾ ماستر هو غالباً سال 1916ع ۾ وفات ڪري ويو. مرحوم هن ڪتاب کي اُردوءَ تان ترجمو ڪيو هو. اگرچہ هن ڪتاب جي عبارت مقفيٰ آهي، پر "گل خندان" جهڙي رواني ۽ شستگي منجهس موجود نہ آهي. هڪ هنڌ لکي ٿو تہ:

"ميزبان چيو تہ مون حضرت سليمان جو سنهن کنيو آهي. جن هن کي مطلب ملائيندو تہ جان جو تورو لائيندو نہ تہ جان اَجل ۾ گوائيندو. ديو قبول ڪيو اهو قول. ٻڌو هن سان پڪو ٻول، تہ جمال نالي آهي منهنجي اَدي، تنهن جي هٿان هيءَ حاج لهندي، چاڪاڻ تہ ديو آهن ارڙهن هزار. خاص چوڪيدار، تن جي آهي اُها سردار.

هن عبارت مان تصنع پيو ڏسجي ۽ منجهس ڪابہ رواني معلوم نہ ٿي ٿئي هن تصنع جي عبارت کان جيڪڏهن قصي کي روزمره جي زبان ۾لکيو وڃي ها، تہ اُن ۾ زياده دلڪشي ۽ رواني پيدا ٿئي ها. اڄ نثر جو مقفيٰ يا مرجز قسم مفقود آهي ۽ اُن کي متروڪ سمجهيو وڃي ٿو. "خادم" مرحوم روزمره جي نثر کي پنهنجي سامهون رکيو آهي، جنهن ڪري ترجمي ۾ دلڪشي ۽ لطافت پيدا ٿي پيئي آهي. ترجمي ۾ هيءَ خاص طرح ڪوشش ڪئي ويئي آهي تہ اهو عام فهم ۽ آسان هجي. تصنع کان هي ترجمو بلڪل آزاد آهي. جنهن جا مثال اسان کي جابجا نظر اچن ٿا. بادشاه آزاد بخت قبرستان ۾پهچي

ٿو: اُن جو ذڪر مترجم هن فصيح عبارت ۾ ٿو ڪري:

"بادشاهہ خيال ڪيو تہ پلا هيءُ ڪهڙو ڏيئو آهي، جو اهڙي ڏاڍي واءَ ۾ بہ نہ ٿو وسامي. شايد ڪو طلسم آهي، جو ڦنڊڪيءَ ۾ گندرف ڪي ملائي، ڏيئي کي چڙڪيو ويو آهي، جو ڪهڙي بہ هوا لڳي تہ ڏيئو نہ وسامي. يا ڪنهن وليءَ جو ڏيئو آهي، جو روشن آهي. جو ڪجهہ ٿئي سو ٿئي، هلي ڏسڻ گهرجي. شايد هن شمع جو نور ڪان منهنجي گهر جو چراغ بہ روشن ٿئي ۽ دل جي مراد بہ ملي."

ترجمي کي پڙهندي ائين محسوس ٿو ٿئي تہ هي ترجمو نہ آهي، پر مترجم جي طبعزاد جي تصنيف آهي. مثال لاءِ:

"منهنجا خوشامدي دوست، منهنجي دولت کي لٽڻ ۽ ڦرڻ ۾ مشغول ٿي ويا. چيو اٿن تہ ڪاڏي ڪوهہ بہ ڪنيو وڃن. جنهن ۾ راهہ پيئي، سا رهندي ڪيترو! ٿورن سالن ۾ سڄو ترڪو لٽجي ويو. اُن وقت اڪ ڪلي، جڏهن پاڻي سر ڪان گذري چڪو هو."

اهڙيءَ ريت، اصطلاح، ورجيسون ۽ پهاڪا، قصي جي عبارت کي مٿي ڪنيو بيٺا آهن، جنهنڪري قصي جي دلڪشي ۾ اضافو ٿي پيو آهي. هيءُ ترجمو اچ ڪان، ستر ورهيہ اڳ ڪيو ويو هو، جڏهن سنڌي زبان، جديد دلڪشيءَ سان هوريان هوريان سينگارجي رهي هئي. اُن زماني ۾، ايڏو دلڪش ترجمو ڏيکاري ٿو تہ مترجم سنڌي زبان ۾ نشيب و فراز تي پورو پورو اختيار حاصل هو. ڪٿي ڪٿي هو اُردوءَ جي عبارت ترجمي کان علحده بہ ٿي وڃي ٿو، اِهو اِنهيءَ لاءِ آهي تہ هُو ڪوشش ڪري قصي کي عام فهم بڻائڻ گهري ٿو، تہ جيئن زبان جو گهٽ لياقت رکندڙ بہ اُن مان استفادو حاصل ڪري سگهي، ۽ هيءَ ڪوشش هڪ باڪمال نثر نگار جي ڪاميابيءَ جي نشاني آهي.

ترجمي جي سيني خصوصيتن کي هڪ هڪ ڪري بيان ڪرڻ کان چڱو اِئين ٿيندو تہ ترجمي جي دلڪشي ۽ شگفتگيءَ جو وڏيڪ فيصلو پڙهندڙن جي ذوق سليم تي بہ ڇڏيان. مترجم جي محنت سامهون آهي، ۽ اُن جو ثمر هيءُ آهي تہ اسان سندس اَدبي ڪاوشن کي زنده رکون.

**لطف الله بدوي**

# تمهيد مترجم

"باغ و بهار" يعني قصو "چار درويش" اصل فارسي زبان ۾ لکيل هو، جنهن جو ترجمو مير اَمن اُردوءَ ۾ ڪيو هو. اسان بہ ناظرين جي لاءِ سنڌيءَ ۾ ترجمو پيش ٿا ڪريون. جو اُميد تہ قبول پوندو.

۱

الله تــوهار، شــروع ڪريــان ٿــــو قــصي ڪـــي:
راحم تــون ڪو رحم ڪـر، والــي ڪـر واهـار!
صــدقو محمــد مصطفيٰ، مــرســـل ميــر مننــار،
فــتــح ڏي فــتــاح تــون، ڪــر ســويـــارو ســتــار،
ڏات ڏئيــن ڏاتــار، ديــن و دنيــا جـــي دائمـــا.

۲

ديــن دنيــا جــي دائمــا، بخـشين شــل رحمـــت،
عـــاصـــي امــام بــخــش، ڪــر آگـــا عـنـــايت،
شـــوق، مــحــبـــت، ذوق ۽ عــشـــق عــبـــادت،
فرزنــد ڏئيــن فتاح تــون، جنهــن جـــي آرزو البــت،
سگهو سستي دفـع ڪـر، ڏي توفيـق ۽ طـــاقـت،
وقت نزع جي نعمت، ڪـج نصيب نـور نبيءَ جو.

.... .... ....

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# باغ و بهار

ترجمو

# چار درويش

منڍ

ڪهاڻي چوندڙ، هن قصي کي هيئن شروع ٿا ڪن تہ اڳي روم جي ملڪ ۾ هڪ شهنشاه هو. جنهن جي ذات ۾، نوشيروان جي عدالت ۽ حاتم جي سخاوت موجود هئي. سندس نالو آزاد بخت هو، ۽ قسطنطنيہ جو شهر، جنهن کي استنبول چون ٿا، سندس گاديءَ جو هنڌ هو. سندس وقت ۾ رعيت آباد، خزانو ڀرپور، غريب ۽ غربو دل شاد هو. هر گهر ۾ ڏينهن عيد ۽ رات شب برات هئي. چورن چڪارن، دغابازن، ڦورن ۽ لوٽن جو ملڪ مان نالو نشان ئي مٽائي ڇڏيو هئائين. ساري رات گهرن جا دروازا کليل رهندا هئا، بازارين ۾ دڪاندار بي خوف پنهنجي ڪاروبار ۾ مشغول رهندا هئا. راهي ۽ مسافر، جهنگ ۽ ميدان ۾ سون سان کيڏندا ويندا هئا. هن بادشاه جي حڪومت ۾ هزارين شهر هئا ۽ ڪيئي ننڍا نواب سندس ڏن ڀرو هوندا هئا. ايڏيءَ بادشاهيءَ هوندي بہ ڪو غم هوس، جو ڪيس اندر کائي رهيو هو. آرام سڀ موجود هوس، پر اولاد جي طرف کان محروم هو. اهو حياتيءَ جو ڦل، سندس قسمت جي باغ ۾ نہ هو. اُن ڪري سدائين فڪر ۾ گذاريندو هو. پنج ئي وقت نماز پڙهي، اُن ڪارساز جي حضور ۾ دعا گهرندو هو تہ "اي الله، مون عاجز کي تو پنهنجي مهربانيءَ سان سڀ ڪجهہ ڏنو آهي، پر گهر جي اونداهيءَ مٽائڻ لاءِ هڪ ڏيئي کان وانجهو آهيان. اهو ڏک باقي اٿم تہ منهنجي نالي وٺڻ وارو نہ رهيو. تنهنجي غيب جي خزاني ۾ سڀڪجهہ موجود آهي. هڪ فرزند مون کي بہ عطا ڪر، تہ منهنجو نالو ۽

هن سلطنت جو نشان قائم رهي."

هن اُميد ۾، بادشاھ جي عمر چاليھ سال ٿي ويئي. هڪ ڏينهن شيش محل ۾، نماز اَدا ڪري، وظيفو پڙهي رهيو هو، ۽ هڪ پيرو آئيني جي طرف جيئن خيال ڪيائين تہ هڪ اَڇو وار مُڇن ۾ نظر آيس، جو چانديءَ جي تار وانگر چمڪي رهيو هو. هي ڏسي بادشاھ جون اکيون ڳوڙهن سان پرجي ويون. ٿڌو ساھ پري، دل ۾ سوچيائين تہ "افسوس تہ هيڏي عمر اَجائي برباد ڪئي، دنيا جي حرص ۾ ڪيڏو نہ جهان کي زير ۽ زبر ڪيئہ. اِهي ملڪ هاڻي تنهنجي ڪهڙي ڪم ايندا؟ آخر هي سارو سامان ۽ اسباب تہ ڪنهن ٻئي جو آهي، توکي تہ موت جو پيغام اچي ويو. جيڪڏهن ڪي ڏينهن رهيا بہ آهن، تہ بدن جي طاقت گهٽجي ويندي. معلوم ٿئي ٿو تہ منهنجي قسمت ۾ هن تخت جي وارث جو پيدا ٿيڻ لکيو ئي ڪونہ ويو آهي. هڪ ڏينهن مرڻو آهي ۽ سڀ ڪجھ ڇڏي وڃڻو آهي، اُن ڪان چڱو خيال آهي تہ هينئر ئي ڇو نہ ڇڏي ڏجي، ۽ باقي زندگي پنهنجي خالق جي ياد ۾ ڪاٽجي." هيءَ ڳالھ وينجهائي، درٻارين کي حڪم ڏنائين تہ "اڄ کان پوءِ، مون وٽ ڪوبہ نہ اچي، ديوان عام ۾ ايندا رهو ۽ پنهنجي ڪم ۾ مشغول رهو." پاڻ هڪ مڪان ۾ اَڪيلو مصلو وڇائي، عبادت الاهيءَ ۾ ويهي رهيو. روئڻ ۽ آهُــن پرڻ ڪان سواءِ وٽس ٻيو ڪم نہ هيو. اِهڙيءَ ريت، ڪيئي ڏينهن، بادشاھ آزاد بخت فقط ڇوهاري ۽ پاڻيءَ تي روزو کوليندو رهيو ۽ رات ڏينهن جاءِ نماز تي نماز ۾ مصروف رهيو. آخر هيءَ ڳالھ ٻاهر نڪتي، آهستي آهستي سڄي ملڪ ۾ پکڙجي ويئي، تہ بادشاھ پنهنجي بادشاهيءَ ڪان هٿ ڪڍي، گوشہ نشيني اختيار ڪئي آهي. چئني طرفن ڪان، غنيم ۽ مفسد اُيري آيا، پنهنجي حد ڪان هنن پنهنجا قدم وڌايا. هن سَرڪشيءَ جو هيءُ نتيجو نڪتو، جو حڪومت ۾ وڏو خَلل پيدا ٿيو، هر هڪ حصي مان بغاوت جو اطلاع اَچڻ لڳو. اَمير اُمراءُ درٻاري جيترا هئا، اَچي گڏ ٿيا، صلاح مصلحت ڪرڻ لڳا، آخر هيءَ تجويز بيٺي تہ وزير وڏو دانا ۽ عقلمند آهي، بادشاھ جو مشير ۽ مقرب آهي، اُن جي خدمت ۾ هلي ڏسون تہ هُو هن وقت ڪهڙي راءِ ملڪ لاءِ مناسب ٿو سمجهي. اِها صلاح ڪري، سيئي گڏجي، وزير وٽ آيا. وزير پراڻو، قديم

نمڪ حلال، عقلمند، خردمند نالي هو. جيتوڻيڪ بادشاه پنهنجي حضور ۾ سڀ ڪي اَچڻ کان منع ڪري ڇڏي هئي، پر وزير کين بادشاه وٽ وڃي وڃڻ منظور ڪيو. نيٺ سيني کي وٺي ديوان عام تائين آيو، ۽ سيني کي ڇڏي، ديوان خاص ۾ آيو. بادشاه جي خدمت ۾ محلي جي هٿان چورائي موڪليائين تہ "هيءُ پوڙهو غلام حاضر آهي. ڪيترن ڏينهن کان اوهان جي جمال کي نہ ڏٺو ٿم، اُميدوار آهيان تہ هڪ نظر ڏسي قدمبوسي حاصل ڪريان، تہ دل کي تسلي ٿئي." وزير جو هيءُ عرض بادشاه ٻڌو، جيئن تہ سندس خير خواهي ۽ جان نثاريءَ کي ڄاڻائين ٿي ۽ اڪثر سندس چيو مڃيندو هو، گهڻي فڪر کان پوءِ فرمايائين تہ "خردمند کي ڪوٺي اَچو". جڏهن اجازت ملي تہ وزير بادشاه جي حضور ۾ آيو. آداب بجا آڻي، هٿ ٻڌي بيهي رهيو. ڏٺائين تہ بادشاه جي عجيب صورت آهي. زار زار روئي رهيو آهي ۽ ڪمزوريءَ کان سندس اکين ۾ حلقا پئجي ويا آهن. چهرو هيڊو ٿي ويو اٿس. خردمند کي طاقت نہ رهي. بي اختيار ڊوڙي قدمن ۾ وڃي ڪريس. بادشاه پنهنجي هٿ سان سندس مٿو مٿي ڪنيو. فرمائين، "تو مون کي ڏٺو، توکي تسلي ٿي، هينئر موٽي وڃ. مون کي نہ ستاءِ. وڃي حڪومت جي ڪم ڪار ۾ مشغول ٿيءُ". خردمند هي ٻڌي، رڙيون ڪري روئڻ لڳو ۽ عرض ڪيائين تہ "غلام اوهان تان صدقي ٿئي، اوهان جي سلامتيءَ سان هميشہ بادشاهي ميسر آهي. پر جهان پناه جي هڪدم اهڙيءَ ريت گوشہ نشينيءَ کان سڄي ملڪ ۾ ابتري پئجي ويئي آهي ۽ اُن جي پڇاڙي چڱي نظر نہ ٿي اَچي. مهرباني ڪري انهيءَ حال جي حقيقت هن ٻانهي کان لڪل نہ رکو. من هيءَ مسڪين بہ انهي ڪم جي فائدي کان بي نصيب نہ رهي. پوءِ جيڪي سمجهہ ۾ ايندو، سو عرض ڪندس. سائين! هي جيڪي دربار جا نوڪر آهن، سي فقط هن لاءِ آهن تہ بادشاه خوش هجي ۽ امير اُمراءَ سڀ ڪم ڪار کي جهليو بيٺا هجن، جيئن بادشاه سلامت کي ڪا مشڪل درپيش نہ اچي، پر خدانخواستہ جيڪڏهن بادشاه سلامت جي جند کي فڪر يا ڳڻتي ٿي پوي، تہ اُتي بہ تہ آخر هي غلام ڪم ايندا. نہ تہ اسان جي غلامي ڪهڙي ڪم جي؟" تڏهن بادشاه ٿڌو ساه کڻي، ورندي ڏني تہ "وزير! جو ڪجهہ منهنجي دل ۾ آهي، اُن جو ڪو علاج ئي نہ آهي. جو

ڪجھ اٿم. اُن ڪي خدا ئـو چاڙهي ۽ مـان. ڏاهپ سان ڪوبہ بلو پيٽي نـہ ٿيندو. اي خردمند! مون سڄي ڄمار دنيا جي بيسود ڪمن ۽ بادشاهيءَ جي فڪرن ۾ گذاري آهي. ڪوبہ وقت خدا جي يادگيريءَ ۾ ويهي نـہ گذاريـم. ايتري قدر جو منهنجي عمر هينئر اچي هيڏي ٿي آهي، اڳتي مرڻو اٿم. ٻيو ڇا ڪندس؟ موت جون نشانيون بہ اچي ظاهر ٿيون آهـن. اُچا وار پيا اٿـم. هاڻي هن عمر ۾ پنهنجي ڏٽيءَ جي ٻانهپ ڪريان تـہ تـہ چڱـو. سڄيءَ رات جي ننڊ ڪان پوءِ پرهہ ڦٽيءَ جو جاڳڻ ضروري آهي. هن ڪان سواءِ، وڏي سڪ پٽ جي اولاد جي آهي، جا اُميد بہ پوري نـہ ٿي. مـون ڪـان پـوءِ ڪيـر وارث ٿيندو؟ بس مٽي ڪان پوءِ، منهنجو نالو ئي گم ٿي ويندو. وڌيڪ ڇا چوان! مون دنيائي ڇڏي، بادشاهي وساري- وجي ڪير بہ هٿ ڪري. هاڻي تـہ دل ۾ ٿو اچي تـہ ڪـن ڏينهـن ڪـان پـوءِ هيءَ جاءِ بـہ ڇڏي، مرڳـو وجي ڪنهـن جهنگ ۾ گذاريان، ڪنهن ماڻهوءَ جو منهن نـہ ڏسان. اهڙيءَ ريت هيءَ بـاقي حياتي گذاريان. دنيا جا مزا ۽ لذتـون ڏٺيـم، حڪرانـي ڪيـم، پـر حـاصل ڪجھ ڪين ٿيم." هيءَ ڳالهـہ ڪري، ٿڌو ساهہ ڀري، بادشاه آزاد بخت خاموش ٿي ويو، اڪيون پـاٽيءَ سـان ڇُـلڻ لڳـس. خردمند وزير، جو اصـل بادشاه جي والد جو بہ مشير هو. آزاد بخت سان شـهزادگيءَ جي عمـر ۾ بـہ سندس دوستي ۽ محبت هئي. ادب سان عرض ڪيس تـہ "عالم پناه! انسـان کي ڪڏهن بہ پنهنجي ڏٽيءَ جي مهربانين ڪان نا اُميد ٿيڻ نـہ گهرجي. ذرا غـور ڪيـو، جنهـن قـادر هيءَ زميـن ۽ آسمـان، تـارا، چنڊ، سج ۽ حيـوان، ارڙهن هزار مخلوقات پيدا ڪئي آهي، تنهن رب العالمين جي اڳيـان، هـڪ پٽ جي ڏيڻ ۾ ڪهڙي دير ٿينـدي! جيئندا قبلا! مـان تـہ عـرض ڪنـدس تـہ هيءَ پـُور دل تان وساري ڇڏيو. هن خيال ڪـان خسـارو آهي نـہ فـائدو! هيءَ بادشاهي ڪيترين تڪليفن ۽ ڏاڪڙن سان، اوهان ۽ اوهان جي وڏن کي هٿ آئـي آهي، اوهـان جا وڏا اُن کي ڪيئـن نـہ قـائم رکندا آيا اوهـان اُن جـي بهبوديءَ لاءِ ڪيڏي نـہ ڪوشش ڪندا آيا آهيو هينئر اُن سڄيءَ محنت کي وساري، اوهان غافل ٿيڃي ويا آهيو. شڪ نـہ آهي تـہ اِنهيءَ ڪـان بادشـاهيءَ ۾ خلل پئجي ويجي. اها بدناموسيءَ جي ڳالهـہ آهي. پـلا قيـامت جي ڏينهـن جڏهن اوهان ڪان پڇا ٿيندي تـہ اي ٻندا، اسان توکي پنهنجي خلق تـي عزت

ڏيئي بادشاه بڻايو. سيپئي عيش ۽ خوشيون ڏنيونسين، تو نا شڪر ٿي، ملڪ کي ويران ڪري، نعمتن جو انڪار ڪيو. سائين منهنجا، اُتي پوءِ ڪهڙو جواب ڏيندا؟ هيءُ بندگي بہ ڪم نہ ايندي، ڇو تہ بادشاهن تي عبادت کان سواءِ ڪي ٻيا فرض بہ آهن. جو عدل ڪندو سو ڇٽندو، جو ظلم ڪندو سو خراب ٿيندو. جهنگن ۽ برپٽن ۾ رلڻ فقيرن ۽ جوڳين جو ڪم آهي، بادشاهن جو اهو وَڙُ نہ آهي. اوهان پنهنجي سونپيل ڪم کي ونو، بندگي جهنگن ۽ پٽن تي ٻڌل نہ آهي، هر هنڌ خدا موجود آهي، گهرجي تہ اسين سچيءَ دل سان عبادت ڪريون. شايد هيءُ بيت نہ ٻڌو اٿَـوَ!

خدا تو وٽ ۽ ڳولهين تو جهنگل ۾، ڍنڍورو شهر ۾ ڇوڪر بغل ۾.

جيڪڏهن انصاف فرمايو ۽ فدويءَ جو عرض قبول ڪيو تہ بهترين هيئن آهي تہ جهان پناه، هر دم ۽ هر وقت ڌيان خدا تعاليٰ جي طرف رکو، دعا گهرندا رهو، هُن درگاهہ مان ڪوبہ محروم نہ رهيو آهي. ڏينهن جو ملڪ جي بندوبست، انصاف ۽ عدالت ۾ مشغول رهو، جيئن خدا جا بندا اوهان جي دولت جي دامن ۾ امن ۽ امان سان گذاري سگهن. رات جو خدا جي عبادت ۾ شامل رهو. اُميد آهي تہ اوهان جي دل جو مطلب پورو ٿي پوندو، خوشي حاصل ٿيندي، ۽ دل گهريا دان ملندا". هيءَ حقيقت ٻڌي، بادشاه جي دل ۾ خيال پيدا ٿيو تہ خردمند ڇوي سچ ٿو. تڏهن بادشاه چيس تہ "خردمند، تنهنجي صلاح نيڪ آهي. ائين ڪندس. ڏسان تہ اُن مان ڪهڙو فائدو حاصل ٿو ٿئي." اِئين چئي، بادشاه پڇيو تہ "ٻيا امير، وزير، نوڪر ۽ چاڪر ڪيئن آهن؟" خردمند عرض ڪيو تہ "سائين اوهان جي دولت ۽ اقبال کي ٻيا ٿا دعائون ڏين. اوهان جي ذڪر کي ٻڌي حيران ۽ پريشان آهن. هُو سيپئي ديوان عام ۾ موجود آهن. جيڪڏهن اوهان اُنهن کي ملاقات جو شرف ڏيندا، تہ نهايت خوش ٿيندا." بادشاه هي ٻڌي وزير کي تسلي ڏني ۽ حڪم ڏنو تہ اِنشاءَ الله تعاليٰ، سڀاڻي دربار عام ٿيندي، ۽ شهر جي ننڍين ۽ وڏن کي حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏجو." وزير خوش ٿي بادشاه جي اقبال کي دعائون ڏيندي، رخصت ورتي. ٻاهر نڪتو، ايندي ئي اميرن اُمرائن کي مبارڪ ڏنائين. سڄي شهر جي ماڻهن کي هيءَ خوشخبري ٻڌي،

سرهائي ٿي. سڄي رات سندن خوشيءَ ۾ گذري. دربار عام جي خبر ٻڌڻ تہ اُنهن لاءِ نعمت هئي. صبح ٿيو. سيئي ماڻهو پنهنجا ڪم ڪار ۽ ڏنڌا ڏاڙي ڇڏي دربار ۾ حاضر ٿيا. سيئي پنهنجي مرتبي ۽ درجي آهر وڃي پنهنجي جاين تي وينا. پهر ڏينهن چڙهئي، بادشاه اُچي تخت تي وينو. نوبتون نغارا وڄڻ لڳا. سيني کي شاهي دربار مان سندن قدر موجب انعام مليا، ۽ بلڪل راضي ٿي دعائون ڪرڻ لڳا. ٻپهرن جو دربار خير سان ختم ٿي ۽ بادشاه وڃي آرامي ٿيو. اُن ڏينهن کان وٺي بادشاه پنهنجي وقت کي ڪنهن ورونهن ۾ ورهائڻ جو خيال ڪيو. صبح سان دربار ڪندو هو. ٽئين پهر ۾ مطالعو ڪندو هو، گهڻو ڪري سڄي رات عبادت الاهيءَ ۾ گذاريندو هو. هڪ ڏينهن دستور موجب جيئن مطالعي ۾ مشغول هو، ڪتاب ۾ لکيل ڏٺائين تہ "جنهن شخص کي ڪا مشڪلات درپيش ٿئي، جنهن جو حَل انساني طاقت کان ٻاهر هجي، تہ اُن ماڻهوءَ کي لازم آهي، تہ پاڻ کي اُن اوکائيءَ ۾ هلاڪ نہ ڪري ۽ ڌڻي تعاليٰ تي توڪل رکي. ڇاڪاڻ تہ تقدير ۾ ائين آهي. اُن جو علاج فقط هيءُ آهي تہ ڪامل درويش جي خدمت ڪري ۽ سدائين وٽن سوالي رهي، جيئن ڌڻي سڳورو مٿس راضي رهي ۽ سندس مَنَ جي مراد پوري ڪري. پڻ قبرستان ۾ وڃي نيڪ مردن جي ٻُنين تي دعا گهري، تہ سندس مطلب حاصل ٿئي. هن کان سواءِ پاڻ کي گهٽ سمجهي ۽ ڪنهن جي دل آزاري نہ ڪري."

بادشاه جڏهن هيءَ حقيقت ڪتاب ۾ پڙهي، تڏهن دل کي آٿت اچي ويس ۽ خردمند وزير جو چوڻ بہ ياد آيس. تڏهن اِها دل سان صلاح ڪيائين تہ اِهو نُسخو بہ آزمائڻ گهرجي. پر هيءُ سڀ بادشاهي رسم ۽ رواج، ٺاه ٺوه سان ٿيڻ نہ گهرجي. چڱو اِئين ٿيندو تہ فقيراڻو ويس ڪري، مسڪينن جي صورت ۾، نوڙت سان، مقام ۾ ڪنهن بزرگ جي تربت پرسان وڃي عبادت ڪريان، ۽ ڪتابي لکيل نصيحت بجا آڻيان. من اهڙيءَ ريت رب راضي ٿئي، ۽ هن جي راضپي کان دنيا جو مطلب بہ پورو ٿئي ۽ آخرت بہ سُرهي ٿئي. نيٺ اِها ڳالهہ ڳٽي، ٻئي ڏينهن رات جو سادا ڪپڙا پَهري، رپيا ۽ اشرفيون ڪٽي، ماٺ ميٺ ۾ قلعي مان ٻاهر نڪري، قبرستان ڏي هلڻ لڳو. جڏهن مقام ۾ پهتو، تڏهن سخت واچوڙو آيو، جنهن جي ڪري

اونده اُنڌڪار ٿي ويو. هن تيز طوفان ۾ بادشاه آزاد بخت منجهي بيهي رهيو. تہ هاڻي ڪهڙي واٽ وڃان! واٽ بہ اهڙي ڏوڙٺي ۾ وسري ويس. جان ڪٿي ڏسي تہ اِهڙي واءَ ۾ بہ هڪڙو ڏيئو، ڏاڍو روشن، مقام جي پاسي ۾ پيو ٻري! بادشاه خيال ڪيو تہ يَلا هي ڪهڙو ڏيئو آهي، جو اِهڙي ڏاڍي واءَ ۾ بہ نہ ٿو وسامي. شايد ڪو طلسم آهي، جو ڦٽڪي ۽ گندرف ڪي ملائي، ڏيئي ڪي ڇڙڪيو ويو آهي، جو ڪهڙي بہ هوا لڳي تہ ڏيئو نہ وسامي. يا ڪنهن وليءَ جو ڏيئو آهي، جو روشن آهي. جو ڪجهہ ٿئي سو ٿئي، هلي ڏسڻ گهرجي. شاهد هن شمع جي نُور ڪان، مِنهنجي گهر جو بہ چراغ روشن ٿئي ۽ دل جي مراد ملي. اِها نيت ڪري، اُن طرف ڏي هليو. جڏهن ويجهو پهتو، ڏٺائين تہ چار فقير گوڏن تي مٿو رکيو، اَهُليا پيا آهن، ڇڻ تہ اَلوٽ ننڊ ۾ آهن. سندن حالت اِئين ٿي نظر آئي، جيئن ڪو مسافر، پنهنجي وطن ۽ وطن وارن ڪان وڇڙي، بيڪسيءَ ۽ مفلسيءَ جي رنج ۽ غم ۾ گرفتار هجي. اِهڙيءَ ريت هي چارئي ڇڻ ديوار تي نقش هئا. هڪ ڏيئو پٿر تي رکيل ٽمڪي رهيو هو، واءَ جي پرواه ئي نہ هيس، سندس فانوس گويا آسمان جو گنبذ هو.

آزاد بخت خيال ڪيو تہ هي ڪي پهتل شخص آهن، ۽ ارادو ڪيائين تہ وٽن وڃي، ڪين گڏجان، مَن هي فقير منهنجي حق ۾ دعا ڪن، جا ڏٿي تعاليٰ پوري ڪري، ۽ منهنجي آس پوري ٿئي. پانيائين تہ وڃي ڪين اُٿاريان. ايتري ۾ اَچي عقل همراه ٿيس تہ "اي بي سمجهہ مورک، ڪيئن ٿو وڃي، هنن بلائن ۾ هٿ وجهين. ڪهڙي خبر تہ هي ديو آهن يا غول بياباني! تنهنڪري جڳائي تہ اِهڙن ناواقف شين ۾ هٿ وجهڻ ڪان لڪي، ڪنڌ پاسي ويهان ۽ ڏسان تہ هو ڪير آهن؟" آخر بادشاه اِئين ڪري، پَر وارن ٻوٽن جي جهڳٽي ۾ لڪي، اُنهن جي چرپر ڪي ڏسڻ لَڳو. اتفاق سان هڪ فقير ڪي ڇڪ آئي. خدا جو شڪر ڪيائين. هُو ٽيئي قلندر هن آواز تي جاڳي پيا. ڏيئي جي وٽ سورياٺون، پنهنجي پنهنجي بسترن تي، حقن ڪي پري پيئڻ لڳا. تڏهن منجهائن هڪڙي چيو تہ "اي يارو، اسين چارئي آسمان جي گردش ۽ زماني جي انقلاب جي باعث دربدر رُلندا رهيا آهيون. خدا جو شڪر آهي، بخت جي مدد ۽ قسمت جي ياوريءَ سان، اڄ هن مقام

تي اسان جي پاڻ ۾ ملاقات ٿي آهي. سياڻي جي خبر نہ آهي تہ ڇا ٿيندو - گڏ رهون يا وڇڙي وڃون! رات بہ پهاڙ وانگر ٿي پيئي آهي، چڱو ائين آهي تہ ساجهري سمهڻ کان، پنهنجو پنهنجو سربستو احوال بنا ڪنهن ڪوڙ ۽ وڌاءَ جي بيان ڪريون. اهڙيءَ ريت رات ڳالهين ۾ ڪٽجي ويندي، پوئين رات ڪٽي ليٽي پيٽي اُٺنداسون". سيني چيو تہ "اي هادي، واهہ جي ڳالهہ ڪئي اٿيئي! پهريائين اوهان ئي ڪٽي پنهنجي سچي ڪهاڻي بيان ڪيو، پوءِ اسين بہ پنهنجي سرگذشت ٻڌائيندا ويندا سون."

# پهرئين درويش جو سير

پهرين درويش گوڏا پيچي ويٺو، ۽ پنهنجي سير جو قصو هيئن شروع ڪيائين.

يا معبود! يا معبود! دوستو، ذرا هيڏي توجهه ڏيو، ۽ ماجرا هن بي سر ۽ پا جي ٻڌو.

هيءُ سر گذشت منهنجي ذرا ڪن ڏيئي ٻڌو!
درد سان ڀَري جا مون ڳالهه چئي، ٻڌو!
مون ڪي جا پيش آئي سختي زماني جي،
ڪيئن اُن کي مان نبايو، گذري ويئي، ٻڌو!

اي يارو، منهنجو اصل وطن ملڪ يمن آهي. منهنجي پيءُ جو نالو ملڪ التجار خواجه احمد هو، جو ان ملڪ جو نامور سوداگر هو، اُن وقت جو ڪوبه شاهوڪار يا واپاري ساڻس ڪلهو هڻي نه ٿي سگهيو. ڪيترن ۾ سندس گماشتا موجود هئا. پري پري شهرن ۾، سندس ڪوٺيون چالو هيون. لکين رپيا نقد ۽ آٽمڻو جنس جا خزانا وٽس هَڪيا هئا. خدا تعاليٰ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن جي به پرواهه ڪانه هيس. وٽس ٻه ٻار پيدا ٿيا. اُنهن مان هڪ هيءُ فقير، گودڙي ۽ ڪفني ڍڪيل، اوهان مرشدن جي حضور ۾ حاضر آهي ۽ ڳالهائي ٿو. ٻي منهنجي ڀيڻ، جنهن کي قبلهٔ گاهه پنهنجي جيئري ئي، هڪ سوگرزادي سان پرڻائي ڇڏيو هو. هُوءَ پنهنجي ساهرن ۾ ٿي رهي. مطلب ته جنهن گهر ۾ ايڏي دولت ۽ هڪ ٻار هجي، اُهو ڪيڏي نه لاڏ ڪوڏ سان پلبو هوندو! هن فقير وڏي چاهه سان ماءُ پيءُ جي پاڇي ۾ پرورش لڌي. پَڙهڻ لکڻ، سوداگريءَ جو ڪسب ۽ فن، ڪاتا ۽ ڪرڙا ۽ سپاهگريءَ جو هنر سکڻ لڳس. چوڏهن ورهين تائين، نهايت خوشيءَ ۽ بيفڪريءَ ۾ گذاريم. دنيا جي ڪابه ڳڻتي دل ۾ ڪانه آئي. اوچتو ئي اوچتو، هڪ ئي سال ۾ منهنجو پيءُ ۽ ماءُ قضا الاهيءَ گذاري ويا، ۽ آءُ يتيم ٻڇي ويس. ڪوبه سر تي ننڍو وڏو نه رهيو. هن ناگهاني مصيبت ڪان رات ڏينهن روئيندو رهيس، ڪاڏو پيتو ڇڏائجي ويو. چاليهي ڪان پوءِ، پنهنجا

پراوا، واقف ۽ پاڙيسري سڀ اَچي گڏ ٿيا. دعا گهرڻ کان پوءِ، سيٺي مون کي پيءُ جي پڳ ٻڌائي، ۽ چيائون ته "بابا، پيءُ ماءُ ڪنهن سان وفادار نه آهي. سيٺي جا پيءُ ماءُ اهڙيءَ طرح گذاري ويا آهن. اسين به هڪ ڏينهن هن فاني جهان مان گذاري وڃڻ وارا آهيون، هت ڪوبه هميشه رهڻ وارو نه آهي. هي جهان هڪ مسافرخانو آهي. هي شيءِ هتان جي بيگاني آهي. ڏک ۽ روئڻ مان ڪجهه نه ورندو. اَجايو پاڻ کي هلاڪ ڪرڻ مان ڇا سرندو؟ پنهنجي گهر جو حال ڏس. ماضيءَ کي وساري، حال جو خيال ڪر!" ائين چئي، هو عزيز هليا ويا. اُن کان پوءِ سپيئي نوڪر چاڪر اچي گڏ ٿيا. عرض ڪيائون ته "پنهنجي والد جي سڄي مال متاع کي اسان کان سنڀاري وٺو. اِجهي هي ڪنجهيون اَٿــوَ."

مان وڃي پنهنجي پيءُ جي دولت ۽ اسباب کي ڏٺو. ڏسي حيران ٿي ويس. قارون جي هيءُ ڏن ته ڪنهن جو ٿي نه ٿي ڏٺو. دل خوش ٿي ۽ سڀ غم ۽ فڪر ويو، شاد ٿيس. اوڏيءَ مهل فراشن کي حڪم ڪيم ته "منهنجي اوطاق کي نئين سر سينگاريو!" حڪم جي دير هئي، سڀ ڪجهه منهنجي مرضيءَ موافق ٿيو. آءُ گاديءَ تي ٽيڪ ڏيئي بالم تي ويهي رهيس، هاڻي سوين خوشامدي ماڻهو اَچي پنيان پيا. مفت چاڪري ۽ ٽهل ڪرڻ لڳا. هيڏانهن هوڏانهن جو لهواريون اوڀاريون ڳالهيون ڪرڻ، اَنئي پهر سندن اِها ڏوتپائي ٿيندي رهي. هوريان هوريان هنن شراب، راڳ ۽ ناچ جي لذتن جا قصا شروع ڪري ڏنا. اگرچه مان سندن فريب کان بچندو رهيس، پر ماڻهن پڳي ڪاٺ پڇي پون. مان الهڙ هوس، تجربو نه هو، هوريان هوريان دل سرڪي، راضي ٿيس. شراب ۽ ناچ جون محفلون ٿيڻ لڳيون. پنهنجو ڪاروبار وسري ويم. دنيا ئي لذتون وٺڻ منهنجو ڏنڌو ٿي ويو. منهنجي نمڪ حلال نوڪرن مون کي سنئين راهه تي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي، پر مان عياشيءَ جي فن ۾ هاڻي طاق ٿي چُــڪو هوس، اُن ڪري ڪنهن جي به نصيحت اَثر نه ڪيو. مان هٿ قاڙ ٿي پيس. منهنجا دوست، منهنجي دولت کي ڦرڻ ۽ لٽڻ ۾ مشغول ٿي ويا. چيو اٿن ته ڪاڏي ڪوهه به ڪٽيو وڃن. جنهن ۾ راهه پئي سا رهي، رهندي ڪيترو! ٿورن سالن ۾ سڄو تَرڪو لُٽجي ويو. اُن وقت اک کلي. جڏهن پاڻي سر کان گذري چُــڪو هو. خوشامدي هڪ هڪ ٿي موڪلائڻ لڳا. نوڪر چاڪر منهن لڪائڻ لڳا. هن

ڪسمپرسيءَ جي ويلي ۾، جن کي مون پنهنجو ٿي سمجهيو، سي بہ پراوا ٿي ويا. اُهي جي ڏينهن ۾ ڏهہ ڏهہ دفعا سلام ڪندا هئا، سي رستي ۾ ڏسي ڏگ بدلائڻ لڳا. سچ آهي تہ دولت کي سلام آهي. مفلس گمنام آهي. ڪوبہ پڇڻ وارو نہ رهيو. خير خواهن کي منهنجي حال تي رحم آيو، پر منهنجي بيوقوفيءَ تي هنن بہ منهن ڦيرايو. آخر مون کي بہ اُچي فاقن ورايو. دمڙي بہ هٿ ۾ نہ رهي، جو ڦُلا وني، پاڻي پيان. آخر بکن کان بيتاب ٿي، آئيندي جو سوچيم. لاچار بيحيائيءَ جو برقعو منهن تي وجهي، ارادو ڪيم تہ ڀيڻ ڏي وڃان. پر دل ۾ شرم ٿي آيو تہ قبلہ گاهہ جي وفات کان پوءِ، ڀيڻ سان بہ تہ چڱو سلوڪ نہ ڪيو هيم. ڪيس خالي خط بہ لکي نہ سگهيس، اگرچہ هُوءَ ڪيترائي خط اشتياق پريا لکندي رهي. هن شرمساريءَ کان ڪنڌ هيٺ هو. دل نہ ٿي چاهيو تہ اوڏانهن وڃان، پر سندس گهر کان سواءِ ٻيو ڪو ٽڪاڻو بہ نظر نہ ٿي آيو. جيئن تيئن پيرين پيادي، خالي هٿ، ڪرندي ٿاٻڙندي، سخت مشڪل سان ڪيئي منزلون ڪري، ڀيڻ جي شهر ۾ وڃي پهتس. سندس مڪان کي ڳولي لڌم. ماءُ جائي ڀيڻ منهنجو هيءُ حال ڏسي، گهورجڻ لڳي. ڳل لائي ڪيتريءَ دير تائين رُني. تر. مانهن ۽ ٽَڪا مون تان صدقو ڪري ڏنائين. چوڻ لڳي تہ "اگرچہ تنهنجي ملاقات سان خوش ٿي اٿم، پر ڀاءُ، تنهنجا اِهڙا حال ڇو ٿيا آهن!" هن جي سوال جي جواب ڏيئي نہ سگهيس. اکيون ڳوڙهن سان ڀرجي آيون ۽ چپ ٿي ويس. ڀيڻ جلدي خاصو لباس سبائي، حمام ۾ موڪليو. مان غسل ڪري ڪپڙا پهريا. پنهنجي جاءِ ۾ هن منهنجي لاءِ هڪ خوشنما ڪمرو جدا تيار ڪرايو، جنهن ۾ رهڻ لڳس. صبح جو نيرن لاءِ ڀيڻ مون کي عمدو شربت ۽ پستا، باداميون ٻيل ڏنڌاگيري جي مٺائي ڏيندي هئي، تہ ٻيهريءَ جو تازو ۽ سڪل ميوو ملندو هو. اُنهن کان سواءِ، رات ۽ ڏينهن جي مانيءَ ۾ نان، گوشت ۽ ڪباب آڻي اڳيان رکندي هئي، ۽ ويهي پاڻ کارائيندي هئي. مون جو زماني جا عجيب لاها چاڙها ڏنا هئا، سو وڃي آرام ۾ پيس. هر روز هزارين شڪرانا پروردگار جا ڪندو هوس. مطلب تہ اهي ڏينهن مون ڏاڍا سکيا گذاريا. ڪيترائي مهينا ڪٽ تي چڙهي اندر ئي اندرگذاريم. ٻاهر پَٽ تي پير نہ رکيم. چڻ وري ڀاڳ وريم. ڪيترن ڏينهن کان پوءِ، اُن ڀيڻ، جا مون کي ماءُ برابر هئي، هڪ صبح جو چوڻ لڳي تہ " اَدا! تنهنجي اچڻ مون کي بهار ۽ نهال ڪري

چڏيو آهي. جڏهن توکي ڏسان ٿي تہ منهنجو اندر ٺريو وڃي، ڇو تہ تون منهنجي مائٽن ۽ عزيزن جي مٽيءَ جي نشاني آهين، پر الله تعاليٰ مرد جو شان کيو آهي تہ هو لوچي ۽ ڪمائي، هيءُ مرد جو وڙ نہ آهي تہ سست ٿي گهر ۾ ويهي رهي. اهو زالن جو مَرڪ آهي. پر زالون بہ پنهنجي گهر جو ڪم ڪار پيون ڪن. نڪمي مرد کي ٻيا ماڻهو مهڻا ڏيندا. وڏي ڳالهہ هيءَ آهي، جو هتان جا ماڻهو اسان جي خاندان کان پورا واقف آهن. متان اِئين نہ چئي ويهن تہ فلاڻي سوداگر جو پٽ پنهنجو اگرتَگر نــاس ڪري، هاڻي اڃي ڀيڻ جي ٽڪرن تي ڪريو آهي. هن ۾ پنهنجي تہ خواري، پر وڏن جو شان گم ٿي ويندو. مڙس نڪما نہ سونهن. شل خدا توکي وڏي ڄمار ڏئي. تنهنجي ڪاڏي ۾ اسين ڪين ڪٽنداسون." داناءِ ڀيڻ جي ڳالهہ ٻڌي، مون کي شرمساري ٿي. سندس نصيحت ۾ پنهنجي بهتري ڏٺم. چومانس تہ "ادي، تون هينئر منهنجي ماءُ جي جاءِ تي آهين. تو جو ڪجهہ چيو اُن کي سمجهيم." هيءُ ٻڌي، هوءَ پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ ويئي، پنجاه اَشرفيون کڻي آڻي منهنجي اڳيـان رکيائين. چوڻ لڳي تہ "هي اَڌ سؤ اشرفين جو اَٽيئي، وڃي ڪو وکر وهاءِ. هتان گهڻا سوداگر دمشق ڏا وڃن، ڪنهن معتبر سوداگر کي ڏسي سندس سامان سان گڏ پنهنجو سامان بہ وٺ، هوشياري سان ڪانئس دستاويز لکائي وٺ، جو محصول گهري سو ڏينس. پوءِ تون خشڪي جي رستي دمشق روانو ٿي وڃ. اُتي وڃي ڪانئس سامان سنڀاري ونج، ۽ اُتي نفعي سان وڪڻي ڇڏج." اِها ڳالهہ ٻڌي، مون اوڏيءَ مهل اُٿندي، بازار ۾ وڃي، اُنهن پنجاهہ اَشرفين مان چڱو سامان خريد ڪري، اَڇي سوداگرن جي غوراب چڙهڻ جي پڇا ڪيم. نيٺ، هڪڙو سوداگر، جو جهاز جي رستي دمشق ڏانهن وڃڻ لاءِ تيار هو، تنهن کي پنهنجو سامان سپرد ڪيم. محصول ۽ جهاز جو ڪرايو ادا ڪيم ۽ ڪانئس پنهنجي ڳٺڙين جو تعداد قبض تي لکائي ورتم. سوداگر درياهي رستي ڪان ٿي ويو ۽ مون خشڪيءَ جو رستو پاڻ لاءِ پسند ڪيو. هن ڪم کان فارغ ٿي، سمورو احوال اَچي همشيره کي ٻڌايم ۽ ڪانئس سفر لاءِ موڪلايم. مهربان ڀيڻ اوڏيءَ مهل مون کي سواريءَ لاءِ پلو گهوڙو ڏنو، ۽ اُن کان سواءِ هڪ عمدي پوشاڪ بہ ڏنائين. هن کان سواءِ، منيون مانيون، پڪل منائي ۽ ڪجهہ پڪوان هڪ هڙ ۾ ٻڌي، اڳيان رکيائين. نيٺ ڪَلي پاڻيءَ جي گهوڙي جي هني سان ٻڌي، مان سفر لاءِ سنيري تيار ٿيس. پوءِ

گسٽائتي اَديءَ امام ضامن جو رُپيو منهنجي ڏوري ۾ ٻڌو ۽ چيائين "خدا حافظ! اَدا جيئن پُٽ ڏيو تو وجين. ڏٺي ڪندو تہ منهن ورائي موٽيندين!" مون بہ ڪيس، ڳراٽڙي وجهي موڪلائي، چيو تہ "ادي خدا کي پرتينءَ! دلجاءِ ڪج، مان اجهو موٽيس." گهوڙي تي چڙهي، واڳ ورتيم ۽ پنڌ پيس. نهايت تکو تي ويس. ٻن منزلن جي هڪ منزل تي ڪيم. نيٺ ڪَهندي، خير سلامتيءَ سان دمشق جي قريب پهتس. اُن وقت رات جا ٻہ پهر گذري چڪا هئا. شهر جي ڪوٽ جا دروازا بند هئا. ٻاهران هَڪَل ڪيم تہ "مان مسافر آهيان، پري کان تکو تو اچان. وهٽ لاءِ داڻي پاڻيءَ جي گهرج اٿم. مهرباني ڪري اندر اچڻ ڏيوم!" اَندرين آواز آيو تہ "هينئر اوير آهي ۽ دروازي کولڻ جو هيءُ وقت نہ آهي. ڇو نہ تي سويرو آئين؟" هي آواز ٻڌي، مون اندر وڃڻ جي آس پَلي، ۽ اِهو خيال رکي، مون سوچيو تہ هينئر قلعي جي پٽ جي ٻاهران ڪٽي ويهي رهان ۽ سويرو صبح جو شهر ۾ وڃان. رات جو وڳڙو ڏسي، سمهڻ کان جاڳڻ کي بهتر سمجهيم. اهو ارادو ڪري گهوڙي تان لهي پيس ۽ غاشو وجائي، اُن تي ويهي رهيس. هيڏي هوڏي پيئي ڏٺم تہ ڪنهن ريت رات جي خير جي گذري، تان جو تيڙو ۽ ڪتيون آسمان تي چڙهي آيا. تارن جي روشنيءَ ۾ گهٽتائي ڏسندي، سمجهيم تہ اَڌ رات کان مٿي گذري چڪي آهي.

## قصو ملڪ شام جي شهزاديءَ جو

ڇا ڏسان تہ قلعي جي پٽ جي مٿان ڪا شيءَ وڏي ساري هيٺ تي اچي. ڀهريائين تہ خوف ٿيم. ۾ جتائي جان ڪٽي نهاريان تہ هيءَ ڪا صندوق آهي، تڏهن ڀانيم تہ ڪا ڏٽيءَ جي مون سان مهرباني تي آهي، جو هيءُ خزانو تو مليم. جڏهن صندوق هيٺ آئي، تڏهن هوريان هوريان ڀيٽيءَ وٽ ويس. جان کولي ڏسان، تہ منجهس هڪ زال سُتي پيئي آهي. سندس چهرو چنڊ وانگر ٿي چمڪيو. اُن جي ڏسندي دل ۾ داغ پئجي تي ويا. مگر افسوس جو هن حور کي، ڪنهن ڏک هٿي ڦٽي وڌو هو. رت تي وهيس. اَجا چتائي ڏٺم، تہ نظر آيم تہ اجا ڪجهہ ساهہ اٿس. جان ويجهو ويس تہ سندس چپ چرندا ڏٺم. ڪن ڏيئي ٻڌيم تہ نهايت جهيڻي آواز ۾ تي چيائين تہ "اي بيوفا! مون تو سان هيڏي مهرباني ڪئي، اُن جو عيوض اهو تو ڏينم! چڱو، هينئر اِهڙن سورن کان اِهڙو ڪو ٻيو ڏک هٿينم. جو منهنجو خاتمو تي وجي. پوءِ اَسان ٻنهي جو



ڳڻائتي اديءَ امام ضامن جو روپيو سنهنجي ڏوري ۾ ٻڌو..

انصاف، اُن منصف حقيقيءَ جي اڳيان قيامت جي ڏينهن ٿيندو!" ائين چئي، خاموش ٿي ويئي. مان هنن لفظن کي ٻڌي حيرت ۾ پئجي ويس. دل ۾ سوچيم تہ کنهن قلب جي شقيءَ هن نازڪ بدن کي زخمي ڪيو آهي! خبر نہ ٿي پوي تہ ڪهڙي سبب هُن هِن موهيندڙ صورت واريءَ عورت کي ٿي مارڻ گهريو. جا اُن بدڪار جي محبت جو اَجا دم ڀري رهي آهي. منهنجو همدرديءَ ڀريل پُڇڻ سندس ڪن تي پيو. ڪپڙي کي پري ڪري مون ڪي ڏٺائين. جنهن وقت منهنجي نگاهہ مٿس پيئي، تہ منهنجو هوش ڇڏائي ويو. پاڻ جهلي، سرت ۾ اچي ڪيس چيم تہ "سچ چئو تہ تون ڪير آهين؟ ۽ هيءَ ڇا حالت آهي! جيڪڏهن ٻڌائيندينءَ تہ دل کي تسلي ٿيندي." هيءُ ٻڌي، جيتوڻيڪ ڳالهائڻ جي طاقت نہ هيس، آهستي چيائين تہ "شڪر آهي! منهنجي حالت زخمن ڪان لاچار آهي. ڇا ڳالهايان؟ گهڙيءَ پلڪ جي مهمان آهيان. جڏهن منهنجو ساهہ نڪري، تہ خدا جي واسطي جوانمردي ڪري، مون کي هن صندوق سميت، زمين جي ڪنهن گوشي ۾ پوري ڇڏج، تان جو دنيا جي چڱي ۽ بُري جي زبان کان ڇوٽڪارو لهي سگهان ۽ توکي بہ ثواب ٿئي." اِئين چئي چپ ٿي ويئي. رات جي سبب ڪجهہ ٿي نہ ٿي سگهيو. اُها صندوق گهڻيءَ تڪليف سان سوري، پنهنجي سامان وٽ آنديم ۽ گهڙيون ڳڻڻ لڳس، تہ ڪڏهن ٿي رات پوري ٿئي ۽ صبح ٿئي تہ پنهنجي طاقت آهر سندس وجي علاج ڪريان. اُها باقي رات بہ پهاڙ ٿي پيئي. دل گهبرائڻ لڳي. خدا خدا ڪندي، پَرهہ ڦُٽي، ڪُڪڙن جو بانگون شروع ٿيون، ماڻهن جا آواز اچڻ لڳا. مان فجر جي نماز پڙهي. صندوق کي گهوڙي جي مٿان بَڌم. جيئن دروازو کليو، مان شهر ۾ داخل ٿيس. شهر ۾ مسواڙي جاءِ جي ڳولا ۾ ڦرندو رهيس. ڳوليندي ڳوليندي، هڪ خوشنما مڪان حاصل ڪيم. پهريائين هيءُ ڪم ڪيم. جو اُن سهڻيءَ کي ڪپهہ ۾ سمهاري، گوشائتو ڪيم. هڪ معتبر ماڻهو وٽس ڇڏي، ڪنهن جراح حڪيم جي ڳولا شروع ڪيم. پڇائيندي پڇائيندي، هڪڙي شخص ڏس ڏنو تہ "هن شهر ۾ هڪڙو جراح حڪيم آهي، اُن جي هٿ ۾ خدا تعاليٰ ڪا اهڙي شفا ڏني آهي، جو جيڪو وٽس وڃي، اُن کي صحت حاصل ٿيو وڃي. اُن حڪيم صاحب جي جاءِ فلاڻي محلي ۾ آهي ۽ سندس نالو عيسيٰ حجم آهي." مون جڏهن هيءَ خوشيءَ جي جهڙي ڳالهہ ٻڌي، تڏهن اُمالڪ اوڏانهن روانو ٿيس. ڏسائيندي،

وجي، اُن محلي کي لڌم. عيسيٰ جراح جي مکان ۾، جڏهن اندر گهڙيس، تڏهن ڏٺم تہ هڪڙي صندليءَ تي هڪڙو پير مرد چڙهيو وينو آهي ۽ سندس چوڌاري ڪيترائي ماڻهو مڙيا وينا آهن. هن مسڪين بہ ويندي، خوشامد ڪري، گهڻي نياز سان سندس سلام ڪيو. چيومانس تہ "اوهان جو ناموس ۽ تعريف ٻڌي، ڳولهيندي اوهان وٽ پهتو آهيان. حقيقت هيءَ آهي تہ مان پنهنجي ملڪ مان سوداگريءَ جي واسطي هن شهر ڏي اُتي هليس، مون کي پنهنجي گهر واريءَ سان بيحد محبت هئي، تنهنڪري اُن کي بہ پاڻ سان گڏ ڪينم. نيٺ جڏهن هن شهر کي اَچي ويجهو پهتس، تڏهن ڳچ رات گذري چڪي هئي. ڪوٽ جي چوڪيدارن دروازي کي نہ کوليو. تڏهن لاچار ٻاهر هڪ وڻ هينيان قيام ڪيوسين. اَڌيءَ رات جو. بيرحم ڦورو آيا، جن سامان لٽيو، پر منهنجي نيڪ بخت بيبيءَ کي بہ زيورن جي طمع ۾ ڦٽيو. اُن بيگاهہ وقت ۾، مون کان ٻيو ڪجهہ تي نہ سگهيو، جيئن تيئن ڪري رات جون گهڙيون، اُن ويرانيءَ ۾ ڪٽي، دروازي کلندي ئي، شهر ۾ آيس. جاءِ ڪرايي تي وٺي، بيبيءَ کي جائيتو ڪري، سندس علاج جي لاءِ ٻاهر نڪتس. اوهان جو ناموس ٻڌي، اوهان ڏي ڊوڙي آيس ۽ خدمت ۾ حاضر ٿيو آهيان. خدا تعاليٰ اوهان کي حڪمت عطا فرمائي آهي، مهرباني ڪري قدم رنج فرمائي اُن مرڻينگ کي هلي ڏسو تہ سندس بچڻ جي ڪا اُميد بہ آهي يا نہ؟ جي اوهان جي احسان سان، سندس علاج جو ڪو بندوبست ٿي پوي، تہ مان حتي المقدور اوهان جي خدمت ڪندس ۽ ساري عمر هيءُ احسان نہ وساريندس."

عيسيٰ جراح بہ ڏاڍو نرم دل ماڻهو هو. ڪيس منهنجي اُفتاده حال تي ڪهل آئي، لائق ڪري مون سان همراه ٿيو ۽ اَچي اُن بيبيءَ کي ڏٺائين. ڏسي تسلي ڏنائين ۽ چيائين تہ "خدا خير ڪندو. هي ڦَٽ خدا گهريو تہ چاليهن ڏينهن جي اندر مڙي ويندا ۽ مٿي پاٽي پوندو." مطلب تہ اوڏيءَ وير نم جا پن گهرائي، تن جي پاڻيءَ سان سيني وَڍَن کي ڌوئي صاف ڪيائين. پوءِ پنهنجي ڪيسي مان هڪ مرهم جي دٻلي ڪڍيائين ۽ زخمن تي اُهو مرهم رکيائين. ڪم کان فارغ ٿي، موڪلائڻ وقت چيائين تہ "مان هينئر وڃان ٿو. اِگتي هر روز بہ دفعا پيو ايندس. فقط اِها خبرداري ڪج تہ ڪنهن ريت ڦٽن کي ڪو وڏيڪ ايذاءُ نہ اَچي. ڪبوتر جو شوربو کيس کارائيندو رَهُہ. پاڻيءَ جي بدران گلاب جي پاڻيءَ ۾

بيدمشڪ جو عرق پيارينده رهـ، جيئن سندس دل جي طاقت بحال رهي." جيتري قدر تي سگهيو، عيسيٰ جراح جي خدمت ڪيم. اُن ڪان پوءِ هُو موڪلائي ويو. جراح جي وڃڻ ڪان پوءِ، اُن پريءَ جي پرگهور ۾ چست ٿيس. هُن جو پريشانيءَ وارو حال ڏسي، منهنجو تہ سُڪ ئي ڦٽي ويو. رات ڏينهن دعائون ٿي گهرندو رهيس تہ "اي ڌڻي، هن کي جلد ئي شفاياب ڪر!" ٿورن ڏينهن ڪان پوءِ اُهو سوداگر، جنهن کي مون تجارت جو سامان سپرد ڪيو هو، اچي نڪتو. تنهن ڪان وڃي پنهنجو سامان سنڀالي ورتم، دل ۾ چيم تہ هاڻي هن سامان جي وڪڻڻ جي ڪريان يا هن پريءَ جي چاڪري ڪريان! نيٺ، جيئن تيئن اُهو سامان نفعي ۽ نقصان جي سوچڻ ڪان سواءِ وڪڻي، پيسا وٺي آيس. اُها سڄي موڙي سندس دوا دارونءَ تي خرچ ڪندو رهيس. عيسيٰ جراح هميشہ ايندو رهيو. مان بہ ڪيس ڏيئي وٺي، خرچ ڪندورهيس. نيٺ ڪن ڏينهن ڪان پوءِ، هوءَ پري چڱي ڀلي ٿي، ۽ مٿي تي پاڻي وڌائين. هن خوشيءَ ۾ عيسيٰ جراح کي ڪيتريون ئي اشرفيون، ۽ هڪ عمدي سروپا ڏنيم ۽ گهڻوئي سندس احسان مڃيم. ۽ فقيرن ۽ مسڪينن کي پيسا ۽ ڪپڙا ڏنم. ايتري تہ خوشي ٿيم جو ڪپڙن ۾ نہ ٿي ماپيس. ڄڻ هڪ دهقانيءَ کي هفت اقليم جي بادشاهي ملي ويئي هئي! هوءَ سونهن واري جيئن مون کي چئي رهي هئي، تيئن ٿي ڪيم. هن بہ جڏهن مون کي پنهنجي خدمت ۾ چست ڏٺو، تڏهن نهايت لاڏ مان حڪومت هلائڻ لڳي. منهنجي لاءِ سردار ٻڌجي ويئي. نيٺ هڪ ڏينهن چيائين تہ "منهنجو هڪ نڪتو ٻڌي ڇڏ!" چيومانس، "حاضر، جيئن ارشاد ٿئي. مان ڪڏهن بہ تعميل ۾ دير نہ وجهندس." چيائين تہ "جڏهن بہ آءُ توکي ڪو ڪم چوان، تہ اُن ڪان انڪار نہ ڪج، نہ وري اُن جي لاءِ ڪو سبب يا تفصيل پڇج. جيڪڏهن تون ائين نہ ڪري سگهين تہ پوءِ محبت جو مزو نہ رهندو، اٽبٽت ٿيندي، ۽ شايد هلاڪت ۾ اچين." تڏهن مون هٿ ٻڌي عرض ڪيومانس تہ "غلام کي اِها طاقت نہ آهي، جو اوهان جي مرضيءَ ڪان سواءِ ڪو قدم کڻي. خدا نہ ڪندو جو مان اوهان سان بي النفاتي يا بي ادبي ڪندس." هميشہ جي دستور موجب اُن پريءَ جي خدمت ۾ حاضر هوندو هوس. ڪڏهن بہ ڪو اُن جي رضا ڪان سواءِ ڪن نہ ڪيم. چاتم ٿي تہ هن کي بہ ڪجهہ منهنجي ڏکڻ ڏوڙن جو قدر پيو آهي.

مطلب تہ سندس خدمت ڪندي. جيڪو بہ منهنجو سرمايو هو، سو ڪجهہ دوائن ۽ علاج ۾، ۽ ڪجهہ خوراڪ ۽ پوشاڪ تي خرچيم. تان جو اَچي صفا هٿن تي بيٺس. ڏاريو ملڪ. نہ ڪو ڄاڻي نہ سڃاڻي. نہ ڪنهن ۾ اُڌاري جو اُميد. ڪجي تہ ڇا ڪجي! آخر هتي اَچي بيناسون، جو ڏهاڙيءَ جي ڪاڏي لاءِ پريشاني. صبح جو ڪاڏو ملي تہ شام لاءِ حيراني. اَچي فڪرن ورايو. هڪ ويلو گذريو تہ ٻئي جي ڳڻتي. فقير جي ڪاوڙ پاڻ تي. ڏاڍو اَچي موڙهس. هڪ ڏينهن اُن پريءَ مون کي ڪوماڻيل ڏٺو. تنهن منهنجي فڪر کي سمجهي ورتو. سڏي دلداري ڏنائين، ۽ چيائين تہ "هيڏي اچ!" مان سڏ تي وڃي اڳيان حاضر ٿيس. تڏهن چوڻ لڳي تہ "تو جي مون سان مهربانيون ڪيون آهن، تن جو عيوض تہ توکي ڏيئي نہ ٿي سگهان، ۽ جي پير تو مون سان پريا آهن، سي مرندي بہ نہ وسرندا. هاڻي جيڪڏهن توکي خرچ جي تنگيءَ اچي ورايو آهي، تہ دلجاءِ ڪر، مايوس نہ ٿيءُ. خدا ڪندو تہ سيڪي تي پوندو. هاڻي جلدي ڪر، مون کي قلم ڪاغذ ڏي، تہ مان توکي چٺي لکي ڏيان. اُميد آهي تہ اُن چٺيءَ تي توکي پئسا ملي ويندا." سندس هي ڏڍ ۽ تسليءَ جهڙا لفظ ٻڌي، مون کي پڪ ٿي تہ هيءَ ڪا شهزادي آهي. سندس چئي موجب، مس قلم ۽ ڪاغذ ڪٺي ڪيس ڏنم. هُن رقعو لکي مون کي هٿ ۾ ڏنو ۽ چيائين تہ "قلعي جي پاسي ۾ هڪ وڏو محلات آهي. اُن جي پرسان هڪ گهٽي آهي. اُن مان لنگهي ٻاهر ايندين تہ هڪ وڏي حويلي نظر ايندي. اُن حويليءَ جي در تي ٻهار نالي حبشيءَ کي ڳولي هٿ ڪجاءِ ۽ هيءُ خط اُن کي ڏج." فقير، اُن جي حڪم موجب، ڏنل ڏس ۽ نشاني تي، منزل مقصود تائين وڃي پهتو. دربان جي زباني، خط جي حقيقت چوائي موڪليم. ٻڌندي ئي، هڪ حبشي جوان، شڪل جو ناهوڪو، وڏي ناهہ نوهہ سان ٻاهر نڪري آيو. اگرچہ رنگ جو سانورو هو، پر منهن ۾ نمڪ پريل هوس. منهنجي هٿ مان خط وٺي پڙهائين، نہ ڪجهہ پڇيائين نہ ڳالهايائين. ساڳين قدمن تي موٽي اندر ويو. ٿوريءَ دير ۾ موٽي آيو، ۽ غلامن جي مٿي تي زربفت جون ڳوٿريون، مهر لڳل، ڪڍائي آيو. ڪين چيائين تہ "هن جوان سان ساڻ وڃي، ڪيس اهي ڳوٿريون سندس جاءِ تي پهچائي ڏيو." مون بہ ڪيس سلام ڪري، ڪانئس موڪلايو. گهر پهچي، دروازي تي غلامن کي رخصت ڏنيم. اُهي ڳوٿريون ڪٺي اَمانت طرح اچي پريءَ آڏو رکيم. هُن ڏسي



هُن چِٺي لڪي، مون کي هٿ ۾ ڏنو . . . . .

چيو تہ "هي يارهن ڳوترين اشرفين جون آهن. وجي خرچ ڪر. اڳتي خدا رزاق آهي." فقير هنن همياڻين مان خرچ ڪرڻ لڳو ۽ خرچ جي طرف کان دل جمعي ٿي، مگر دل ضرور کٽڪو رهيو تہ اِالاهي هيءُ عجيب حالت آهي. جو سواءِ پڇڻ جي، هڪ اڻڄاڻ ماڻهو ايڏو مال هڪ اجنبيءَ کي هڪ ڪاغذ جي پرزي تي ڪيڏي ڏيئي! جيئن تہ اُن پَريءَ سوال جواب جي منع ڪري ڇڏي هئي. اُن ڪري طاقت ٿي نہ سگهي، جو اُن کان ڪجهہ پڇي سگهان. اُنن ڏينهن کان پوءِ، اُن صورت جي ڪاڻ مون کي چيو تہ "الله تعاليٰ آدميءَ کي انسانيت جو جامو عطا ڪيو آهي، جو نہ ڦاٽي سگهي ٿو نہ ميرو ٿي سگهي ٿو. اگرچہ پراڻن ڪپڙن سان اُن جي انسانيت ۾ ڪوبہ فرق نہ ٿو پوي، پر ظاهر ۾ خلق الله جي نگاهن ۾، سندس عزت ۽ توقير نہ ٿي رهي. ٻہ همياڻيون اشرفين جو کڻي، شهر جي چونڪ جي چوواٽي وٽ يوسف سوداگر جي دڪان تي وڃ. جواهرن مان ڪي قيمتي موتي، ۽ زرق برق پوشاڪون خريد ڪري اَچ."

فقير پڇائيندي، اُن سوداگر جي دڪان تي وڃي پهتو. ڏٺم تہ هڪ نوجوان خوبصورت، زعفراني پوشاڪ پهريون، گديءَ تي وينو آهي. اُن جوان جي هيءَ حالت هئي، جو اُن جي ڏسڻ لاءِ ماڻهو سندس دڪان کان بازار تائين بيٺل هئا. مان وڏي شوق مان، نزديڪ وڃي ساڻس سلام ڪري وينس. جا چيز گهربل هئي، طلب ڪيم. منهنجي گفتگو جو لهجو اُتان جي شهرين جهڙو نہ ڏسي، اُن جوان وڏيءَ محبت سان چيو تہ "جو ڪجهہ اوهان کي گهرجي، سو موجود آهي، پر هيءُ ٻڌايو تہ اوهان ڪهڙي ملڪ کان آيا آهيو ۽ هن اَجنبي شهر ۾ رهڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟ جيڪڏهن پنهنجي احوال کان واقف ڪريو تہ مهرباني." جيئن تہ مون کي پنهنجو صحيح احوال ظاهر ڪرڻو نہ هو، ڳالهہ ٽاهي، جواهر ۽ پوشاڪ وٺي، کانئس رخصت گهريم. اُن جوان جوهريءَ مون کي چيو تہ "سائين، مهرباني ڪري فرصت ۾ مون وٽ ايندا ڪريو. اِهڙيءَ ريت جلدي اُٿي وڃڻ زيبائتو تہ نہ آهي." هن هي لفظ مون کي اهڙي طرح چيا، جو دل کي وڻيم، ۽ بي مروت ٿي، اُٿي وڃڻ مناسب نہ ڄاتم. مان سندس خاطر وري ويهي رهيس ۽ چيومانس تہ "اوهان جو فرمان اکين تي." هيءُ ٻڌي خوش ٿيو. چوڻ لڳو تہ "اڄوڪو ڏينهن جي منهنجي گهر هلو تہ وڏي مهرباني سمجهندس. شايد ٻہ چار گهڙيون اوهان جي صحبت ۾ گذرن ۽ گڏجي کائي پي دل وندرايون." جيئن تو

مون اُن پريءَ کي ڪڏهن بہ اڪيلو نہ ڇڏيو هو. سندس تنهائيءَ کي ياد ڪري، عذر ڪندو رهيس، پر هن جوان ڪنهن بہ ريت نہ مڃيو. آخر شين کي گهر پهچائي، موتي اچڻ جو وعدي تي موڪلايم. دڪان تان اُتي گهر آيس ۽ اُن پريءَ جي آڏو سڀ سامان رکيم. هُن جواهريءَ جي حقيقت پڇي. مون ڪيس سڄو احوال دعوت جو ڪري ٻڌايو. چيائين تہ "آدميءَ کي پنهنجو قول ۽ اقرار پاڙڻ کپي. مون کي خدا جي نگهبانيءَ ۾ ڇڏي، پنهنجي واعدي کي وفا ڪر. دعوت قبول ڪرڻ پيغمبري سنت آهي." تڏهن مون چيومانس تہ "توهان کي اڪيلو ڇڏڻ ڪنهن بہ ريت مناسب نہ آهي، پر اوهان جي راءِ جيڪڏهن اِها آهي تہ لاچار وڃان ٿو." اِئين چئي اُن جوهريءَ جي دڪان تي ويس. ڏٺم تہ هُو منهنجي اِنتظار ۾، موڙي تي ويٺو آهي ۽ منهنجو اِنتظار ڪري رهيو آهي. ڏسندي چيائين تہ "اچو سائين، چڱي راهہ ڏيکاري اُٿوا" هُن اُتي منهنجي هٿ کي ورتو ۽ هليو. هلندي هلندي، هڪ باغ وٽ وڃي پهتاسون. اُتي تہ ڇڻ بهار لڳو پيو هو. حوض ۽ نهرين ۾ فوهارن جو پاڻي اُڇلجي رهيو هو. ميويدار وڻن ۾ طرحين طرحين ميوا ٿي نظر آيا ۽ وڻ اُن بار کان عجيب نموني ۾ لُڏي رهيا هئا. رنگ برنگ پکي اُنهن تي ويٺل هئا ۽ عجيب منيون لاتيون ڪري رهيا هئا. اندر جاءِ ۾ گلم، غاليچا ۽ ڪرسيون پيل هيون. اسين وڃي نهر جي ڪناري تي ڪرسيون وڇائي ويٺاسون. ايتري ۾ هُو جوهري اندر ويو ۽ وڃي لباس مٽائي آيو. مون چيس تہ "چڱو وڳو ڍڪي آيو آهين!" چيائين تہ "چڱو آهي، جو اوهين بہ وڃي پوشاڪ مٽائي اچو!" مان بہ سندس چئي موجب اُتي ڪپڙا مٽائي اچي ويٺس. جوهريءَ ڏاڍي قريني سان منهنجي دعوت جو سامان ڪيو. جو ڪجهہ انسانيت کي عيش عشرت لاءِ کپي، سو هڪيو حاضر ڪيائين. اسان پاڻ ۾ کل ۽ خوشيءَ جون ڳالهيون پئي ڪيون. ايتري ۾ ساقي شراب جي دور لاءِ شيشي ۽ پيالي سان اچي حاضر ٿيو. ڪباب ڪوفتا بہ وقت سر اچي موجود ٿيا. هڪبئي پنيان شراب جو دور پئي آيو. اَجان ٽي چار پيالا مس پيتاسون، تہ چار خوبصورت ڇوڪرا، زلف ڪوليون، مجلس ۾ ڳائڻ وڄائڻ لڳا ۽ اهڙو تہ رنگ رچيائون، جو جيڪڏهن تانسين هجي ها، تہ ڪانئس پنهنجي تان وسري وڃي ها. هن مزي ۾ اوچتو جوهريءَ جي اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا ۽ بہ چار لڙڪ سندس اکين مان نڪري پيا. مون کي چوڻ لڳو تہ "جيئن تہ هينئر

اسان جي پريت پختي آهي، اُن ڪري دل جو ڳجهه دوستن کان لڪائڻ نه گهرجي. هڪ ڳالهه بي تڪلف دوستيءَ جي آڌار تي چوان ٿو: جيڪڏهن حڪم هجي ته پنهنجي محبوبه کي گهرائي هن مجلس ۾ پنهنجي دل جي تسلي ڪريان، ڇو ته اُن جي جدائيءَ ۾ ڪاٻه ورونهن نه ٿي وٽي." هيءَ حقيقت ايڏي ته شوق سان چيائين، جو سواءِ ڏسڻ جي هن فقير جي دل به مشتاق ٿي. چيومانس، "مون کي تنهنجي خوشي درڪار آهي، اُن ۾ دير ڇا جي؟ سچ آهي دوست کان سواءِ ڪابه شيءِ مني نه لڳندي آهي." هُن جوان پردي جي طرف اشارو ڪيو. اُتان هڪ عورت بدشڪل، ڏائڻ جهڙي، جنهن کي ڏسي انسان بي موت مري وڃي، اَچي جوهريءَ جي پاسي ۾ ويٺي. مان ته هن کي ڏسندي ڊڄي ويس. دل ۾ چيم. هن پريزاد جوان جي اها ئي محبوبه آهي، جنهن جي ايڏي تعريف ڪري، شوق ٿي ظاهر ڪيائين! مان لاحول پڙهي چپ ٿي ويس. اِهڙيءَ ريت ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون شراب ۽ راڳ جي مجلس قائم رهي، چوٿين رات ننڊ ۽ نشي جي غلبي کان بي اختيار سمهي رهيس. جڏهن صبح ٿيو. اُن جوان جاڳايو. ڪيئي پيالا خمار جي لاهڻ لاءِ پياري. پنهنجي محبوبه کي چيائين ته "هاڻي زياده تڪليف مهمان کي ڏيڻ چڱي نه آهي!" اسين هڪبئي کي هٿ ڏيئي اُٿياسون. اُهي ڪپڙا جي مون ڍڪيا هئا، سي لاهي پنهنجا پهريم. اُتي پنهنجي جاءِ ڏي هليس، ۽ اچي اُن پريءَ جي روبرو حاضر ٿيس. پر هن کان اڳ ڪڏهن به ائين نه ٿيو هو. جو مان اُن پياريءَ کي ڪا رات اڪيلو ڇڏي ويو هجان. هي جي سمورا ٽي ڏينهن ۽ چار راتيون غير حاضر رهيو هوس. تنهن جو ڏاڍو شرم ٿيم ۽ گهڻيءَ عاجزيءَ سان اُن پريءَ کان معافي گهريم. چيومانس ته "مون کي اجا به جوهريءَ نه ٿي ڇڏيو، زوري مَس هليو آيس." هيءَ جا زماني جي وڏي ڪيڏار هئي، سا مُرڪي چوڻ لڳي ته "هن ۾ ڪهڙي حرڪت آهي، جو هڪڙو دوست ٻئي دوست وٽ وڃي به ٽي ڏينهن ترسي پوي. اهو قصور ڪونهي. آءُ توکي معاف ٿي ڪريان. پر قاعدو آهي ته جڏهن ڪو ماڻهو ٻئي جي گهر ويندو آهي، ته ضرور پنهنجي گهرواريءَ جي مرضيءَ موجب گهر موٽي ايندو آهي. قرب ۽ پيار اِنهيءَ ريت وڌندو آهي. هاڻي اِها مفت دعوت کائي، ماٺ ڪري ويهندين ڇا؟ يا اُن جي عيوض ڏيندين! نهي اِئين ٿو ته تون به هينئر وڃي، اُن جوهريءَ کي دعوت ڏيئي اَچ. اِهو فڪر نه ڪر ته دعوت جو

سامان موجود نہ آهي. اُن جو بندوبست مان پاڻيهي ڪنديس. خدا ڪندو تہ دعوت جي مجلس چڱي نهي پوندي." مان سندس مرضيءَ موجب، جوهريءَ ڏي لنگهي ويس. چيومانس تہ "دوست، مان تنهنجي حڪم موجب اچيءَ حاضر ٿيو هوس. تون بہ هينئر منهنجي دعوت قبول ڪر." هُن پهريائين تہ ڪيترائي عذر ڏنا ۽ سبب ڏيکاريا، پر امان بہ ڇنبڙي پيومانس. آخر دعوت قبول ڪيائين ۽ مان پرپاهرو ڪيس پنهنجي گهر ڏانهن وٺي هليس. واٽ تي دعوت جي سامان لاءِ پئي سوچيم تہ ألائجي پورو بندوبست ٿي سگهيو آهي يا نہ؟ اِنهيءَ فڪر ۾ اچي جاءِ ڪي ويجهو ٿيس. ڇا ڏسان تہ در تي وڏي ڌوم ڌام لڳي ويئي آهي. عجيب طرح جي صفائي ٿيل آهي، ۽ ڇوڏاري پاڻيءَ جي ڇٽڪار آهي. نوڪر چاڪر سڀ حاضر بيٺا آهن. مان ڏسندي حيران ٿي ويس. گهر ۾ پير پائيندي ڏٺم تہ مار! جاءِ ۾ هر هنڌ فرش فروش وڇايل آهي ۽ ٽيڪ واريون ڪرسيون قريني سان رکيون آهن. اُنهن ڪان سواءِ هر هنڌ گلدستا ۽ گلابدانيون موجود آهن. طاقن ۽ ڇڄهرين تي نهايت نفيس ۽ نزاڪت ڀريو شيشي جو سامان موجود آهي. رنگ برنگ پيالين جي بهار لڳي پيئي آهي. هنن شين ڪان سواءِ، بتيون، هنڊيون ۽ شمعدان، رنگين شيشن سان، هر جاءِ تي تيار رکيا آهن. سڄو دالان ڪافوري شمعن سان معمور آهي. اُنهن جي مٿان وري چٽسالي قنديل رکيل آهن. گويا ڏياريءَ جو مزو اچي رهيو هو. هڪ جهاڙ ۾ لعلون موجود هيون، ۽ سڄي دالان ۾ سونن شمعدانن ۾ ڪافوري شمعون ٻري رهيون هيون. سڀ ماڻهو پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ رُڌل ٿي نظر آيا. بورچيخاني ڪان ديگين ڪڙڪن جا آواز اچي رهيا هئا. پاڻيءَ جي جاءِ تي دلا، مٽيون ۽ صراحيون قريني سان رکيون هيون. برف جي مٿان پاڻيءَ سان ڀريل آبخورا موجود هئا، هڪ هڪ آبخوري ۾ بلوري گلاس جي مٿان سهڻا سرپوش پيل هئا. مطلب تہ شاهاڻو اسباب ٿي نظر آيو. راڳيندڙ، سازن وارا، قوال ۽ ڳائڻيون بہ موجود هيون. فقير اُن جوان کي وٺي وڃي مسند تي ويهاريو. دل ۾ حيران هيس تہ خدايا هن ٿوري وقت ۾ هيڏي تياري ڪهڙيءَ ريت ٿي ويئي! هر طرف ڳوليندو رهيس، پر هوءَ پري ڪٿي بہ نظر نہ آئي. آخر ڳوليندي ڳوليندي وڃي بورچيخاني ۾ نڪتس. ڏٺم تہ اُها نازنين موجود هئي- ٻانهون قميص جون ڪڄيل هيس، سادو لباس، مٿي تي هڪ رومال ٻڌل هيس. ڪاڏي جي شين جي

ئاھ نوھ ۾ مشغول ھئي. اُن سادي لباس ۾ بہ ھوءَ نھايت ڀلي ٿي نظر آئي:-

نہ آ محتاج زيور جو، خدا جنھن کي ٿو خوبي ڏي،
ڏسو ڳھڻن بنا آ چــنــدٻ ڪيڏو خوشنما ســھڻو !

اُن محنت کان سندس گلاب جھڙو بدن پگھر پگھر ٿـي ويو ھو. وٽـس ويـس ۾ سندس حسن انتظام ۾ شعور جيٰ تعريف ڪيم. ھيءَ خوشامد ٻڌي، سندس منھـن ۾ گھنج پئجي ويو. چوڻ لڳي تہ "انسان کان اھڙا ڪم ٿيندا آھن، جن جي فرشتن کي مجال ٿي نہ سگھندي آھي. آخر مون ڇا ڪيو آھي، جو ايترو حيران ٿـي ويو آھين! اھي ڳالھيون مون کي نہ وڻنديون آھن. مون کي ٻڌاءِ تہ ھيءُ ڪھڙو ماڻھپو آھي، جو مھمان کي ڇڏي، ھيڏي ھوڏي گھمندو ٿو وتيـن! ھُـو ٻنھنجي دل ۾ ڇا چوندو ھوندو؟ جلد وڃي سندس مجلس ۾ ويھ ۽ سندس خاطرداري ڪر. سندس محبوبہ کي بہ گھرائي ساڻس گڏ ويھار." فقير ھيءُ ٻڌي اُن جوان ڏي موٽـي ويـو. محفل گرم ٿي. ايتري ۾ بہ غلام، صاحب جمال، صراحي ۽ جڙاءَ دار جام ھٿ ۾ کنيو اَچي حاضر ٿيا. شراب پيارڻ لڳا. مون اُن مھمان کي چيـو تـہ "مـان ھر طرح اوھان جي مخلص ۽ خادم آھيان. چڱو آھي تہ جنھن صاحب جمال تـي اوھـان جي دل مائل آھي، اُن کي بہ گھرائي مجلس ۾ شريڪ ڪجي." ھي ٻڌي ھُـو نھايت خوش ٿيو ۽ چيائين تہ "واھ جو منھنجي دل جي ڳالھ ڪئي اٿيئي!" مـان ھـڪ خواجي کي اُن جي وٺي اچڻ لاءِ موڪليو. اَڌَ رات جو ھُـوءَ ڏائڻ جھڙي، اوچتو آفت وانگر اچي پھتي. فقير، لاچار مھمان جي خاطر اُٿي. سندس آدر ڀاءُ ڪري، اُن جوان جي پرسان ڪيس ويھاريو. جوان اُن کي ڏسندي اھڙو تہ خوش ٿيو، جو ڪپڙن ۾ نـہ ٿـي ماپيو. ھُـوءَ ڏائـڻ بـہ اُن پريزاد جي ڳچيءَ سان اَچي چنبڙي. چـڻ تـہ چوڏھينءَ رات جي چنڊ کي گرھڻ لڳي ويو. جيترا بہ مجلس ۾ ماڻھو موجود ھئا، اُھي ڏندين آڱرين پئجي ويا. چڻ تہ بلا اُن جوان کـي وڪوڙجـي ويئي ھئي. ھـڪ شخص پاسي مان چيو تـہ "يارو، عشق ۽ عقل ۾ ضد آھي. جو عقل ۾ اَچي نـہ سگھندو آھي، اُن کي عشق ڪري ڏيکاريندو آھي. ليليٰ کي مجنون جي اکين سان ڏسو." سيٺي چيو تہ "تون سچ ٿو چوين".

مطلب تہ ھي فقير حڪم موجب مھمانداريءَ ۾ حاضر ھو. اگرچہ جوان ڪاڏي ڪاٿڻ لاءِ زور ڀريندو رھيو، پر مان اُن پريءَ جو خوف سبب ڪنھن بہ طرف خيال نہ ٿي ڏنو. ۽ مھمانداريءَ جو عذر ڪري شامل نـہ پـئي ٿيس. ھن حالت ۾ ٽـي

ڏينهن، ٽي راتيون گذري ويا. چوٿينءَ رات اُن جوان نهايت جوش مان مون کي سڏي چيو تہ "هينئر اسان موڪلايون ٿا. تنهنجي خاطر سڀ ڪاروبار ڇڏي، ٽي ڏينهن هتي حاضر رهيو آهيان. تون بہ تہ اسان وٽ اُچي هڪ گهڙي ويهہ ۽ اسان جي دل خوش ڪر." مان پنهنجي دل ۾ سوچيو تہ جي هينئر بہ سندس دل ناراض ڪيم تہ هُو آزردو ٿيندو. نيئن دوست ۽ مهمان جي خاطر رکڻ ضروري آهي. تڏهن چيومانس تہ "اوهان جو حڪم بجا آڻڻ بہ ضروري آهي." هي ٻڌي، هن شراب جي پيالي سان منهنجو تواضع ڪيو ۽ مان ونئي پي ويس. اهڙيءَ ريت دور هلندو رهيو. ٿوريءَ دير کان پوءِ، سپيئي مجلس جا ماڻهو ڪيف کان مخمور ٿي ويا، ۽ سڀ بيهوش پئجي رهياسون. جڏهن صبح ٿيو ۽ سج سَوا هٿ تي آيو، تڏهن منهنجي اک کلي. ڇا ڏسان تہ نہ اُها مجلس آهي نہ شان شوڪت! نہ اُها پري، نہ اُهي مهمان! خالي حويلي پڙيانگ نظر آئي. ڏٺم تہ هڪ ڪنڊ ۾ هڪ ڪمبل ويڙهيو پيو آهي. اُن کي کوليم تہ هڪ عجيب حالت نظر آئي، جوهري ۽ سندس عورت جا سر ڪپيل نظر آيا! هي نظارو ڏسي، منهنجو تہ هوش اُڏري ويو. عقل ڪم ئي نہ ٿي ڪيو تہ ڇا مان ڇا ٿي ويو! حيرانيءَ سان هر طرف ڏسي رهيو هوس. ايتري ۾ هڪ خواجہ سراءِ کي ڏٺم، جو دعوت جو ڪم ۾ شريڪ هو. اُن کي ڏسي فقير کي آٿت آيو. ٿيل واردات جو پڇيومانس. هن جواب ڏنو تہ "توکي تحقيقات سان ڪهڙو واسطو؟" مان پنهنجي دل ۾ غور ڪيو تہ سچ ٿو چوي. ٿورو وقت ترسي وري چيومانس تہ "يلا، ٻڌاءِ تہ سهي تہ هُوءَ محبوبہ ڪٿي آهي؟" تڏهن هن جواب ڏنو تہ "البت جا مون کي خبر آهي، سان توکي ٻڌائيندس. پر تو جهڙو عقلمند انسان، حضور جي مرضيءَ کان سواءِ، ٻن ڏينهن جي دوستي تي نڳجي، ايتري قدر شراب جي نشي ۾ مدهوش ڪيئن ٿي ويو!" فقير پنهنجي حرڪت ۾ اُن جي نصيحت تي نهايت پشيمان ٿيو. چيومانس تہ "حقيقت ۾ مون کان تقصير ٿي آهي، جنهن لاءِ اُميد اٿم تہ معافي ملندي." آخر ان خواجہ سراءِ مهربان ٿي، اُن پريءَ جي مڪان جو نشان ڏنو. اُن کان پوءِ هُن ٻنهي لاشن کي پورڻ جو انتظام ڪيو، ۽ مان هن تهمت کان الڳ ٿي ويس. اُن پريءَ جي ڳولڻ جي اشتياق ۾ نڪري پيس. ڳوليندي ڳوليندي، شام جو، ڏنل نشان تي، وڃي ان گهٽيءَ ۾ پهتس. دروازي جي نزديڪ، هڪ ڪنڊ ۾ سڄي رات ڦٿڪندو، اکين تي ڪاٽيم. ڪنهن بہ اُچ

وج جو ڪڙڪو نہ ٻڌم. نہ وري ڪنهن مون کان منہ جو حال پڇيو. هن بيڪسيءَ جي حالت ۾ پرهہ ڦُٽي. جڏهن سج نڪتو، تہ محلات جي ماڙيءَ جي هڪ دريءَ مان هُوءَ ماهرو منهنجي طرف ڏسڻ لڳي. مان هي ڏسي ڪپڙن ۾ نہ ٿي ماپيس. خدا جو شڪر ڪيم. ايتري ۾ هڪ خواجہ مون وٽ لنگهي آيو ۽ چيائين تہ "تون هُن سامهون واريءَ مسجد ۾ وڃي ويهہ. شايد اُتي تنهنجو مطلب پورو ٿئي ۽ دل جي مراد ملي." فقير سندس حڪم کي ٻڌي، اُتان اُتي وڃي مسجد ۾ ويٺو. پر اکيون محلات جي دروازي ۾ اٽڪيون رهيون، تہ ڏسجي تہ غيب جي پردي مان ڇا ٿو ظاهر ٿئي. سڄو ڏينهن اهڙيءَ ريت گذاريم، جيئن روزه دار کي شام جو انتظار تي پوندو آهي. اُهو پهاڙ جهڙو ڏينهن، ڇاتيءَ تان ٽريو. هڪ پيرو وري ساڳيوئي خواجہ سرا آيو. هُن شفيق، جو سڄي راز ۽ نياز جو واقف هو، مون کي تسلي ڏني. هٿ وٺي، گڏ وٺي هليو. رفتہ رفتہ هڪ باغيچي ۾ ويهاري، مون کي چيائين تہ "هتي ترسو." پاڻ موڪلائي، اُن پريءَ جي حضور ۾ شايد حقيقت ٻڌائڻ لاءِ ويو. مان اُن باغ ۾ گلن جي بهار سهائي رات جي روشنيءَ ۾ ڏسندو رهيس. حوض ۾ ڦوهارن کان ساوڻ جي جُهڙي تي نظر آئي. گلن کي ڏسي، اُن گلبدن جو خيال آيو. جڏهن چنڊ تي نظر پيئي، تڏهن اُن دوست جو چهرو ياد آيو. هيءَ سڄي بهار، اُن کان سواءِ منهنجي اکين ۾ خار هئي. خدا جو شڪر، جو آخر اُن جي دل نرم ٿي. هُوءَ پري، باغ جي دروازي کان، چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر سينگاريل ظاهر ٿي. ڳچيءَ ۾ بادل جي رنگ جهڙو ڪڙتو هوس، جنهن جي سنجاف تي موتين جي لهر ٽاڪيل هئي، مٿي تي رئو هوس، جو بہ موتين سان پُريل هو. جنهن جو پَلوُ خشڪ هوا ۾ آزاديءَ سان ٿي اڏاميو. هُوءَ ٽلندي، باغ جو چوڪنڊ تي اچي پهتي. هيڏانهن هوڏانهن سير ڪندي، شہ نشين ۾ ڪمخواب جي مسند تي تڪيو لڳائي وڃي ويٺي. مان ڊڪي پرواني وانگر اُن شمع جي چوڌاري ڦرڻ لڳس ۽ غلامن وانگر هٿ ٻڌي، بيهي رهيس. هُو خواجہ سرا منهنجي سفارش ڪرڻ لڳو. مان خواجہ سرا کي چيو تہ "بندو گنهگار ۽ تقصيروار آهي، جا سزا منهنجي لاءِ مقرر ڪئي وڃي، آءٌ اُن کي ڀوڳڻ لاءِ تيار آهيان." هوءَ پري جيئن تہ ناخوش هئي، بد دماغيءَ مان چوڻ لڳي تہ "تنهنجي لاءِ هي چڱو آهي ٿہ سؤ ڳوٿريون اَشرفين جو وٺي، پنهنجي اسباب درست ڪري، پنهنجي وطن هليو

وڄ." هيءَ ڳالهہ ٻڌي مان تہ بت بڻجي ويس. اِئين ٿي سمجهيم تہ بدن ۾ رت جو هڪ ڦڙو بہ باقي نہ رهيو آهي. اکين اڳيان اوندهہ وري ويئي، بي اختيار جگر مان دانهن نڪتي، لُڙڪ وهڻ لڳا. خدا کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي اميد نہ رهي. مايوس ٿي ايترو چيومانس تہ "ٿورو غور فرمايو. جيڪڏهن مون ڪم نصيب کي دنيا جي لالچ هجي ها تہ پنهنجي جان ۽ مال حضور جي خدمت ۾ نہ ڏيان ها. شايد دنيا مان حق خدمتگاريءَ ۽ جان نثاريءَ جو اُتي ويو. جو مون بدبخت تي ايڏي بي مهري فرمائي ٿي وڃي. خير مون کي بہ اِهڙي زندگي نہ کپي. محبوبن جي بيوفائيءَ سان ويچاري عاشق جو نباءُ ٿي نہ ٿو سگهي." هيءُ ٻڌي، پيشانيءَ ۾ گهنج وجهي، چوڻ لڳي تہ "واهہ، هيءُ بہ منهنجو عاشق آهي! ڏيڏريءَ کي بہ زڪام ٿيو آهي! بيوقوف. حد کان زياده ڳالهيون ڪرڻ خام خيال آهي. ننڍو منهن وڏي ڳالهہ! ٻي ڪا نڪمي ڳالهہ نہ ڪر جيڪڏهن ٻيو ڪو اهڙي حرڪت ڪري ها تہ اُن کي ٻوٽيون ٻوٽيون ڪري سرٽن کي ڏيان ها. پر ڇا ڪريان، جو تنهنجي خدمت تي ياد پوي. ڀلائي اِنهيءَ ۾ آهي تہ پنهنجو رستو وٺ. تنهنجي قسمت جو داڻو پاڻي اسان جي سرڪار ۾ هاڻي بند ٿي چڪو آهي." هيءُ ٻڌي، روئيندي چيومانس تہ "جيڪڏهن منهنجي نصيب ۾ جهنگلن ۽ پهاڙن ۾ سوداين وانگر ڦرڻ لکيل آهي. تہ مون کي ئي نياڻٿو آهي." هي ٻڌي زياده دق ٿي چوڻ لڳي تہ "اِهي چونچلا ۽ مسخريون مون کي پسند نہ ايندئون آهن. اِهڙيءَ گفتگو جو جيڪو لائق هجي، وڃي اُن سان ڪر." اِئين چئي، ڪاوڙجي، پنهنجي محلات ڏانهن هلي ويئي. لاچار نا اُميد ٿي اُتان ٻاهر نڪتس. مطلب تہ چاليهن ڏينهن تائين گهٽين ۾ ڦرندو رهيس. جڏهن شهر مان ڪڪ ٿيندو هوس، تہ جهنگ ۾ نڪري ويندو هوس ۽ چرين وانگر در در جون نوڪرون ڪائيندو ٿي رهيس. "ڌوٻيءَ جو ڪتو نہ گهر جو نہ گهاٽ جو." انسان جي زندگي ڪاڏي پيتي سان آهي. اَن آهي تہ ايمان آهي. جڏهن بدن ۾ طاقت نہ رهي، تڏهن بيوس ٿي مسجد جي ديوار هينيان وڃي ڪريس. ساڳيو خواجہ سرا جمعي جي ڏينهن نماز پڙهڻ لاءِ مسجد ۾ آيو. جيئن منهنجي پرسان گذري رهيو هو، تہ مون هيٺيون شعر پڙهيو:

هن درد دل کان موت، جي مون کي اَچي چڱو.
قسمت ۾ جــو لــکيو آ، جـلـدي ٿئي چڱو.

جيتوڻيڪ ظاهر ۾ منهنجي صورت بلڪل بدلجي ويئي هئي، پر چهري جو نقشو اجا ڪجهه ڏسڻ جهڙو هو. هُو محلدار آواز ٻڌي، مون ڏانهن متوجه ٿيو. مون کي غور سان ڏسي، سڃاڻائين. افسوس ڪيائين، ۽ شفقت سان چوڻ لڳو ته "آخر تو پنهنجي هيءَ حالت ٺاهي!" مان چيومانس ته "جو ڪجهه ٿيو سو ٿيو. مال به حاضر هو ۽ هاڻي جان جي به قرباني ڏيئي رهيو آهيان. جيڪڏهن هوءَ انهيءَ ۾ خوش آهي ته ڇا ڪريان؟" هيءُ ٻڌي، هن خدمتگار مون وٽ ڇڏيو. مسجد ۾ خطبي ۽ نماز کان فارغ ٿي، جڏهن ٻاهر نڪتو، تڏهن فقير کي هڪ عماريءَ ۾ وجهي، پاڻ سان گڏ، اُن پريءَ جي خدمت ۾ وٺي هليو. مون کي دروازي جي پرسان، چِقَ جي پرسان ويهاري، پاڻ ساڻس اندر ملڻ لاءِ ويو. ٿوري ويرم رکي، هوءَ ٻاهر آئي، ۽ ڇاڻي ٻجهي پڇڻ لڳي ته "هي ڪير آهي؟" محلدار وراڻي ڏنيس ته "هيءُ اُهوئي بدنصيب آهي، جو حضور جي ناراضپي ۽ عتاب هيٺ آيو آهي. سندس هيءُ حالت ٿي آهي. محبت جي باهه ۾ جلي رهيو آهي. گهڻوئي ڳوڙهن جي پاڻيءَ سان وسائي ٿو، پر اُها ٻيڻي ڀڙڪي ٿي اُٿي. ڪجهه به فائدو نه ٿو ٿئيس. انهيءَ کان سواءِ هُو پنهنجي تقصير جي خجالت کان مُئو ٿو وڃي." پريءَ ننولي ڪندي چيو ته "ڇو ٿو ڪوڙ ڳالهائين؟" ڪيترن ڏينهن کان مون کي خبر ملي آهي ته هُو پنهنجي وطن وڃي نڪتو آهي! خبر نويس ڪڏهن به ڪوڙ ڳالهائي نه ٿا سگهن. خدا ڄاڻي هيءُ اَلائجي ڪير آهي؟"

هيءُ ٻڌي، هٿ جوڙي، خواجه سراءِ عرض ڪيس ته "جيڪڏهن جان جي اَمان ملي، ته ڪجهه عرض ڪريان." فرمايائينس ته "توکي جان جي اَمان آهي، توکي جو ڪجهه چوڻو آهي، چئي ڏي." خواجو چوڻ لڳو ته "اوهان ڇِقَ به کڻي، ڏسوسِ. سندس بيڪسيءَ جي حالت تي رحم ڪيو. ناحق شناسي چڱي نه آهي. اوهان کي هن جي حالت تي رحم ڪائڻ ٻجا آهي. جو عين ثواب آهي. اڳتي جيئن مرضي مبارڪ ۾ اَچي، اُهو بهتر آهي." هي ٻڌي، مشڪي فرمايائين ته "چڱو ٿيندو ته هينئر هن کي ڪنهن دارالشفا ۾ رکو. جڏهن تندرست ٿيندو، تڏهن سندس احوال پڇا ڪئي ويندي." خواجي چيس ته "جيڪڏهن اوهان پنهنجي مبارڪ هٿن سان مٿس گلاب ڇنڪائيندا ۽ ڪجهه دلاسو ڏيندا، ته هن جي جيئڻ جو ڀروسو ٿيندو. نااُميدي بُري شيءِ آهي. دنيا هميشه اُميد سان قائم آهي." هيءُ ٻڌي اُن پريءَ ڪوبه جواب نه ڏنو. هيءَ سوال جواب ٻڌي، مان

ٻـ پنهنجي جيءَ کان بيزار ٿي چڪو هوس. بي پرواهـ ٿي چيـم، "بـس هاڻي منهنجو جيئڻ مشڪل آهي. اهڙيءَ زندگيءَ کان قبر جو گوشو هزار بار بهتر آهي. ڀير تـ قبر ۾ هينئر ئي لٽڪايو وينو آهيان. نيٺ هڪ ڏينهن مرڻو آهي ۽ هيءُ جهان ڇڏڻو آهي. منهنجو علاج شهزاديءَ جي هٿ ۾ آهي. هوءَ ڪري يا نـ ڪري، ماري يا جياري سندس مرضي." خدا جو شڪر آهي، جو هُـن مقلب القلوب اوڏيءَ مهل اُن سنگدل جي دل کي نرم ڪيو. حڪم ڪيائين تـ "جلدي شاهي حڪيمن کي گهرايو." حڪم جي دير هئي، طبيب اچي حاضر ٿيا. منهنجي نبض کي غور سان ڏسي، سڀني متفق ٿي چيو تـ "هي عشق جو مريض آهي. دوست جي وصال کان سواءِ هن جو جيئڻ محال آهي." جڏهن حڪيمن بـ اهو حال ٻڌايو، تڏهن حڪم ڪيائين تـ "هن کي غسلخاني ۾ نيو، بدن صاف ڪري، عمدي پوشاڪ ڍڪائي حاضر ڪيو." حڪم موجب مون کي وهنجاري، عمدي پوشاڪ ڍڪائي، شهزاديءَ جي حضور ۾ دوباره آندو ويو. مون کي ڏسي هوءَ چوڻ لڳي تـ "رڳو مون کي بدنام ڪيو اَٿيئي. مان تو وٽ ڪي ڏينهن مهمان رهيس، واهـ جو اُن جو بدلو تو ڏين! هاڻي چـُوءُ تـ تنهنجي دل جو ڪهڙو مطلب آهي؟" فقير جو اُن وقت هيءُ حال هو، جو ڪپڙن ۾ نـ ٿي ماپيو. منهن ۾ پاڻي وري آيو، ۽ خدا جو شڪر ڪيم. چيومانس، تـ "اوهان جي ٻن لفظن سان منهنجي حالت ۾ ڪيڏو نـ ڦيرو آيو آهي! گويا مردو وري جيئرو ٿيو آهي." ائين چئي، ٽي دفعا چوڌاري سندس ڦريس. جڏهن وري سامهون اچي بيٺس، تڏهن چيائين تـ "هينئر توکي جو چوڻو هجي، سو صاف صاف چئي ڏي." تڏهن عرض ڪيومانس تـ "ٻندي کي هفت اقليم جي بادشاهيءَ کان زياده هن ڳالهـ جي طلب آهي تـ ٻنده نوازي فرمائي، هن عاجز کي قبول ڪيو ۽ پنهنجي قـُربت سان سرفرازي ڏيو." هيءُ ٻڌي، ٿوري وقت لاءِ هو ٽٻيءَ ۾ پئجي ويئي. پوءِ نماڻائيءَ ڪٿي، چيائين تـ "ويهي رَهـُ. تو اسان جي خدمت ۽ وفاداري اهڙي ڪئي آهي، جو جيڪو تون چوين ٿو، سو نهي ٿو. چڱو اسان توکي قبـول ڪيو." پوءِ اُنهيءَ ئي ڏينهن، چڱي ساعت ڏسي، مانٺ ميٺ ۾ قاضيءَ کي گهرائي نڪاح جي رسم پوري ڪئي ويئي. سخت محنت ۽ ڪشالن کان پوءِ، خدا هيءُ مون کي ڏينهن ڏيکاريو، جو مون پنهنجي مطلب کي حاصل ڪيو. مگر جيترو اشتقاق اُن پريءَ جي وصال جو هوم، ايتري ئي بيقراري اُنهن عجيب

وارداتن جي معلوم ڪرڻ جي هيم، جي منهنجي آڏو گذري چڪيو هيون. آخر هيءَ شهزادي ڪير آهي؟ اُهو حبشي سانورو ۽ ناهوڪو ڪير هو، جنهن فقط ڪاغذ جي پرزي تي، ايتريون اشرفيون منهنجي حوالي ڪيون؟ اڪ ڇنڀ ۾ شاهي دعوت جي تياري ڪيئن ٿي؟ هو ٻه بي گناه اُن مجلس ۾ ڇو ماريا ويا؟ مون تي ڪاوڙ ۽ بي مروتي ڇو ڪئي وئي؟ حالانڪ مون وڏي خدمت گذاري ڪئي هئي. وري اوچتو مون کي هيءَ عزت ڪيئن ڏني وئي؟"

مطلب ته نڪاح جي رسم اَدا ڪان ٿيڻ ڪان پوءِ، ايڏي سڪ هوندي به آءٌ سندس قربت کان دور رهيس. رات جو گڏ سهڙندا هئاسون، پر صبح جو اُٿين تي اُٿي ويهندو هوس. هڪ ڏينهن غسل جي واسطي مون ٻانهيءَ کي گرم پاڻيءَ لاءِ چيو. شهزادي مشڪي ۽ چوڻ لڳي ته "گرم پاڻي ڇا جي لاءِ؟" مان چپ رهيس. هوءَ منهنجي خاموشيءَ تي حيران ٿي، ڏنم ته سندس منهن تي ناراضپي جا نشان ظاهر ٿيا. چوڻ لڳي ته "تون به ڪو عجيب انسان آهين. يا ايڏو شوق يا هينئر ايڏي خاموشي؟ جيڪڏهن تو ۾ قوت نه هئي، ته اِهڙو ڪچو هوس نه پچائين ها!" اُن وقت، بيدرد تي، چيومانس ته "اي دوست، انصاف ڪرڻ واري انصاف ڪرڻ کان ٻير پوئتي نه ڌرڻ گهرجي." چيائين ته "هينئر وري ٻيو ڪهڙو انصاف باقي رهيو آهي؟" فقير ورندي ڏني ته "سچ پچ منهنجي وڏي آرزو اِها هئي، جا حاصل ٿي. مگر دل ۾ عجيب وسوسا آهن. دل جي چنتا انسان کي پريشان ٿي رکندي آهي. مان پنهنجي دل ۾ انجام ڪيو هو ته نڪاح کان پوءِ، اُهي ڳالهيون، جي مون لاءِ اسرار آهن. اوهان کان ضرور پڇندس. اوهان جي زبان مبارڪ کان ٻڌي، پنهنجي تسلي ڪندس." ڏٺم ته شهزاديءَ جي پيشانيءَ ۾ ڪاوڙ کان سوين گهنج پئجي ويا. چوڻ لڳي، "نهيو. هاڻي، ٿي اسان جي چوڻ کي وساري ڇڏيو اَٿيئي. ياد ڪر مان ڪيترائي ڀيرا توکي چئي چڪي آهيان ته اسان جي ڪم ۾ ڪڏهن به دخل نه ڏج ۽ ڪنهن به ڳالهه تي اعتراض نه ڪج. هينئر تون ان جي پڇڪڙي ڪي رهيو آهين، جو لازم نه آهي." فقير ڪلي عرض ڪيو ته "جيئن اوهان جي بردباريءَ ٻين بي ادبين کي معاف ڪيو آهي، تيئن هن بي ادبيءَ تي به اڪ ٻوٽ فرمائي وجي." هي ٻڌي، شهزادي وري تپي باهه ٿي وئي. چيائين، "هينئر تون گهڻو مٿي تي چڙهي ويو آهين. وڃ پنهنجو ڪم ڪر. اِنهن ڳالهين مان توکي ڇا حاصل ٿيندو؟" مون عرض

ڪيو تہ "دنيا ۾ بدن جو شرم سڀ ڪان زياده ٿيندو آهي. هڪ ڪپڙي جي شريڪ ڪان ڪوبہ ڳجهہ لڪائڻ ڪٿي ٿو ٿهي؟" منهنجي رمز کي سمجهي چوڻ لڳي، "ڳالهہ تہ سچي آهي، پر مون بدقسمت جو ڳجهہ ظاهر ٿيو تہ وڏي مصيبت اچي ويندي." مون عرض ڪيو تہ "غلام جي طرف ڪان اهو خيال نہ فرمايو وڃي. خوشيءَ سان سڄي آپ بيتيءَ کي ٻڌايو. هِن ڪَن ڪان ٻيو ڪَن نہ ٻڌندو." جڏهن هن ڏٺو تہ ٻڌائڻ ڪان سواءِ هي عزيز نہ ڇڏيندو، تڏهن لاچار ٿي چوڻ لڳي تہ "اِنهن ڳالهين جي ٻڌائڻ ڪان خرابي ٿي پيش ايندي، پر تنهنجي خاطر اِها بہ منظور آهي. اِن ڪري ٿي پنهنجي سر گذشت ٻڌايان ٿي، جنهن جو پوشيده رهڻ نهايت ضروري آهي."

شهزادي چوڻ لڳي تہ "آءٌ نياڳي دمشق جي بادشاهہ جي ڌيءُ آهيان، جو پنهنجي جاه و جلال کي گهڻو مشهور آهي. افسوس، جو ڪيس مون ڪان سواءِ ٻيو اولاد نہ ٿيو. جنهن ڏينهن ڪان وٺي مان پيدا ٿيس، ماءُ پيءُ وٽ وڏي لاڏ ڪوڏ سان پلجڻ لڳس. جڏهن هوش ۾ آيس، تہ منهنجي دل ۾ خوبصورت ۽ ناهوڪن انسانن جي صحبت جو شوق پيدا ٿيو. اُن ڪري حسين ساهيڙين ۽ خوبصورت ٻانهين جي جهرمٽ ۾ رهڻ لڳيس. هميشہ تماشو، ناچ ۽ رنگ ۾ مشغول پئي رهيس. ڪابہ نيڪي ۽ بديءَ جي خبر نہ هئي. پنهنجي بي فڪريءَ کي ڏسي، هردم خدا جو شڪرانو ٿي ڪيم. اوچتو منهنجي طبيعت ۾ عجيب ڦيرو اچي ويو. نہ ساهيڙيون ٿي وڻيون، نہ خوشيءَ جون مجلسون. مزاج سودائي ٿي ويو. دل اُداس ۽ حيران رهڻ لڳي. ڪابہ ڳالهہ نہ ٿي اُڃهي. منهنجي هن حالت کي ڏسي سڀني کي ڳڻتي پيدا ٿي. اِهو خواجہ سَرا نمڪ حلال، جو منهنجو اصل کان محرم ۽ همراز هو ۽ جنهن کان منهنجي ڪابہ ڳالهہ ڳجهي نہ هئي، منهنجي پريشاني ڏسي چوڻ لڳو تہ شهزادي، جيڪڏهن ٿورو شربت "ورق الخيال" نوش جان فرمايو وڃي، تہ اُميد آهي تہ طبيعت بحال ٿي ويندي. هُن جي هيءَ صلاح ٻڌي، مون کي بہ خيال ٿيو تہ آزمائي ڏسجي. چيومانس تہ "جلدي حاضر ڪر!" هُو ٻاهر ويو ۽ صراحيءَ ۾ شربت برف سان گڏي، هڪ ڇوڪري هٿ موڪلي ڏنائين. مون اُن کي پيتو. سچ پچ هن شربت جي جهڙي تعريف ڪئي هئي، اهڙوئي نڪتو. مان اُن جي عيوض خواجہ سرا کي قيمتي خلعت ڏياري موڪلي ۽ چوائي موڪليومانس تہ ڏيهاڙي اِهڙي قسم جي

صراحي موڪليندو رهي. خواجہ سرا بہ هر روز اُن ڇوڪري سان ساڳيو شربت موڪليندو رهيو. اُن شربت ۾ هڪ قسم جو ڪيف هو. اُن جي سُرور ۾ اُن ڇوڪري سان ڪل ۽ مذاق جون ڳالهيون ڪندي رهيس. هُو بہ جڏهن هري مري ويو، تڏهن ڇڱيون ڇڱيون ۽ منيون منيون ڳالهيون ڪرڻ لڳو. جيئن ڇوڪري جي شڪل ۽ صورت وڻندڙ هئي، اُن ڪري منهنجي ورونهن ٻڌجي ويو ۽ مان ڪيس وقت بہ وقت انعام ڏيندي رهيس. مگر هو ڪمبخت سدائين منهنجي حاضريءَ ۾ ساڳين ميرن ڪپڙن ۾ ايندو رهيو. هڪ ڏينهن مون ڪانئس پڇيو تہ "توکي سرڪار کان سيڪجھ ملي رهيو آهي، تہ بہ تو پنهنجي صورت ۽ شڪل هيئن ڇو بڻائي آهي؟ تو اُهي رپيا ڪٿي جمع ڪري رکيا آهن؟ هن جڏهن هيءَ دلجُوئيءَ جهڙي حقيقت ٻڌي، تڏهن تڏو ساھ ڪنيائين ۽ سندس اکيون ڳوڙهن سان ڀرجي آيون. چوڻ لڳو تہ "اوهان جو ڪجھ هن غلام کي ڏيندا آهيو، سو سڀ اُستاد ڪسي وٺندو آهي. مون وٽ پيسو آهي، ڪٿي، جو ٻيا ڪپڙا نهرائي ۽ پهري حضور ۾ اَچان! هن ۾ منهنجو ڪوبہ گناه نہ آهي ۽ لاچار آهيان" سندس هيءَ حقيقت ٻڌي، مون کي رحم آيو. خواجہ سرا کي گهرائي حڪم ڏنو تہ "اڄ کان هن نينگر کي پنهنجي صحبت ۾ رک. لباس عمدو تيار ڪرائي ڏينس، ۽ شهر جي عام ڇوڪرن سان گڏجڻ کان روڪينس، تہ آداب شاهي سکي، ۽ حضور ۾ حاضر رهڻ جي لياقت منجهس پيدا ڪرينس." خواجہ سرا جڏهن مون کي مٿس مهربان ڏٺو، تہ سندس خبر گيري نهايت عمديءَ ريت ڪرڻ لڳو. ٿورن ئي ڏينهن ۾ فراغت ۽ خوشيءَ جي سبب، سندس رنگ روپ ڪٿان ڪان ڪٿي پهچي ويو. ڏينهون ڏينهن مان مٿس موهت ٿيندي ويس. پنهنجي دل کي گهڻو ئي ٿي سنڀاليم، مگر اُن ڪافر جي صورت اندر ۾ اُترو تہ گهر ڪري ويئي هئي، جو چاهيم ٿي تہ اٺ ئي پهر هُو اکين جي آڏو هجي. آخر هن کي پنهنجي صحبت ۾ رکيم. طرحين طرحين جا وڳا ۽ ويس، قسمين قسمين جا موتي ۽ مٽيا ڪيس پهرائي، ٿي ڏٺم. سندس قريب رهڻ کان اکين کي سک ۽ دل کي راحت ٿي ملي. هردم سندس خاطرداري ٿي ڪيم. جبڪڏهن ڪنهن ضروري ڪم لاءِ دم دور ٿي ويو تہ آرام نٿي آيو. ٿورن سالن کان پوءِ، هو اڇي وهيءَ چڙهيو ۽ بالغ ٿيو. هيءَ ڳالهہ ٻاهر درٻارين ۾ پکرجڻ لڳي. درٻان ۽ چوبدار ڪيس محلات ۾ اچڻ کان روڪڻ لڳا. آخر سندس اچڻ بند ٿيو. هيءَ

ٻالهہ مون کي بيحد ڏکي لڳي. هڪ گهڙي بہ ورهيہ ٻڻجي ويئي. هڪ قيامت هئي، جا گذري رهي هئي. نہ ڪجهہ چئي ٿي سگهيس، نہ وري ڪا صلاح ئي ٻڌجي ٿي سگهي. بي آراميءَ سبب اُن خواجہ سرا، ڪي جو حال محرم هو، گهرائي ورتم. چيومانس تہ "هاڻي اُن نينگر جي پرادخت ڪرڻ نهايت ضروري آهي. حال، وقت صلاح هيءَ آهي تہ هزار اشرفين جي موڙيءَ سان، شهر جي چونڪ ۾ ڪيس جواهرن جو دڪان کولي ڏي، جيئن هو واپار ڪري، پنهنجو گذران چڱيءَ ريت ڪري سگهي. منهنجي محلات جي نزديڪ، هڪ حويلي، جا سندس شان لائق هجي، ڪيس خريد ڪري ڏي. ٻانهيون ۽ نوڪر چاڪر، جي ضروري هجن، سي بہ ڪيس مهيا ڪري ڏي. هي سڀ اهڙيءَ ريت ڪيو وڃي، جيئن ڪيس تڪليف نہ ٿئي". خواجہ سرا منهنجي حڪم جي پوري پوري تعميل ڪئي. ٿورن ڏينهن ۾ هن جو دُڪان ايترو مشهور ٿي ويو، جو اميرن ۽ بادشاہ کي جا شيءِ درڪار پيئي ٿي، سا وٽس موجود هئي. آهستي آهستي هن جي دڪان ايتري تہ ترقي ڪئي، جو هر ملڪ جي سوکڙي وٽس موجود ٿي رهي. سيني جوهرين جو روزگار سندس آڏو مات ٿي ويو. مطلب تہ سڄي ملڪ ۾ جهڙس ٻيو نہ هو. لکين رپيا ڪمايائين. هيءَ تہ سڀ ڪجهہ ٿيو، پر سندس جدائي هر وقت مون کي ٻارينديي رهي. ڪا تدبير ايتري بہ ٿي نہ سگهي تہ ڪٿان سندس منهن ڏسي سگهان. نيٺ مون لاچار ٿي خواجہ سرا کي گهرايو. چيومانس تہ "مون کان اجا ڪابہ صلاح ٿي نہ سگهي آهي تہ جيئن مان اُن جو منهن ڏسي سگهان. هينئر هيئن ڪر، جو هڪ سرنگ سندس گهر کان منهنجي محل تائين تيار ڪرائي وڃي، جو مان سندس صورت ڏسي سگهان. حڪم ملندي ئي، ڪيترن ڏينهن کان پوءِ، سرنگ نهي تيار ٿي. هينئر شام جي خاموشيءَ ۾ خواجہ سرا، اُن کي وٺي مون تائين پهچائيندو هو ۽ اسان جي رات عيش عشرت ۾ گذر ٿيندي هئي. صبح جو وهائو تاري نڪرڻ سان، اُن وقت جڏهن موذن بانگ ڏيندو هو. هن راز جي خبر فقط خواجہ سرا ۽ اُنهن ٻن داين کي هئي، جن مونکي پاليو هو. اِهڙيءَ ريت وقت پئي گذريو. هڪ ڏينهن دستور موجب، خواجہ سرا جيئن ڪيس ڪوئڻ ويو، تہ هُو ڪيس نهايت فڪر ۾ نظر آيو. خواجي ڪيس ڳڻتيءَ ۾ ڏسي ڪانئس پڇيو تہ "خير تہ آهي؟ ايتري دلگيريءَ جو ڪهڙو سبب آهي؟ جلدي ھَلُ. جو توکي حضور ياد فرمايو آهي."

هن هر گز جواب نہ ڏنو، پر زبان بہ نہ چوري. خواجو هيءَ حالت ڏسي، پنهنجي منهن اڪيلو موٽي آيو، ۽ مون کي سچو احوال عرض ڪيائين. افسوس، جو هن هوندي بہ مون سندس محبت کي نہ ڇڏيو. جيڪڏهن چاهان ها تہ هن نمڪحرام جي محبت ۽ چاهہ اڳتي هلي بدنام ڪندو ۽ ننگ ۽ ناموس ويندو، تہ توبهہ ڪريان ها ۽ سندس نالو وري نہ ڳنها ها. مگرسندس هن بيجا حرڪت کي اَجايو سندس ناز سمجهيم. جنهن جو نتيجو هي نڪتو، جو هن سرگذشت جي سبب، توسان بہ واقفيت ٿيم، نہ تہ مان ڪٿي ۽ تون ڪٿي! خير، جو گذريو سو گذريو. مون سندس بد دماغيءَ تي خيال نہ ڪري، ٻيهر خواجي جي هٿ ڏانهنس پيغام موڪليو تہ "جيڪڏهن تون نہ ايندين، تہ مان ڪنهن رستي تو وٽ هلي ايندس، پر اُن ۾ وڏي خرابيءَ جو خوف آهي. جيڪڏهن ڳجهہ ظاهر ٿي پيو، تہ تنهنجي حق ۾ نهايت بُرو ٿيندو. تنهنڪري اهڙو ڪم نہ ڪر، جنهن جو ڦل خرابي بڻجي. اُن ڪري بهتر اهو ٿيندو تہ جلدي اَچ." جڏهن هي پيغام پهتو ۽ منهنجي اشتقاق کي زياده ڏنائين، تڏهن روئٽي صورت بڻائي، وڏي ناز نخري سان آيو. جڏهن هُو منهنجي پرسان وينو، تڏهن چيومانس تہ "اِچ ڪهڙي سبب اچڻ ۾ اوير ڪَيَوَ؟ شايد ڏمر آهي. اڳي تہ ڪڏهن اهڙو رنج ظاهر نہ ٿيو هو؟ تڏهن چوڻ لڳو تہ "مان گمنام ۽ غريب، حضور جي مهربانيءَ ۽ احسان سان هن مرتبي کي پهتو آهيان، ۽ زندگي ڏاڍي آرام سان گذري رهي آهي. اوهان جي اقبال ۽ دولت کي پيو دعائون ڏيان. هيءُ گناه اوهان جي بخشش جي پروسي تي مون کان ٿيو آهي، اُميد آهي تہ معاف فرمايو ويندو." مان جا ڪيس ساه ڪان بہ واڌو گهرندي هيس، سندس بناوتي ڳالهين کي ڳنڍ ڪٽي ٻڌيم، ۽ سندس شرارت کي سمجهي نہ سگهيس. وري دلداري ڏيئي، ڪانئس پڇيم تہ "توکي ڪهڙي مشڪل پيش آئي آهي، جو ايڏو فڪر مند ٿو نظر اچين؟ اُن کي عرض ڪر تہ اُن جي تدبير ڪئي وڃي." مطلب تہ هن بيحد خاڪساري ڏيکاري، ۽ چيائين تہ "مون لاءِ گهڻو مشڪل آهي، پر اوهان لاءِ هر شيءِ آسان آهي." سندس گفتگو مان آخر ظاهر ٿيو تہ "وچ شهر ۾ هڪ باغ ۽ حويلي وڪامي رهي آهي. جنهن سان گڏ هڪ ٻانهي بہ آهي. جا ڳائڻ جي فن ۾ بيحد هوشيار آهي. باغ ۽ جاءِ جي قيمت تہ هڪ لک درم آهي، پر ٻانهيءَ جي قيمت پنج لک درم آهي، هي شرط بہ لازمي آهي تہ جيڪو باغ ۽ جاءِ وٺندو، سو اُن ٻانهيءَ کي بہ

ضرور خريد ڪري. غلام وٽ في الحال ايترا پئسا موجود نہ آهن. مون کي انهن شين جي خريداريءَ جو بيحد شوق آهي. اُن ڪري ئي حيران ۽ پريشان هوس." اگرچہ هُو منهنجي سامهون ويٺو هو. پر نهايت غمگين ۽ اُداس ٿي ڏٺو. مون هر گهڙي ۽ هر پل سندس دلجوئي ڪريي هئي. اُن وقت خواجہ سرا کي حڪم ڪيم تہ "سياڻي صبح جو اُن باغ ۽ ٻانهيءَ کي خريد ڪري، دستاويز ڪيس هٿ ۾ ڏي، ۽ مالڪ کي قيمت سرڪاري خزاني مان وٺي ڏي!" هيءَ ٻڌي، سندس چهري تي رونق وري ويئي. ساري رات اُن قاعدي سان جيئن گذرندي هئي، ڪل ۽ خوشيءَ ۾ گذاريم. صبح ٿيندي ئي هن موڪلايو. خواجي حڪم موجب باغ ۽ ٻانهي خريد ڪري، ۽ سندس هٿ ۾ ڏنو. اِهڙيءَ ريت هُو دستور موجب ايندو ٿي رهيو.

بهار جي موسم ۾ هڪ ڏينهن، جڏهن عجيب نظارو هو. آسمان تي بادل ڇانيل هئا. ڪنوڻ ٿي چمڪي. بوند بوند ٿي پيئي ۽ هوا جي هير هوريان هوريان ٿي لڳي. منهنجي نگاه وجي رنگ برنگ گلابين تي پيئي. جي طاق تي نهايت قريني سان رکيل هيون. دل چڪجي ويئي. چيم تہ شراب جا ٻہ ٽي ڍڪ پيئان. جڏهن ٻہ ٽي پيالا پيتم. تہ منهنجي دل ۾ نئين خريد ٿيل باغ جو خيال تري آيو. شوق ٿيم تہ هڪ گهڙي اتان جو سير ڪري اچان. ڪمبختي اچي، تہ اُٺ چڙهئي کي ڪُتو ڪائي. ڏاڍي خوشيءَ مان هڪ دائيءَ کي ساڻ وٺي، اُن سرنگهہ واري رستي کان لنگهي، جوهريءَ جي جاءِ ۾ اچي سهڙيس. اُتان وري باغ ڏي هليس. ڇا ڏسان تہ اهو باغ بهشت سان برابري ٿو ڪري. مينهن جا ڦڙا جي ساون وڻن جي تازن پنن تي پيا آهن، سي ائين پئي ڏٺا. جيئن سائي مخمل جي مٿان چانديءَ جا ستارا، يا زمرد جي مٿان موتي جڙيل ٿي نظر آيا. اُن باغ جي گلن جي لالائي جهڙ ۾ اِئين پئي لڳي، جيئن شام جي شفق. ڪسيون پاڻيءَ سان ڀريل، آئيني جي فرش جهڙيون ٿي ڏٺيون، جن ۾ لهرون پئي اٿيون. مطلب تہ باغ ۾ هر طرف پئي ٿي سير ڪيم اونداهي ظاهر ٿي. اُن وقت جوهري بہ هڪ چمن جي رستي تي نظر آيو. مون کي ڏسي نهايت ادب سان اڳتي وڌيو ۽ هيج مان هٿ هٿ ۾ وٺي، ٻارهن دريءَ جي طرف وٺي هليو. جڏهن مان اُتي پهتس، تہ اُتان جي ناهہ نوهہ سڄي باغ جي ڪيفيت دل کان وساري ڇڏي. روشنيءَ جو وڏو انتظام هو. شمعون، جهاڙ، فانوس ۽ قنديل هر طرف کان

اهڙيءَ ريت تہ روشن هئا، ڄڻ تہ شب برات جو نظارو آيو. هن ڏياريءَ جي سامهون چانڊوڪي ڄڻ تہ ميرانجهڙي ٿي ڏٺي. هڪ طرف کان آتشبازيءَ جو عجب سمون هو. ڏاڙهونءَ جي هتراڏو وڻ مان باهہ جي سيڪ تي پئي ڦٽاڪن جا نڪاءُ ٿيا، جن مان طرحين طرحين رنگن جا پئي ٿي موتي ڪريا. بارهن دريءَ ۾ هر طرف فرش فروش، قالين ۽ غاليچا وڇايل هئا، جن تي عجيب نقش ۽ نگار هئا. ايتري ۾ ڪکر مٿجي ويا ۽ چنڊ نڪري آيو. بلڪل اهڙي ريت جيئن سونهري وڳو پهري ڪو حسين پردي کان ٻاهر اَچي. چانڊوڪي نڪرندي ئي، اُن جوان چيو تہ هلي بالاخاني تي ويهون. مان ايڏي تہ بيوقوف بڻجي ويئي هيس، جو جيئن ٿي هن چيو، مون قبول ٿي ڪيو. اُهو ڪوٺو تہ ايڏو مٿي هو، جو شهر جون سڀيئي جايون ڄڻ تہ سندس قدمن ۾ ٿي نظر آيون. مان جوهريءَ سان گڏ نهايت آرام ۽ راحت سان ويٺي هيس، تہ ايتري ۾ رَنَ نهايت بدشڪل، ڄـُر مان نڪري، شراب جو شيشو هٿ ۾ کڻي اَچي پهتي. مون کي اُن وقت سندس اَچڻ برو لڳو. مون سندس صورت کي ڏسي لاحول پڙهي، گهبرائي، اُن جوان کان پڇيو تہ "هيءَ ڪير آهي ۽ تو هيءَ ڪٿان هٿ ڪئي آهي؟" هن هٿ ٻڌي چيو تہ "هيءَ اُهائي ٻانهي آهي. جا حضور جي عنايت سان هن باغ سان گڏ خريد ڪئي هيم." مون سمجهي ورتو تہ هن احمق جي دل هن تي ضرور مائل آهي. مان پيچتاب کائي چپ ٿي ويس، پر دل تي ڪدورت ڇانئجي ويئي. ظلم اِهو ٿيو، جو هـُن اُن ڏائڻ کي ساقي بڻايو. اُن وقت مان پنهنجو رت پي رهي هيس، ۽ اِئين ٿي محسوس ڪيم، جيئن ڪانءَ کي ڪنهن طوطي سان گڏ رکيو وڃي. نہ وڃڻ جي واهہ هئي، نہ ويهڻ ٿي دل گهريو. مطلب تہ شراب جا پيالن جا پيالا، جنهن سان آدمي حيوان بڻجي وڃي، هوءَ اُن جوان کي ڏيندي رهي. اڌ پيالو مون بہ اُن جي منٿ تي زهرمار ڪيو. آخر اُن پليت بدمست ٿي، اُن مردود سان ناروا حرڪتون شروع ڪيون. مون کي غيرت آئي. زمين ڦاٽي پوي ها، تہ مان ان ۾ گهڙي وڃان ها. مان هيءَ ڏسي بہ خاموش رهيس. مگر هـُو اصل بي حيا هو. هن منهنجي درگذر ڪرڻ کي نہ سمجهيو. اُلٽو بہ ٽي پيالا وڌيڪ پي ويو ۽ سندس رهيو سهيو هوش بہ گم ٿي ويو. منهنجي طرف کان تورو گهڻو خوف هوس، سو بہ لهي ويس. بيشرميءَ کان شهوت جي غلبي ۾ هـُن اُهو ڪيو، جو نهايت حيا سوز هو. نہ هـُن ۾ حيا هو نہ هـِن ۾ شرم. جهڙا روح تهڙا

ختما. مان پنهنجي مٿان لعنت وجهندي رهيس ته هيڏي چريو آيس. سهڻ جي به حد ٿيندي آهي، مٿي کان پيرن تائين باهه لڳي ويئي، چڙ ته ٽانڊن تي پئي ٿي پچريس. اُن وقت غصي ۾ ڪاوڙ مان اُٿيس. اُن شرابيءَ دل ۾ سوچيو ته جيڪڏهن شهزادي هتان ناخوش ٿي ويئي، ته سياڻي منهنجو ڪهڙو حال ٿيندو. چڱو اِئين آهي ته سندس ڪم هينئر ئي ختم ڪري ڇڏجي. اُن غيباڻيءَ جي صلاح سان، آخر پٽڪو ڳچيءَ ۾ وجهي، اچي منهنجي پيرن تي ڪريو، ۽ منٿ ۽ زاري ڪرڻ لڳو. منهنجي دل ته ساڻس بڇڙي هئي، جيڏانهن وڻي تي هليو، اوڏانهين تي ويس. جنڊ وانگر سندس حڪم ۾ هيس، سو جيئن ٿيئن مون کي آٽي ويهاريائين. اُن ساڳئي شراب جا پيالا ڀري ٿي پاڻ به پيتائين ۽ مون کي به پياريائين. آءُ اڳ ۾ ئي جوش ۾ هيس، شراب جي پيئڻ جي ڪري مرڳو بيهوش ٿي ويس. ڪابه سُرت ۽ سماءُ نه رهيو. تڏهن اُن بد ذات نمڪحرام، ترار ڪڍي، مون کي ڦٽي وڌو، بلڪ پنهنجي عقل موجب مون کي ماري ڇڪو. اوڏيءَ مهل منهنجي اک کلي، تڏهن ايترو چيم ته "خير جهڙي مون پاڻ سان ڪئي، تهڙي ئي پاتيم. پلا، جي هن خون جو توکي به بدلو ملي!

مبادا تنهنجي دامـــن کـــي وني ڪوئي اڙي ظـالـــم!

منهنجي رت کي تون ڌوئي ڇڏ، ٿيو جيڪو سو گذري ويو.

هي راز ڪنهن سان ظاهر نه ڪج، مون ته توکي آخر پنهنجي جان به ڏني!" اِئين چئي، منهنجي دل ٻڏي ويئي ۽ پوءِ ڪابه سُڌ نه رهي. شايد اُن قاصائيءَ مون کي مُئو سمجهي، هڪ صندوق ۾ وجهي، قلعي جي پٽ ڪان لڙڪائي هيٺ ڦٽو ڪيو، جيئن تو اچي ڏٺو. مون ڪنهن جو بُرو نه ٿي گهريو، پر هي خرابيون قسمت ۾ لکيون هيون. جو ٽرڻ جون نه هيون. خدا جي مهرباني ٿي، جو تون اچي پهتين ۽ منهنجي زندگيءَ جو سبب بڻئين. دل ته گهريو ٿي ته پاڻ جيئرو نه ڏسان، پر ڇا ڪريان، موت پنهنجي اختيار ۾ نه هو. خدا ماري وري جياريو، اڳتي ڏسجي ته قسمت ۾ ڇا لکيل آهي. ظاهر ۾ تنهنجي ڊوڙ ڊڪ وڏو ڪم ڪيو، ۽ مون اهڙن زخمن مان شفا لڌي. تو پنهنجي جان ۽ مال سان منهنجي خدمت ڪئي. اُنهن ڏينهن ۾ مان تنهنجو هٿ تنگ ڏسي، پنهنجي خزانچي سيدي بهار کي خط لکيو ته "مان خير عافيت سان هاڻي فلاڻيءَ جاءِ ۾ آهيان، مون بدبخت جي خبر منهنجي والده کي پهچايو." جنهن پوءِ تو سان گڏ

تيليون مُهرن جون خرچ لاءِ موڪلي ڏنيون. جڏهن مان توکي يوسف سوداگر ڏي، پوشاڪن ۽ جواهرن جي خريد لاءِ موڪليو هو، تہ اُهو اِهو ساڳيو بدبخت جوهري هو،جنهن مون کي اِنهيءَ منزل تي پهچايو هو. مگر خبر هيم تہ هُو توسان پنهنجي جلد دوستي وڌائيندو، ڇو تہ مون کي خبر هئي تہ هُو دوستي وڌائڻ ۾ دير ئي نہ ڪندو آهي، ۽ توکي بہ اجنبي ڏسي ضرور دعوت ۽ ضيافت جي ڪوٺ ڏيندو. منهنجو خيال برابر نڪتو، ۽ هُن اِئين ئي ڪيو. جڏهن تون اُن سان موٽي اچڻ جو وعدو ۽ انجام ڪري آئين، ۽ مهمانيءَ جي دعوت جو ٻڌايئي، تڏهن مان تمام گهڻي خوش ٿيس. ڇو تہ مون سمجهيو تہ جڏهن ڪيس گهرائيندين تہ هُو هڪدم ڀڄندو ايندو. اُن ڪري ئي مون توکي خوشيءَ سان وڃڻ جي اجازت ڏني. جڏهن تون پنهنجي غير حاضريءَ بعد انيس ۽ پنهنجي شرمندگيءَ جو اظهار ڪرڻ لڳين، تڏهن مون توکي تسلي ڏيندي، چيو هو تہ چڱو ٿيو. جڏهن توکي هُن اجازت ڏني تڏهن تون آئين. مگر هيءَ بيشرمي چڱي نہ هئي، جو ٻئي جو احسان پاڻ تي کڻين ۽ اُن جو بدلو نہ ڏين. مون توکي چيو تہ "تون هينئر ڪيس گهر اَچڻ لاءِ عرض ڪر، ۽ چڱو اِئين آهي تہ پاڻ سان وٺي اچينس." جڏهن تون اُن جي گهر وئين، تڏهن مون ڏٺو تہ هتي مهمانداريءَ جو ڪوبہ سامان موجود نہ آهي. مگر ٿورو وقت ملي ويو. جيئن تہ هن ملڪ ۾ اَڳاٽو رواج آهي تہ بادشاه هميشہ آٺ مهينا ملڪي ۽ مالي ڪاروبار جي لاءِ ملڪگيريءَ ۾ ٻاهر رهندا آهن ۽ چار مهينا برسات جا قلعي مبارڪ ۾ جلوس فرمائيندا آهن، هيءَ زمانو هو، جو بادشاه سلامت شهر کان ٻاهر هو. سيدي بهار منهنجو سڄو احوال بادشاه بيگم سان ڪيو هو. جا منهنجي والده آهي. مان پشيمان ٿي، اُن وٽ پهتيس، ۽ سڄو احوال اُن سان ڪيم. منهنجي والده منهنجي گم ٿيڻ جي حقيقت سڀ لڪائي ڇڏي هئي، ۽ منهنجي سيني عيبن کي پيٽ ۾ ڇپائي ڇڏيو هئائين، پر منهنجي ڳولا ۾ هئي. جڏهن مون کي هن حالت ۾ ڏٺائين، تہ سندس اکين ۾ ڳوڙها ڀرجي آيا ۽ فرمايائين تہ "اي ڪمبخت، تو ڄاڻي ٻجهي ساري بادشاهت جو نالو ۽ ناموس وڃايو، ۽ هزار افسوس جو پنهنجي حياتيءَ تان بہ هٿ کنيو. جيڪر تنهنجي بدران پٿر ڄڻيان ها، تہ چڱو هو. هينئر بہ شڪر آهي، جو قسمت ۾ هو سو ٿيو. اڳتي اَلائجي ڇا ڪنديءَ، مرنديءَ يا جيئنديءَ" مان نهايت پشيمانيءَ سان عرض ڪيو تہ

"مون بي حيا جي نصيب ۾ ائين ئي لکيل هو. جو اِهڙيءَ بدناميءَ ۽ تڪليفن کان بہ بچي ويس. هن کان تہ موت چڱو هو. اگرچہ بدناميءَ جو هيءَ ٽڪو مٿي تي لڳو آهي. پر اهڙو ڪم نہ ڪيو آهي. جنهن ڪان ماءُ پيءُ جي نالي کي ٽــڪو لڳي. هينئر مان اِهو نہ ٿي چاهيان تہ هي بيٺي بيحيا منهنجي هٿ ڪان بچي وڃن. هُـو پاڻ ۾ خوش هجن ۽ مان اُنهن جي هٿن ڪان ڏک ڏسي، چپ ڪري ويهي رهان ۽ ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهان. اُميدوار آهيان تہ خاص خانسامان کي حڪم ملي تہ هو دعوت جو سامان ڪري، تہ مان اُنهن کي دعوت جي بهاني سان گهرائي، ڪيس سندن عملن جي سزا ڏيئي، پنهنجو بدلو وٺان. جهڙيءَ ريت هنن مون کي زخمي ڪيو هو. اِهڙيءَ ريت مان بہ ڪين پرزا پرزا ڪريان. تان جو منهنجي دل ٿڌي ٿئي. بيءَ حالت ۾ غصي جي باهہ ۾ سڙي ڪوئلا ٿي ويندس."

هي ٻڌي، منهنجي ماءُ، آنڊن جي جوش کان، مهربان ٿيڻي منهنجي عيب پوشي ڪئي، ۽ دعوت جو سمورو سامان اُن خواجہ سرا جي هٿ ڏياري موڪليو، جو منهنجو همراز هو. سيئي پنهنجي پنهنجي ڪم تي اَچي حاضر ٿيا. شام جو هُـو احسان فراموش بہ آيو. مگر مون کي اُن رَن کي بہ گهرائڻو هو، جنهن لاءِ مون توکي تاڪيد ڪري گهرايو. جڏهن هوءَ آئي ۽ اوهان شراب پي بدمست ٿيڻي ويا ۽ انهن سان گڏ تون بہ ڪيف ۾ مَـسُـو ٿيڻي وئين، تڏهن مون پنهنجي ٻانهيءَ کي حڪم ڪيو تہ سندن سر وڍي ڇڏي. جنهن هڪدم تلوار ڪڍي، ڪين ختم ڪري ڇڏيو. توتي هيءَ ڪاوڙ هيم تہ مـون توکـي دعوت جي اِجازت ڏني هئي. مگر تون ٻنهي جي دوستيءَ تي اعتبار ڪري، ميخواري ۾ شريڪ ٿي وئين. تنهنجي هيءَ حماقت پسند نہ آئي. چاڪاڻ تہ جڏهن تـون شراب پيئي بيهوش ٿي وئين، تہ باقي اُميد رفاقت جي ڪهڙي رهي! پر چا ڪريان جو تو مون سان اهڙي تہ مهرباني ڪئي آهي، جنهن کي آءُ ڪڏهن بہ وساري نہ ٿي سگهان. جنهن جو بار اجا منهنجي گردن تي آهي. هينئر مون توکي پنهنجو سربستو حال ٻڌايو آهي. جهڙيءَ ريت مان تنهنجي مرضي کي رکندي پئي آئي آهيان، اهڙيءَ ريت توکي بہ منهنجو چيو مڃڻ گهرجي. مان سمجهان ٿي تہ اڄ کان پوءِ، اسان جو هن شهر ۾ رهڻ ڪو چڱو نہ ٿيندو. اڳتي تنهنجي مرضي آهي، جيئن تون چاهين."

اِئين چئي، هوءَ چپ ٿي وئي. مون، سندس رضا ۾ پنهنجي خوشي ٿي

سمجهي ۽ محبت ۾ ڦاهيءَ ۾ پوريءَ ريت ڦاٿل هو، چيومانس تہ "جيئن اوهان کي پسند اچي اُئين ڪريو." جڏهن شهزاديءَ مون کي پنهنجو پورو پورو فرمانبردار ڏٺو، تڏهن فرمايائين تہ "ٻہ پلا گهوڙا، جي پنڌ ۾ هوا سان ڳالهيون ڪن، سي بادشاه جي خاص ڪڙهہ مان گهرائي پاڻ وٽ رک." مان سندس چوڻ موجب ٻہ عمدا گهوڙا چونڊي، زين بند، تيل گهرائي ورتا. جڏهن رات ٿوري وڃي رهي، تڏهن شهزادي مردانو لباس پهري، پنج ئي هٿيار ٻڌي، گهوڙي تي سوار ٿي، ۽ ٻئي گهوڙي تي مان سوار ٿيس، ۽ هڪ پاسي روانا ٿياسون. شام جو پاڇي لڙئي، هڪ نهر جي ڪناري تي لهي، هٿ منهن ڌوئي، ڪجهہ کائي، وري سوار ٿياسون. ڪڏهن ڪڏهن شهزاديءَ ڪجهہ ڳالهايو بہ ٿي. چيائين ٿي تہ "مان تنهنجي خاطر ملڪ، مال ۽ ماءُ پيءُ سڀ ڇڏيا آهن. اِئين نہ ٿئي تہ تون بہ اُن ظالم ۽ بيوفا وانگر ٻڇي وڃين!" مون اُن کي جواب ڪيس اِهو ٿي ڏنو تہ "راڻي، سڀ آدمي هڪجهڙا نہ ٿيندا آهن.

ماڻهو سيئي نہ ماڻهو، پکي سيئي نہ هنج،
ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهہ، اچي بوءِ بهار جي.

خدا نہ ڪري، جون مون کان اِهڙي حرڪت ٿئي. مان تہ پنهنجي جان ۽ مال صدقو ڏيئي چڪو آهيان. اوهان مون کي سرفراز ڪيو آهي، اِنهيءَ کان زياده مون کي ٻيو ڇا کپي!" اِهڙيءَ ريت ڳالهيون ڪندي، رات ڏينهن هلندا رهياسون. ٿڪجي پوڻ سبب، جيڪڏهن ڪٿي لٿاسون ٿي، تہ پکي يا جانور شڪار ڪري، چقمق سان باهہ ٻاري، سيخ پچائي، پئي ٿي وقت گذاريوسين. گهوڙن کي ڇڏيوسين ٿي، تہ ڪجهہ گاهہ کائي تازا توانا ٿين. منزل مقصود جي ڪابہ خبر نہ هئي، پئي ٿي پنڌ ڪيوسين. آخر هڪ اِهڙي بر پٽ ميدان ۾ پهتاسون، جتي ڪنهن بہ آباديءَ جو نشان نہ ٿي مليو ۽ نہ وري ڪنهن انسان جي صورت ئي نظر ٿي آئي. اُن هوندي بہ شهزاديءَ جو گڏ هئڻ سبب، ڏينهن عيد ۽ رات شب برات ٿي نظر آئي. پنڌ ڪندي آخر هڪ درياهہ نظر آيو، جنهن جي موجن کي ڏسي، دل اندر ئي اندر ٿي لرزي جيستائين نظر ويئي ٿي، پاڻي ئي پاڻي ٿي نظر آيو. نہ ٻيڙي نہ ملاح ٿي نظر آيو. خيال آيو تہ هن سمنڊ کان ڪيئن پار پهچنداسون. گهڙي ڪن تہ اِنهيءَ فڪر ۾ ٻينا رهياسون. آخر دل ۾ خيال آيو تہ شهزاديءَ کي ٽائيڪو ڪري، ڪنهن ٻيڙيءَ جي ڳولا ۾ وڃجي.

جيستائين ڪو بندوبست ٿئي، تيستائين هوءَ آرام ڪري وٺي. اِهو سوچي، مون کيس "چيو تہ شهزادي، جيڪڏهن حڪم ٿئي تہ مان درياهہ جو ڪو پتڻ ڳولي هٿ ڪريان." چوڻ لڳي، "مان نهايت ٿڪجي پيئي آهيان، بک ۽ پياس اٿم، مون کي ڪجهہ آرام ڪرڻ ڏي ۽ تون وڃي پار ٽپڻ جو وسيلو هٿ ڪر." اُتي پپر جو وڏو وڻ هو، ڇٽيدار ايڏو وڏو، جو هزار ماڻهو اُن جي ڇانو ۾ ويهي ٿي سگهيا. مان اُتي کيس آسودو ڪري، پاڻ ڳولا ۾ نڪتس. چئني طرفين ڏٺم، گهڻوئي ڦريس، پر ڪو بہ نشان انسان جي پير جو نظر نہ آيو. آخر مايوس ٿي پنتي موٽيس. ڏٺم تہ اُها پري ان وڻ جي هينيان ڪانہ هئي. اُن وقت جي حالت ڇا بڌايان، سُرت ۽ سمجهہ هلي ويئي. ديوانو ٿي پيس. وڻ جو ڏار ڏار ڳوليم. جڏهن نہ ڏٺم تہ تڏهن پاڻ کي زمين تي ٿي اُڇلايم. تہ ڪڏهن وڻ جي چوڌاري ڦيريون ٿي پاتيم. ڪڏهن رنس ٿي تہ ڪڏهن دانهون ٿي ڪيم. ڪڏهن اولهہ تہ ڪڏهن اوڀر، ڪڏهن ڏکڻ تہ ڪڏهن اتر ٿي ڊوڙيس. مطلب تہ گهڻي ڪوشش ڪيم. مگر اُن ناياب گوهر جو ڪوبہ پتو نہ پيو. آخر گهڻي فڪر ڪان پوءِ، دل ۾ خيال آيو تہ شايد ڪو جن يا پري اُن کي ڪٽي ويو، يا ڪي سندس ماڻهو ملڪ ڪان پوئتان لڳا ٿي آيا، جي هن موقعي جو فائدو وٺي کيس موٽائي ويا. اهڙو خيال ڪري وري دمشق موٽي ويس. فقير بڻجي سڄي شام ملڪ ۾ کيس ڳوليندو رهيس، پر ڪٿان بہ ڪو سراغ نہ مليو. نہ وري سندس غائب ٿيڻ جي ڪا حقيقت ملي. اُن وقت دل ۾ خيال آيو تہ اُن دوست ڪان سواءِ جيئڻ هينئر اجايو آهي. جهنگ ۾ هڪ جبل نظر آيو، اُن تي چڙهي ويس. اِرادو ڪيم تہ پاڻ کي اُتان اُڇلايان، اهڙيءَ ريت جيئن پٿرن سان ٽڪرجي پورو ٿي وڃان. ٽپو ڏيڻ تي هوس تہ ڪنهن اچي هٿ ڪان ورتو. ڇا ڏسان تہ هڪ سوار سبز پوش، ڇهري تي نقاب، مون کي چئي رهيو آهي تہ "پنهنجي موت جو قصد ڇو ٿو ڪرين، خدا جي فضل ڪان نااُميد ٿيڻ ڪفر آهي. جيستائين ساهہ آهي، تيستائين آس آهي. تورن ڏينهن ۾ توکي روم ملڪ ۾ ٽي درويش ملندا، جي اهڙيءَ ئي مصيبت ۾ گرفتار هوندا، اُنهن جي توسان ملاقات ٿيندي. اُتان جي بادشاهہ جو نالو آزاد بخت آهي، اُن جي بہ هڪ مشڪل آهي. جڏهن چار ئي درويش گڏ ٿيندا تہ هر هڪ جي دل جو مطلب پورو ٿيندو." مون سندس رڪاب کي وٺي چميو. عرض ڪيم تہ، "اي خدا جا ولي، اوهان جي ايتري چوڻ سان دل

کي تسلي اَچي ويئي آهي، پر هيءُ ٻڌايو تہ اوهين ڪير آهيو؟" فرمايائين تہ، "منهنجو نالو مرتضيٰ علي (رضي الله عنه) آهي، منهنجو اِهوڪم آهي تہ جنهن کي مشڪل پيش اَچي، تہ اُن کي آسان ڪريان." ائين چئي نظر کان لڪيَ وَيو. هن فقير مشڪل ڪشا جي بشارت سان آرام اَچي ويو، پوءِ قسطنطنيہ جو اِرادو ڪري راهہ جون مصيبتون، جي قسمت ۾ لکيل هيون، ڪَٽيندي، اُن شهزاديءَ جي آسري ۾ هت پهتو آهيان. خوش نصيبيءَ سان اوهان جي ملاقات ٿي ويئي ۽ صحبت ميسر ٿي. هاڻي بادشاهہ آزاد بخت سان ملڻ جي ڪا راهہ ڪڍي وجي، جيئن اسين سڀ پنهنجي مقصد کي حاصل ڪري سگهون. توهان بہ دعا گهرو ۽ آمين چئو. "يا هادي!" هن حيران ۽ سرگردان جي سرگذشت اِها هئي. جا درويشن جي حضور ۾ ٻڌائي اَٿم. هينئر ڏسجي تہ هيءَ محنت ۽ غم اُن شهزاديءَ سان ملي ڪڏهن ٿو خوشيءَ ۾ بدلجي. بادشاه آزاد بخت لڪي، ڏيان سان پهرين درويش جي حقيقت ٻڌي ۽ نهايت خوش ٿيو. اُن کان پوءِ ٻئي درويش پنهنجي حقيقت هئڙي طرح بيان ڪرڻ شروع ڪئي.

# ٻئي درويش جو سير

جڏهن ٻئي فقير جو وارو آيو، تڏهن گوڏو پيچي وينو ۽ چوڻ لڳو:

"اي يارو هن فقير جي سڀ ماجرا ٻڌو،
مان ابتدا کان چوان تو تا انتها ٻڌو.
جنهن جو علاج ڪجھ نہ، حڪيمن جي وس ۾ آهہ،
اهڙو اسان جي درد هي لا دوا ٻڌو."

"اي گودڙي پوشو! هي عاجز فارس جي ملڪ جي بادشاهہ جو پٽ آهي، جتي هر فن جا ماڻهو پيدا ٿين ٿا. مثل مشهور آهي تہ "اصفهان، نصف جهان". صفت اقليم ۾ هن ولايت جي مٽ، ٻي ولايت ڪانہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اتي ستارو ٻہ آفتاب آهي ۽ هو گويا ستن تارن مان سج آهي. آب و هوا اُتان جي وڻندڙ، ماڻهو روشن طبع ۽ سليقي وارا آهن. منهنجي قبلہ گاهہ، ننڍپڻ کان ئي، قاعدي ۽ سلطنت جي فن جي ترتيب لاءِ وڏا وڏا داناءَ ۽ هر هڪ علم جا اُستاد، منهنجي لاءِ چونڊي مقرر ڪيا، جن کان هر ڪنهن قسم جي تعليم ورتي، خدا جي فضل سان چوڏهن ورهين جي عمر ۾ هر علم ۾ ڪامل ٿيس. گفتگو معقول، نشست برخاست وڻندڙ ۽ جو ڪجھ بادشاهن لاءِ لائق ۽ درڪار آهي، سو سڀ حاصل ڪيم ۽ اهوئي شوق ٿي رهيم تہ قابلن جي صحبت ۾ هر هڪ ملڪ جا قصا ۽ احوال ۽ بادشاهن سان لاڳو ڳالهيون ٻڌان. هڪ ڏينهن هڪ درٻاريءَ، جو وڏو تاريخدان ۽ جهانديدو هو، ذڪر ڪيو تہ اگرچہ آدمي جي زندگي تي ڪوبہ ڀروسو نہ آهي، مگر ڪي ڳالهيون اهڙيون آهن، جو اُنهن جي ڪري اُن جو نالو قيامت تائين ماڻهن جي زبان تي رهي ٿو. چيومانس تہ، اهڙي حقيقت جيڪڏهن تو وٽ ڪا هجي تہ بيان ڪر، جيئن ما اُن تي عمل ڪريان، تڏهن اُن شخص حاتم طائيءَ جي حقيقت هيٺينءَ ريت ٻڌائڻ شروع ڪئي.

## حاتم طائيءَ جو قصو

"حاتم طائيءَ جي زماني ۾ نوفل نالي هڪ بادشاهہ عرب تي حڪومت ڪندو هو. هُو حاتم جو نالو ٻڌي ڏاڍو سڙندو هو. هڪ ڀيري وڏي ڇل ورتي، حاتم تي چڙهي آيو. حاتم تہ خدا ترس ۽ نيڪ هو. هن سمجهيو تہ جيڪڏهن

مان جنگ ڪندس تہ ٻنهي پاسي خدا جا ٻندا مارجي ويندا ۽ وڏي خونريزي ٿيندي ۽ گناه منهنجي نالي لکيو ويندو. اهو خيال ڪري، اڪيلو ٻاهر نڪتو ۽ جبل جي هڪ غار ۾ لڪي ويو. جڏهن حاتم جي گم ٿيڻ جي خبر نوفل کي پهتي، تڏهن هن حاتم جي ملڪ تي قبضو ڪري ورتو ۽ منادي ڪرايائين تہ جو بہ حاتم کي ڳولي آڻيندو، اُن کي شاهي خزاني مان پنج سؤ اشرفيون انعام ملندو. اهو ٻڌي ڪيترائي حاتم جي تلاش ۾ نڪري پيا. هڪ ڏينهن هو پوڙهو، سندس زال ۽ ٽي ٻار ڪاٺين جا گڏ ڪرڻ لاءِ اُن غار وٽ آيا جنهن ۾ حاتم لڪل هو. ڪاٺيون ڪندي، پوڙهيءَ عورت مڙس کي چيو تہ، "جيڪڏهن اسان جي خوش نصيبي هجي تہ جيڪر حاتم کي اسين ڪٿي ڏسي وٺون ۽ پڪڙي نوفل وٽ پهچايون تہ اسان کي پنج سؤ اشرفيون ملي وڃن. ڪيڏو نہ آرام سان گذاريون ۽ هن روز روز جي ڪاٺين ڪرڻ کان بہ ڇٽي پئون!" پوڙهو چوڻ لڳيس تہ، "کهڙي اَجائي بڪواس لاتي اٿيئي، دعا گهر تہ شل خدا اسان جي ٻانهن ۾ برڪت ڏئي!" عورت تڏو ساهہ پري، پنهنجي ڪم ۾ مشغول ٿي ويئي.

حاتم هنن ٻنهي جي سربستي ڳالهہ ٻُڌي ٻڌي، دل ۾ سوچيائين تہ هيءَ ڳالهہ مردانگي کان پري آهي، جو آءٌ پاڻ کي لڪايان ۽ هيءُ ويچارا پنهنجي مقصد کي نہ پهچن.

درد دل جي واسطي پيدا ٿيو انسان آهہ،
نہ تہ عبادت واسطي، ڪجهہ گهٽ فرشتا ڪين هئا.

مطلب تہ حاتم جي جوانمرديءَ کان اها ڳالهہ پري هئي، جو خاموشيءَ سان هيءَ گفتگو ويهي ٻڌي. هُو غار کان ٻاهر نڪري آيو ۽ پوڙهي عورت کي چيائين تہ "مان حاتم آهيان، مون کي نوفل وٽ وٺي هلو ۽ ان کان پنج سؤ اشرفيون حاصل ڪريو." پوڙهي کيس چيو تہ، "اِئين برابر آهي تہ تنهنجي ڪري اسان جو ڀلو ٿيندو. مگر نوفل وٽ وٺي وڃڻ کان پوءِ جيڪڏهن هُو توکي ماري وجهي تہ اسان کي ڇا حاصل ٿيندو؟ اسان جي نيت توکي ماري وجهڻ جي اصل نہ آهي." حاتم مٿن زور آڻڻ لڳو تہ هُو کيس، نوفل وٽ وٺي وڃن. هيءُ اَڃا هن رد بدل ۾ هئا تہ مٿان ٻيا ماڻهو اَچي پهتا ۽ حاتم کي قيد ڪري نوفل ڏي وٺي هليا. هي حال ڏسي پوڙهو بہ سندس پوئتان ڳوڙها ڳاڙيندو هليو. هي



- "مان حاتم آهيان. مون کي نوفل وٽ وٺي هلو ۽ ان کان پنج سؤ اشرفيون حاصل ڪريون!"

ماڻهو جڏهن نوفل جي سامهون پهتا، تڏهن وڏا اُپ قاڙڻ لڳا. اهڙيءَ ريت اشرفين جي لالچ ۾ هر هڪ کي لاڦون هڻڻ لڳو. مگر هُو پوڙهو ماڻ ميٺ ۾، هڪ ڪنڊ ۾، حاتم جي حال تي بيٺي رنو. جڏهن هُـو سپيئي ڳالهائي بيٺا، تڏهن حاتم چيو تہ "اي بادشاه، جيڪڏهن سچ پڇين تہ هُو پوڙهو ئي مون کي وٺي آيو آهي ۽ هوئي ئي اوهان جي انصاف جو مستحق آهي." نوفل اُن پوڙهي کي پاڻ وٽ سڏيو ۽ اُن کان سربستي ڳالهہ ٻڌي. نوفل حاتم جي هيءَ سخا ٻڌي حيران ٿي ويو. هُن ڪوڙن کي سزا ڏني ۽ پوڙهي کي پنج سو اشرفيون انعام طور ڏنيون ۽ حاتم کي سچو سخي سمجهي وڏي عزت ڏني ۽ ڪيس سندس ملڪ موٽائي ڏنائين ۽ اُن بعد هُو پنهنجي ملڪ ڏانهن موٽي ويو."

جڏهن مون هي حال حاتم جو ٻڌو، تڏهن مون کي غيرت آئي ۽ خيال ڪيم تہ حاتم تہ هڪ ملڪ جو رئيس هو پر مان تہ بادشاهہ آهيان. جيڪڏهن مان هن نعمت کان محروم رهيس تہ وڏو افسوس آهي. سچ ۽ جهان ۾ سخاوت ۽ عدل کان مٿي ٻيو ڪو ڪم نہ آهي، مرڻ کان پوءِ اُن جو بدلو ضرور حاصل ٿئي ٿو. جيڪڏهن ڪو هڪ داڻو پوکي ٿو تہ اُن کي ڪيڏو نہ ڍير اُن جو ملي ٿو! اها ڳالهہ دل ۾ ويهاري، مير عمارت کي گهرائي حڪم ڏنم تہ هڪ مڪان عاليشان، جنهن کي چاليهہ دروازا بلند ۽ ڪشادا هجن، شهر جي ٻاهر جلد ٺهرايو وڃي. ٿوري وقت ۾ مڪان دلپسند ٺهي پيو. ان مڪان جي هر دروازي کان محتاج ۽ فقير ٿي آيا، جن کي هر روز، هر وقت، صبح کان شام تائين، رپيا اشرفيون ڏيندو ٿي رهيس. جنهن بہ اچي جنهن بہ شيءَ جي طلب ٿي ڪئي، اُن کي اُها ٿي پهچايم. اهڙيءَ ريت حاجتمند پنهنجون حاجتون پوريون ڪندا ٿي رهيا.

هڪ ڏينهن جو ذڪر آهي تہ هڪ فقير اُن سراءِ جي دروازي کان آيو ۽ اچي سوال ڪيائين. مان اُن کي هڪ اشرفي ڏني. هو ڦري وري ٻئي دروازي کان آيو ۽ اچي بہ اشرفيون گهريائين. مون اگرچہ ڪيس سڃاتو پر ٽاري ڇڏيم ۽ بہ اشرفيون ڏئي ڇڏيو مانس. اهڙيءَ ريت هو هر هڪ دروازي کان اچي هڪ وڌيڪ اشرفيءَ جي گهر ڪندو رهيو. مان بہ ڄاڻي ٻجهي اڻڄاڻ ٿي، ڪيس اشرفيون ڏيندو رهيس. آخر هن چاليهين دروازي کان داخل ٿي، چاليهن اشرفين جي طلب ڪئي، جي مون ان کي ڏي ڇڏيون. ايترو گهڻو وٺي بہ، هُو درويش وري

پهرئين دروازي کان گهڙي آيو ۽ سوال ڪيائين. مون کي اها ڳالهہ نہ وڻي. چيومانس تہ "اي لالچي، تون عجيب قسم جو فقير آهين. توکي "فقر" جي ٽن اکرن جي ڪا بہ خبر نہ آهي." فقير جواب ڏنو تہ "داتا، اوهان ئي ڪڻي ٻڌايو." چيومانس تہ "ف" مان مطلب آهي "فاقو"، "ق" مان مطلب آهي "قناعت" ۽ "ر" مان مطلب آهي "رياضت". جنهن فقير ۾ اهي ڳالهيون نہ آهن، اُهو فقير ئي نہ آهي. تو کي گهڻو ڪجهہ مليو آهي، وجي اُن کي کاءُ ۽ ڪپاءِ. جڏهن وري ضرورت پوئي تہ موٽي اَچ ۽ جو ڪجهہ گهر جيئي، سو ڪڻي وڃ. هيءَ خيرات احتياج پوري ڪرڻ لاءِ آهي، نہ مال جي گڏ ڪرڻ لاءِ. اي حريص فقير! چاليهن دروازن کان اَچي، هڪ هڪ جو حساب تہ ڪر تہ ڪيتريون مهرون ٿيون! اَجا حرص ۽ لوڀ ڪري وري بہ پهرئين دروازي کان اچڻ ڪيو اَٿيئي. ايترو مال گڏ ڪري ڇا ڪندين؟ فقير کي گهرجي تہ هڪ ڏينهن جو فڪر ڪري، وري سڀاڻي جي روزي ڏيڻ وارو مالڪ موجود آهي، پاڻهي ڏيندو. هاڻي حياءُ ۽ لڄ ڪر. صبر ۽ قناعت ڏانهن ڌيان ڌر." اَها ڳالهہ ٻڌي فقير ڏاڍو خفي ٿيو. منهن ۾ گهنڊ وجهي، جيڪي مون کان ورتو هئائين، سو ڌرتي تي اُڇلائي ڇڏيائين ۽ چوڻ لڳو تہ "بس، بابا! بس، گهڻو نہ ڪاوڙج. پنهنجي رقم وني قابو ڪر. واهہ جي سخاوت تو ڪرين. سخي ٿيڻ ڏاڍو مشڪل آهي ۽ سخاوت جو بار بلڪل اوکو آهي. اُهو جهنگ ئي پري آهي جتي ڪانيون هجن. پهريائين سخي ٽن اکرن تي عمل ڪري، پوءِ سخي سڏائي." اهو ٻڌي مان گهبرائجي ويس ۽ چيومانس تہ "اي فقير بادشاہ! مون کي انهن حرفن جي معنيٰ سمجهايو تہ خبر پويم." تڏهن چيائين تہ "س" مان مراد "سچائي"، "خ" مان مراد آهي "خدا جو خوف ڪرڻ ۽ خفگي نہ ڪرڻ"، "ي" جو مطلب آهي "يقين رکڻ ۽ موت جي يادگيري ڪرڻ". جيستائين اِهي عادتون پيدا نہ ٿيون آهن، تيستائين سخي سڏائڻ ئي غلط آهي. سخيءَ جو مرتبو ۽ درجو رب تعاليٰ وٽ اعليٰ ۽ افضل آهي. هن فقير گهڻائي ملڪ ۽ شهر ڏٺا آهن، پر بصري جي شهزاديءَ جهڙو نہ ڪي سخي ڏٺم نہ ٻڌم. سخاوت جي سرداري حق تعاليٰ اُن کي ئي ڏني آهي.

سيڪو سندس سخا جي سرداري پيو ڪري." اِها ڳالهہ ٻڌي مان عرض ڪيس تہ "منهنجي خدا معاف ڪري، جيڪي گهرجيئي سو وني وڃ." پر ڪجهہ بہ قبول نہ ڪيائين. چوندو ويو تہ "هاڻي جيڪڏهن ساري بادشاهي ڏينم تہ بہ نہ وٺان. مون کي ڪابہ پرواهہ ڪانہ آهي، مان رڳو آزمائش ڪرڻ آيو هوس." ائين چئي ويندو رهيو. بصري جي شهزاديءَ جي ساراهہ ٻڌي، دل ۾ اشتياق پيدا ٿيو تہ ڪنهن ريت وڃي بصري جي راڻيءَ کي ڏسان. ڪجهہ وقت کان پوءِ بادشاهہ وفات ڪئي ۽ مان تخت تي ويٺس. سلطنت ملي، پر اُهو خيال نہ ويو. وزيرن ۽ اُميرن سان، جي سلطنت جي ٿنيا هئا، صلاح ۽ مشورو ڪيم تہ بصري جي سفر جو ارادو اٿم. اوهان حڪومت جي ڪاروبار هلائڻ ۾ هوشيار ۽ خبردار رهجو. جيڪڏهن حياتي هوندي تہ سفر پورو ڪري، منزل مقصود کي ماٺي موٽي ايندس. پر منهنجي وڃڻ تي ڪوبہ راضي نہ ٿيو. تنهن ڪري ڏاڍو دلگير ۽ اُداس ٿي پيس. لاچار هڪڙي ڏينهن وزيراعظم کي سڏائي، پنهنجو قائم مقام ڪري، ماٺ ميٺ ۾ فقيري لباس ڍڪي بصري ڏانهن روانو ٿيس.

## بصري جي راڻيءَ جو قصو

ڪيترن ڏينهن جي سفر ڪان پوءِ، هڪ ڏينهن اُن ملڪ جي حد ۾ پهتس. رات مٿان اچي پيئي. اُن حد جي اندر شهزاديءَ جا نوڪر مون کي گهڻي تعظيم ۽ عزت سان هڪ عمديءَ جاءِ ۾ وٺي ويا. جتي طرحين طرحين طعام آڻي حاضر ڪيائون. رات اُتي گذاري، ٻئي ڏينهن پنڌ ڪندي، بصري شهر ۾ وڃي داخل ٿيس. اُتي هڪڙو خواجہ سرا، سهڻي صورت وارو، عمدي پوشاڪ پهريل، جنهن جي شڪل مان دانائي ۽ ڏاهپ پئي بکي، مون وٽ آيو ۽ وڏي عزت ۽ نياز سان چيائين تہ "مان تنهنجو غُلام آهيان، تہ جيڪو بہ پرديسي مسافر، پوءِ اُهو ڪٿي غريب يا تونگر ڇو نہ هجي، ملي وڃي. اُن کي پنهنجي اوطاق ۾ رهائيندو آهيان ۽ سيڪنهن قسم جي خدمت ڪندو آهيان. ڇو تہ هتي اُن مڪان کان سواءِ، ٻي جاءِ ڪانہ آهي، جنهن ۾ وڃي ڪو رهي سگهي. اوهان مهرباني ڪري اوڏانهن هلو ۽ مون تي احسان ڪريو." مون پڇيس تہ "اي صاحب اوهان جو نالو ڇا آهي؟" چيائين تہ "غلام جو نالو "بيدار بخت آهي."

سندس لحاظ، مروت ۽ لياقت ڏسي، مان ساڻس اُتي هليس. اُتي وڃي ڇا ڏسان ته عاليشان جاءِ، شاهاڻي نمونـي سان ٺهيـل آهي. هڪ دالان ۾ وٺـي مون کـي ويهاريائين. گرم پاڻي گهرائي هٿ ۽ پير ڌئاريائين ۽ دستوخوان وڇائي، مون اڪيلي جي سامهون، طعام سان ڀريل خوانچن جا خوانچا آڻي رکيائين. چار ڊاڪون ۾ يخني پلاءُ، ٻئي ۾ قورمو، ٽئين ۾ سادو پلاءُ ۽ چوٿين ۾ ڪوڪو پلاءُ. هڪ قاب ۾ زردو هو ۽ ڪيترن قسمن جا ٻوڙ: پُـگل، نرگسي، بادامي ۽ روغن جوش. ڪيترن قسمن جون مانيون: باقر خاني، اُقراتا. نان نعمتءِ خميره ڪباب ۽ ڪوفتن جا ٽڪرا، ڪڪڙ پَـڪل، دم پخت، حليم، سنبوسا، ڪيرڻي، ملائي، حلوه، سيئون، آچار، ڏهيءَ جون ڪلفيون وغيره. هنن نعمتن کي ڏسي منهنجو روح ٺي ڀرجي ويو. هڪ هڪ لقمون هر هڪ طعام مان ڪٽندي پيٽ ٺـي ڀرجي ويو. مان ڪاڏي تان هٿ ڪڍي ورتو. اُن شخص زور ڀريو ته ”ميان تو ڪاڏو ڇا؟ سڄو ٺي ائين رکيو آهي؟“ چيومانس ته ”ڪائڻ ۾ شرم ڇا جو؟ خدا تنهنجو خانو آباد رکي، جو وٽيم سو ڪاڌم.“ مگر اُن ڪاڌي جي کهڙي تعريف ڪريان. جا اوڳرائي آئي تي سان معطر! اچ بـ چپ چٽيندو رهان ٿو. جڏهن دسترخوان کنيو ويو، تڏهن ڪاشاني بخمل جو فرش وڇائي منهنجا هٿ ڌُئاريا ويا. پوءِ جڙاءَ ٿيل پاندان ۾، سون جي ورقن ۾ويڙهيل سوپاري، لونگ ۽ الائچي پيل هئا. پاڻي تي گهريم ته برف ۾ پيل صراحيءَ مان ٿي مليم. جڏهن شام ٿي ته فانوس ۾ ڪافوري شمعون رکيون ويون. هو عزيز ڳالهيون ڪندو رهيو. جڏهن رات ٿي ته هڪ ڇپر کٽ تي آرام لاءِ چيو. مون کيس چيو ته ”اي صاحب اسان فقيرن جي لاءِ تجڏو ۽ تنئوري بس آهي. خدا هي شيون دنيادارن لاءِ بڻايون آهن.“ هو چوڻ لڳو ته، ”هي اسباب درويشن جو آهي ۽ منهنجو مال نـ آهي.“ اُن جي زور ڪرڻ تي مان اُن بستري تي وڃي ليٽيس، جنهن جي چوڌاري گُل پيل هئا. ٻنهي طرفن کان گلن سان ڀريل گلدان رکيل هئا. جنهن طرف پاسو ٿي بدلايم، گلن جي خُوشبوءِ کان معطر ٿي تي ويو. صبح ٿيو ته عاليشان ناشتو اچي حاضر ٿيو. اهڙيءَ ريت ٽي راتيو ۽ ٽي ڏينهن گذريا. چوٿين ڏينهن مون ڪانئس اجازت گهري. چوڻ لڳو تـ ”شايد هن گنهگار کان خذمت گذاريءَ ۾ ڪو قصور ٿيو آهي، جنهن جي ڪري ايترو جلد وڃڻ لاءِ تيار ٿي ويا آهيو؟“ چيومانس ته ”خدا جي واسطي ائين نـ چُوؤ. مهمانيءَ جي لاءِ ٽي

ڏينهن شرط آهي. اُن کي پورو ڪيو اٿم. زياده رهڻ چڱو نه آهي. اُن ڪان سواءِ فقير سير جي لاءِ نڪتو آهي، جيڪڏهن هڪ ئي جاءِ تي رهي پوندس ته منهنجو اصل مطلب پورو ٿي نه سگهندو. توهان جون خوبيون ايتريون ته آهن جو اوهان ڪان جدا ٿيڻ تي دل نٿي چئي، پر مجبوريءَ سبب اجازت وٺي رهيو آهيان." اهو ٻڌي هن چيو ته "ٿوري دير ترسو ته بادشاهزاديءَ کي اُن جو اطلاع ڪريان. باقي هن هنڌ بستري ۽ سون جي ٿانون بابت جيئن حڪم ڪيو وڃي، تيئن اُن جي پيروي ڪئي وڃي. هي سڀ مال تنهنجو آهي. جيڏانهن به ڪٺي وڃو. اوهان جي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي." چيومانس ته "لاحول پڙهه. مان فقير نه ٿيس پَٽُ ٿيس! جيڪڏهن اهڙو حرص دل ۾ پيدا ٿيو ته فقيري ڇا جي؟" اُن عزيز چيو ته "هي احوال جيڪڏهن ملڪه ٻڌي ته خدا ڄاڻي هُوءَ مون کي ملازمت ڪان برخواست ڪري، اَلائجي ڪهڙي سزا ڏئي! جيڪڏهن تون اهڙو بي پرواهه آهين ته هي سڀ سامان هڪ ڪوٺيءَ ۾ رکي، امانت طور بند ڪري، مهر هڻي ڇڏ. پوءِ توکي جيئن وڻي تيئن ڪر." مون قبول نه ٿي ڪيو، پر لاچار مجٿو پيو. آخر اِها صلاح بيٺي، ته سڀ سامان بند ڪري، ڪلف هڻي ڇڏجي. مان موڪلائڻ لاءِ تيار ٿيس ته ايتري ۾ پيو هڪ خواجه سرا مٿي تي پيچدار ٽوپي، ڪمر ۾ ڪمربند هڪ جڙاءَ دار سوني عصا سان، وڏي شان شوڪت مان پنهنجي قريب آيو ۽ ايڏيءَ مهرباني ۽ محبت سان گفتگو ڪرڻ لڳو، جنهن جو بيان ٿي نٿو سگهي. چوڻ لڳو ته، "اي ميان جيڪڏهن هن غريب جي اڱڻ ۾ پير پرين ته مان وڏي بنده نوازي سمجهندس. متان شهزادي ٻڌي ته هتي ڪو مسافر آيو هو، جنهن جي پري خذمت نه ٿي. شايد اُن سبب هوءَ ناراض ٿي وڃي ۽ منهنجي حياتي هلي وڃي." مگر مون سندس چوڻ ڪان نٽايو. هيءَ حالت ڏسي هُو منٿون ڪرڻ لڳو ۽ ريهي ريبي پنهنجي حويليءَ ۾ وٺي آيو. جتي پهرين ميزبان وانگر ٽي ڏينهن ٽي راتيون خذمت ۾ مشغول رهيو. جي ٿانوَ ٿيا سونا ۽ روپيا هئا، اُن جي لاءِ چوڻ لڳو ته "هي سڀ توهان جا آهن." هي ڳالهيون ٻڌي مان حيران ٿي ويس. خيال ڪيم ته ڪنهن نه ڪنهن ريت هتان موڪلائي پڇي وڃان. هو منهنجي رخ مان منهنجي پريشانيءَ کي ڏسي سمجهي ويو. چوڻ لڳو ته "خدا جا بندا، تنهنجي جيڪا آرزو يا مطلب هجي ته مون کي چئي ڏي، جيئن مان اُن کي راڻيءَ جي حضور ۾ پهچايان." مان چيومانس ته، "هن فقيريءَ جي

لباس ۾ توڪان ڇا گهران، تون بنا گهرڻ جي مون کي ڏيئي رهيو آهين. مون کي فقط راتيءَ جي حضور ۾ پهچائڻ جي مهرباني ڪر. جيڪڏهن تون ائين ڪري سگهين ته ڇڻ سڄي دنيا جي دولت مون کي حاصل ٿي ويئي". هُن جواب ڏنو ته "اکين سان، ان ڳالهه ۾ ڪا به دير نه ٿيندي." مون هي ٻڌي هڪ خط لکيو. پهريائين رب سائينءَ جا شڪرانا بجا آندم، پوءِ هي احوال لکيم ته "هي بندو ڪيترن ڏينهن کان هن شهر ۾ آيو آهي ۽ حضور جي طرف کان سڀ ڪنهن قسم جي خدمت ٿئي ٿي. جهڙي نيڪ نامي، ناموس اوهان جي ٻڌي هيم تنهن کان ڪيترا دفعا وڌيڪ اڃي ڏٺم. هاڻي امير ۽ وزير سرڪار جا چون ٿا ته جيڪا آرزو تنهنجي دل جي هجي، اُها بيان ڪر، تنهن ڪري بيحجاب ٿي پنهنجي دل جي آرزو عرض ٿو ڪريان، ته مان دنيا جو مطالبو نه آهيان، پنهنجي ملڪ جو مان به بادشاهه آهيان، هيستائين اچڻ محنتون ۽ تڪليفون ڪرڻ، رڳو اوهان جي ديد جي شوق ۽ سڪ جي سببان ٿيو آهي. هاڻي اُميدوار آهيان ته حضور جي مهربانيءَ سان هي خاڪسار پنهنجي مطلب کي پهچندو. اڳتي جيڪا مرضي مبارڪ. جيڪڏهن هي عرض قبول نه پيو ته نراس ۽ مايوس ٿي موٽي ويندس ۽ هي ساهه اوهان جي قرب ۾ قربان ڪندس." اهو حال لکي انهيءَ خواجي کي ڏنم، جنهن شهزاديءَ تائين پهچايو. ٿوري وقت کان پوءِ موٽي آيو ۽ مون کي پاڻ سان محلات جي ڏيڍيءَ تائين وٺي ويو. اُتي وڃي ڏٺم ته هڪ ٻيڏي زال ڳهه ڳٺا پايو، سونيءَ ڪرسيءَ ويٺي آهي. ڪيترا خواجا ۽ خدمتگار، هار سينگار ڪيو، وڏي بندوبست سان سندس اڳيان هٿ ٻڌي بيٺا آهن. مون هن کي ڪم ڪار جو مختيار ڄاڻي، جهڪي سلام ڪيو. هن مائي صاحبه گهڻيءَ تعظيم سان جواب ورايو ۽ ويهڻ جو اِشارو ڏيئي چيائين ته "چڱو ٿيو، جو تون آئين. تو ئي شهزاديءَ ڏانهن سڪ جو خط لکيو آهي." مان شرم کان اکيون هيٺ ڪري، ماٺ ڪري ويهي رهيس. ويرم کان پوءِ چيائين ته "اي جوان! شهزاديءَ چوي ٿي ته مون کي مرد ڪرڻ ۾ ڪو عيب يا عار ڪونهي، تون مون ڏانهن خط لکيو، پر پنهنجي بادشاهيءَ جو بيان ڪرڻ ۽ هن فقيريءَ ۾ پاڻ کي بادشاه سمجهڻ ۽ اُن هٺ ۽ وڏائيءَ جو قائم رکڻ اجايو آهي، ڇو ته حقيقت ڪري، سڀيئي مخلوق هڪ جهڙي آهي. رڳو دين ۽اسلام جو فضيلت زياده آهي. مون کي شادي ڪرڻ جي گهڻي وقت کان آرزو آهي. جيئن تون دنيا

ڪان بي پرواهه آهين، تيئن مون کي به حق تعاليٰ ايترو مال ڏنو آهي، جنهن جو ڪو حساب ئي نه ٿو سگهي. هر هڪ شرط آهي ته پهريائين مهر ادا ڪر. اهو مهر شهزاديءَ جو هڪ حڪم آهي، جيڪڏهن تو کان ٿي سگهي." چيومانس ته "مان سڀ طرح حاضر آهيان، جان ۽ مال جي پرواهه نه آهي، چئي ڏي ته ٻڌان." چوڻ لڳي ته "اڄ جو ڏينهن آرام ڪر، سڀاڻي توکي ٻڌايو ويندو." مان اهو قبول ڪيو ۽ موڪلائي ٻاهر آيس. ڏينهن گذريو شام ٿي، اُن وقت مون کي هڪ خواجه سرا محلات ۾ وٺي ويو. اُتي وڃي ڏٺم ته وڏا وڏا اڪابر ۽ شريعت جا عالم حاضر آهن. مان به ان مجلس ۾ وڃي ويٺس. دسترخوان وڇائجي ويو. قسمين قسمين کاڄ مٺا ۽ سلوڻا اُچي موجود ٿيا. سڀيئي کائڻ لڳا. مون کي به پيار ڏيئي پاڻ سان ويهاريائون. جڏهن کائڻ کان فارغ ٿيا، تڏهن هڪڙي دائي اندران نڪري آئي ۽ چيائين: "بهرور ڪٿي آهي، اُن کي حاضر ڪريو." ڪوتوال اُٿيو ۽ وڃي ان کي پاڻ سان وٺي آيو. بهرور جي شڪل شباهت وٽندڙ هئي ۽ روپيون سونيون ڪنجيون ڪيتريون ئي رومال ۾ ٿي لٽڪيس. سلام ڪري منهنجي پرسان اُچي ويٺو. پوءِ اُها ساڳي دائي اچي چوڻ لڳيس ته "اي بهرور! تو جيڪي اکين سان ڏٺو آهي، سو بيان ڪر." بهرور هيئن بيان ڪرڻ لڳو ته "اي دوست اسان جي شهزاديءَ وٽ ڪيترائي غلام آهن، جو سوداگريءَ جي ڪم ۾ مشغول آهن. اُنهن منجهان مان به هڪڙو خانه زاد غلام آهيان. دروازي تي پليل پانهو آهيان، جو سيني ولايتن ڏانهن لکن روپين جو سامان، وڻج واپار لاءِ موڪليندو آهيان. جيڪو به غلام سفر تان موٽي ايندو آهي، اُن کان مسافريءَ جو احوال حضور پڇندي آهي ۽ وڏي غور سان ٻڌندي آهي. اتفاق سان هڪڙي پيري هي غلام به سوداگريءَ جي خيال سان روانو ٿي وڃي نيمروز ولايت ۾ پهتو. اُتي جي سيني رهاڪن کي پوساڪ ڪاري ۽ شڪل درد واري ڏٺم. اِئين پئي معلوم ٿيو ته متن ڪا آفت اُچي ڪڙڪي هئي. اِنهيءَ جو سبب سيڪنهن کان مون پڇيو، پر سڀ ڪو خاموش هو. اِنهيءَ تعجب ۾ ڪيترائي ڏينهن گذري ويا. نيٺ هڪ ڏينهن صبح ٿيو ته سڀيئي ماڻهو ننڍا ۽ وڏا، غريب غربا، شاهوڪار ۽ واپاري، شهر جي ٻاهران ميدان ۾ اچي گڏ ٿيا. مان به بيهي اهو تماشو ڏسڻ لڳس. اِئين پئي معلوم ٿيو ته اِهي سڀيئي ڪنهن ماڻهوءَ جي اُچڻ لاءِ منتظر ويٺا آهن. ٿوري وقت کان پوءِ، پري کان هڪ سهڻو جوان،

پريزاد، پندرهن سورهن ورهين جو، واهيات بڪندو، سائي ڏاند تي چڙهيل آيو. پنهنجي ڏاند تان لٿو. هڪ هٿ ۾ وڄائڻ جو ناد هوس ۽ ٻئي هٿ ۾ اڱهاڙي ترار. هڪ سهڻو ٻانهو ساڻ هوس، تنهن کي اِهي شيون ڏنائين، جو هڪ هڪ کي ڏيکارڻ لڳو ۽ رڙيون ڪري پئي رنو. پوءِ سيني وٽان گهمي ڦري، پنهنجي مالڪ وٽ ويو. هن جي پهچندي ئي، اُهو جوان اُٿيو ۽ هن غلام جي سسي ترار سان وڍي، ٽپ ڏيئي ڏاند تي سوار ٿي، جيڏانهن آيو هو، اوڏانهن هليو ويو. جو سيني بيٺي ڏٺو. جڏهن اکين کان غائب ٿيو، تڏهن ماڻهو شهر ڏانهن موٽيا. مان هر هڪ کان اُن جي حقيقت پڇي، بلڪ روپيا ڏيڻ لاءِ تيار ٿيم، گهڻي منٿ ۽ زاري ڪيم، تہ مون کي ٻڌايو تہ هي جوان ڪير هو ۽ هــُن هيءَ حرڪت ڇو ڪئي؟- ۽ ڪٿان آيو ۽ ڪٿي ويو؟ پر، ڪنهن بہ ڪين ٻڌايو. نڪي منهنجي سمجهہ ۾ هي راز آيو. هيءَ عجيب ۽ حيرت جهڙو واقعو ڏسي، جڏهن مان هتي آيس ۽ شهزاديءَ جي اڳيان ڏنل حقيقت بيان ڪيم، تڏهانڪر شهزادي بہ اُچرج ۾ آهي، اُن جي حقيقت لهڻ لاءِ سعيا ڪيا اٿس، مگر ڪابہ خبر نہ ٿي ملي. تنهن ڪري پنهنجو حق مهر اِهو مقرر ڪيو اٿس تہ جيڪو شخص اُن واقعي جي خبر آڻيندو، تنهن کي شاديءَ ۾ قبول ڪندي. هيءَ ساري بادشاهي، مال اسباب ۽ خود راڻي سندس ملڪيت ٿيندي. هاڻي تو هيءَ سڄي ڳالهہ ٻڌي آهي، پنهنجي دل کان پڇ ۽ سوچ. جيڪڏهن تون اُنهيءَ جوان جو سارو حال لهي آڻي سگهين تہ اِرادو نيمروز ولايت ڏانهن وڃڻ جو ڪر، نہ تہ انڪاري ڪري پنهنجي جند آزاد ڪر." مون ورندي ڏني تہ "جي خُدا گهريو آهي تہ جلد اُها خبر ڪڍي، شهزاديءَ جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيندس، پر جيڪڏهن قسمت ۾ ٻيو ڪجهہ لکيل آهي تہ پوءِ ڪنهن جو وَسُ نہ آهي. مگر شهزادي هن ڳالهہ جو انجام ۽ اقرار ڪري تہ پنهنجي قول کان نہ ڦرندي. بلفعل مون کي هڪڙي مشڪلات آهي، جيڪڏهن شهزادي غريب نوازي ۽ مسافر پروري ڪري مون کي گهرائي ۽ پردي جي ٻاهران ويهاري، منهنجو عرض پنهنجي ڪنن سان ٻـُڌي ۽ ان جو جواب پنهنجي زبان مبارڪ سان ڏئي تہ پوءِ منهنجي وڏي عزت افزائي ٿيندي. پوءِ مان سڀ ڪجهہ ڪري سگهندس."

اِهو عرض منهنجو هـُن، ٻـُڍڙي دائيءَ کي وڃي ڪيو. تنهن مهرباني ۽ نوازش فرمائي حڪم ڏنو تہ هن کي اندر وٺي اچو. اُها دائي وري ٻاهر آئي ۽

مون کي پاڻ سان، جنهن محلات ۾ شهزادي وينل هئي، وٺي ويئي. ٻنهي طرفن کان حسين ساهيڙيون، ٻانهيون، اميرزاديون، وزيرزاديون، ترڪياڻيون، حبشڻيون ۽ افغان، موتين ۽ جواهرن سان پريل ڳتيل پنهنجي عهدي ۽ مرتبي سان بيٺيون آهن. چئِ اندر جو اکاڙو هو، بلڪ پرين جو پرستان هو. ڏسڻ سان دانهن نڪري ويئي، بي وس ٿي ويس، پر پاڻ کي جيئن تيئن سنڀالي ورتم. اُنهن کي ڏسندو، سير ڪندو اڳتي هليس. پر هلڻ ٿئي ئي ڪين!پير وڃن پنتي پوندا. جيڏانهن ڏٺم ٿي ته وري دل نه ٿي گهريو ته هوندا اڳتي هلان. اُتي هڪڙو غاليچو وڏو وڇايل هو، جنهن تي هڪ صندلي عاج جي جڙاءَ سان رکي هئي. دائيءَ مون کي ويهڻ جو اِشارو ڪيو. مان صندليءَ تي ويهي رهيس ۽ هوءَ منجيءَ تي ويٺي. چوڻ لڳي ته، "هاڻي جيڪي به چوڻو اٿيئي، سو بلاشڪ کولي چئو." مون ٻهرياڻين شهزاديءَ جي سخاوت، فضيلت، لياقت ۽ مروت جي تعريف ڪئي، پوءِ چوڻ لڳس ته "جڏهن کان هن ملڪ جي سرحد ۾ آيو آهيان، ته هرهڪ منزل تي ڏٺم ته هنڌ هنڌ تي مسافر خانو ۽ محلات جُڙيل آهن ۽ هر هڪ ڪم لاءِ ڌار ڌار ماڻهو مقرر آهن. محتاجن ۽ مسافرن جي خبر گيري پيا ڪن. مون کي به ٽي ٽي ڏينهن هڪ منزل تي مهمان رکيائون ۽ چوٿين ڏينهن جڏهن رخصت وٺڻ لڳس تڏهن به خوشيءَ ۽ رضا سان موڪل نه ٿي ڏنائون. جيڪو به سامان اُنهن جاين ۾ هو، مثال طور غاليچا، پلنگ، ديگيون، ديگڙا، گلاس وغيره، سو سڀ منهنجي حوالي ٿي ڪيائون. چيائون ٿي ته اوهان جو مال آهي، وٺي ته هاڻي ڪٺي وڃو نه ته ٻيءَ صورت ۾ ڪنهن ڪونيءَ ۾ وجهي، مُهر هڻي، قفل ڏيئي هليا وڃو. جڏهن به اوهان جي مرضي ٿئي ته ڪڍي وڃجو. مان اِئين ڪندو آيس. پر اِها عجب جهڙي ڳالهه آهي. جڏهن مون فقير جي اهڙي خذمت ۽ قدرشناسي ٿي آهي ته اهڙا هزارين غريب مسافر اوهان جي ملڪ ۾ ايندا هوندا ۽ جيڪڏهن هر هڪ جي اِها مهمانداري ٿي هوندي ته خزانو بيشمار ۽ بي حساب خرچ ٿيندو هوندو. پوءِ ايتري دولت خرچ لاءِ ڪٿان ٿي اچي؟ جيڪڏهن قارون جون خزانو هجي ته به ڪٿي پوي! ظاهر ۾ جيڪڏهن اوهان جي ملڪ تي نظر ٿي ڪجي ته اُپت ۽ پيدائش رڳو بورچيخاني ۾ به خرچ ٿيڻ جي لاءِ پوري نه آهي. بين خرچن جو ته بيان ئي نه ٿو ڪري سگهجي! جيڪڏهن اُن بابت شهزاديءَ جي زبان مبارڪ

مان بيان ٻڌان تہ خاطر تسلي ٿيندي ۽ دل جي ڳُٽتي لهي ويندي. پوءِ خوشيءَ سان نيمروز ولايت ڏي ويندس. اتي پهچندي ئي سچو احوال معلوم ڪري، حياتي هوندي تہ شهزاديءَ جي خذمت ۾ پهچي، پنهنجي مراد پوري ڪندس." اها ڳالهہ ٻُڌي شهزاديءَ چيو تہ "اي جوان توکي جيڪڏهن انهيءَ احوال معلوم ڪرڻ جو شوق آهي تہ اجوڪو ڏينهن ترس، شام جو تو کي روبرو گهرائي، جيڪا بہ حقيقت هن دولت ۽ مال جي بابت هوندي، سا سڀ ٻڌائيندس." مان اها ڳالهہ ٻيهاري، پنهنجي رهڻ واري جاءِ تي اچي ويٺس ۽ خيال ڪندو رهيس تہ ڪڏهن سانجهي ٿيندي، جو مان پنهنجو طلب حاصل ڪندس. مان اجا انهيءَ خيال ۾ هوس تہ ايتري ۾ هڪ خواجہ سراءِ، هڪ وڏو ٿالهہ طرحين طرحين طعامن جو مٿي تي کڻي آيو ۽ چيائين تہ هي طعام شهزاديءَ اوهان ڏانهن موڪليو آهي. جنهن وقت اهو ٿالهہ کوليائين تہ خُوشبوءِ ۽ هبڪار سان منهنجو مغز معطر ٿي ويو. جيڪي ڪائي سگهيس سو کاڌم، باقي موٽائي ڏنم. جڏهن سج وجي اُلهندي طرف لٿو ۽ چنڊ جي چانڊوڪي پکڙي، تنهن وقت ٻانهي آئي ۽ مون کي چوڻ لڳي تہ "شهزاديءَ اوهان کي ياد فرمايو آهي." مان اُن سان گڏجي خلوت سرا ۾ ويس. جتي روشني اهڙي لڳي ٻيئي هئي جو ڏينهن سان مقابلو پئي ڪيائين. فرش تي گاديون ۽ طويل پيل هئا، ۽ تخت جي سامهون موتين جواهرن جو هڪ وڻ عجب دستور سان نهيل، اهڙي ريت بيٺو هو، جهڙو سچ پچ قدرتي وڻ آهي. هڪ طرف ٻانهيون هٿ ٻڌيون بيٺيون هيون ۽ ٻئي طرف ڳائڻ واريون ساز تيار ڪيو ويٺيون هيون. اهو سڀ ڪجهہ ڏسي عقل اُڏامي ويو. دائيءَ کي چيم تہ " ڏينهن جو هر طرح جو هُو عيش ۽ رات جو هي آرايش، ڏينهن کي عيد ۽ رات کي شب برات چئجي تہ بجا آهي. شايد ڪنهن شهنشاہ کي بہ اهڙو عيش حاصل نہ هوندو. سدائين اهو قائدو ۽ دستور جاري آهي يا اَڄ اِهو ٿيو آهي؟" دائيءَ چيو تہ "اسان راڻيءَ جو جيڪو ڪارخانو ڏسو اٿيئي، سو هر روز. هر شب انهيءَ طرح قائم آهي. اُن ۾ ڪا بہ گهٽتائي نہ آهي. نون هتي ويهہ. شهزادي محل ۾ آهي، مان وڃي اطلاع ڏيئي ٿي اچان." ٻانهي ائين چئي اندر ويئي. جلد موٽي آئي ۽ چيائين تہ شهزاديءَ توکي گهرايو آهي. مان تکڙو هليس، ويندي ئي وائڙو ٿي ويس. خبر ڪانہ ٿي پيئي تہ دروازو ڪيڏانهن آهي ۽ پٽ ڪهڙي آهي، جو تہ ماٺهو جي قد کان گهڻو وڏا

آئينا چوڏاري پتين تي لڳل هئا ۽ دروازي کي هيرن ۽ موتين جو جڙاءُ هو. آئيني ۾ ائين نظر پئي آيو تہ ساري جاءِ ياقوت، زمرد ۽ جواهرن جي نهيل آهي. هڪ طرف پردو ٽنگيل هو، جنهن جي پٺيان شهزادي ويٺل هئي،جنهن مون کي ويهڻ جو اشارو ڏنو. پوءِ دائي شهزادي جي حڪم موجب هن طرح جو قصو بيان ڪرڻ لڳي:

## راڻيءَ جو قصو

هن ولايت جو بادشاه وڏيءَ طاقت وارو هو، جنهن کي ست ڌيئر هيون. هڪڙي ڏينهن بادشاه بيحد خوشيءَ ۾ ويٺو هو ۽ سندس ستئي ڌيئرن هار سينگار ڪري، ڳهہ ڳٽا پائي بادشاه کي روبرو بيٺيون هيون. اُن وقت بادشاه کي هڪ عجيب خيال آيو. ڌيئرن ڏانهن ڏسي چوڻ لڳو تہ "جيڪڏهن اوهان جو پيءُ بادشاه نہ هجي ها ۽ ڪنهن غريب جي گهر پيدا ٿيو ها تہ جيڪر اوهان کي شهزاديون ڪير سڏي ها! تنهن ڪري خدا تعاليٰ جو شڪر ڪريو، جو شهزاديون ٿيون ڏسجو. اوهان جي هي مرتبو رڳو منهنجي ڪري ٿيو آهي." تنهن تي سندس ڇهہ ڌيئرن يڪزبان ٿي چوڻ لڳيون تہ "اي قبلہ عالم، سچ ٿا فرمايو. اِها صحيح ڳالهہ آهي." پر هڪ شهزادي جا سيني ڪان ننڍي پر عقل ۽ سياڻپ ۾ سيني کان زياده هئي، سا ماٺ ۾ رهي. بادشاه ڪاوڙ جي پڇيس تہ "چو تون ڪجهہ بہ ڪين ٿي ڪڇين؟" تڏهن شهزاديءَ پنهنجي چادر جو پلاند ڳچيءَ ۾ وجهي هٿ ادب جا ٻڌي، عرض ڪرڻ لڳي تہ "جيڪڏهن جيئدان ملي ۽ گناه معاف ٿئي تہ پنهنجي دل جي ڳالهہ ٻڌايان." حڪم ٿيس تہ "چَئُو، ڇا ٿي چوين." شهزاديءَ چيو تہ مان "قربان ٿيان، اوهان کي معلوم آهي تہ سچ هميشہ ڪَڙو ٿيندو آهي، تنهن ڪري مان پنهنجي سان تان هٿ ڌوئي عرض ٿي ڪريان تہ جيڪي منهنجي تقدير ۾ قادر قلم وهايو آهي، تنهن کي رد ڪرڻ ڪرڻ وارو ڪو ڪونهي. جيڪي مالڪ لکيو هوندو سو اَوس ٿيندو. اي قبلہ، جنهن سچي رب اوهان کي بادشاه ڪيو آهي، تنهن مني مالڪ مون کي شهزادي بڻايو آهي. هن جي قدرت ۽ حڪمت ۾ ڪنهن کي اختيار نہ آهي، جو دم هڻي. اوهان اسان جا ڪعبا ۽ قبلا آهيو. اوهان جي قدمن جي خاڪ جيڪڏهن سُرمو ڪري اکين ۾ پايان تہ بہ بجا آهي، مگر نصيب سڀڪنهن جو پنهنجو پنهنجو آهي. هر ڪوئي پنهنجي بخت تي هلي ٿو." بادشاه اِها ڳالهہ

ٻڌي ڪاوڙ ۾ تپي باهه ٿي ويو ۽ کيس اهو جواب پسند نه آيو. ڌيءُ کان بيزار ٿي ويو. رحم دل مان نڪري ويس. حڪم ڏنائين ته "هن جا ڳهه ڳٺا سڀيئي لاهي، هڪڙي ڏوليءَ ۾ چاڙهي، ڪنهن برپٽ بيابان ۾، جتي ماڻهوءَ جو نانءُ نشان نه هجي، وڃي اُڇلي اچوس. ڏسون ته سندس نصيب ۾ ڇا لکيل آهي."

اُنهيءَ ساعت بادشاه جي حڪم سان اڌ رات جي اونداهيءَ ۾ شهزاديءَ کي جا محلاتن جي پلنگن تي سمهڻ واري هئي، هڪ بيابان ۾، جتي انسان جو ته ڇا، پر پکيءَ جو به آکيرو نه هو، ڦٽو ڪيو ويو.

شهزاديءَ تي عجب حالت ٿي گذري ۽ ڌاڍيءَ حيرت ۾ اچي ويئي. هڪ گهڙيءَ ۾ ڇا ٿي پيو. پوءِ ته خدا تعاليٰ جي دربار ۾ شڪريو ادا ڪيائين ۽ چيائين ته "تون ڏاڍو بي نياز آهين، جيڪي چاهين ٿو سو ڪرين ٿو ۽ جيڪي چاهيندين سو ڪندين، جيستائين بت ۾ ساهه آهي، نااُميد نه ٿيندس. انهن خيالن ۾ ننڊ اچي ويس. جڏهن صبح ٿيو ته شهزاديءَ اکيون پٽيون. سڌ ڪرڻ لڳي ته جلدي پاڻي آڻيو ته وضو ڪريان. ايتري ۾ راتوڪي ڳالهه ياد آيس. پاڻ کي برپٽ ۾ پيل ڏٺائين، تڏهن روئي ڏنائين ۽ چيائين ته مان ڪٿي پيل آهيان ۽ ڪهڙيون ٿي ڳالهيون ڪريان! اُتي تيمم ڪيائين ، شڪراني جا سجدا بجا آندائين. اي مسافر، شهزاديءَ جي انهيءَ وقت ڪهڙي حالت هوندي، اهو اوهان پنهنجي دل تي هٿ رکي ڏسو! مطلب ته اِنهيءَ نااُميديءَ ۾ به مالڪ مهربان هيس. چيائين ته ڪيم پيئڻ کان پوءِ ڏند به تو ڏنا هئا، تنهن کان پوءِ اُن عطا ڪيئي، هتي به تون ئي خبر لهڻ وارو آهين. مون سان حاضر ۽ موجود آهين. تو کي سڀ ڳالهه معلوم ۽ حقيقت نيڪ روشن آهي. اي مسافر، جڏهن ٻي واهه نه ڏسبي آهي تڏهن الله ياد ايندو آهي! هونءَ ته هر ڪوئي پنهنجي مطلب ۽ سئي جي ڪوشش ڪرڻ ۾ هوشيار هوندو آهي. هاڻي ڌڻيءَ پاڪ جي قدرت جو تماشو ڏس. شهزاديءَ کي ٽي ڏينهن برابر برپٽ ۾ گذري ويا ته هڪ رتي به اَنَ جي پيٽ ۾ نه پيس. نڪي پاڻي مليس، تنهن ڪري سندس گل جهڙو منهن ڪومائجي ويو ۽ جيڪو چهرو سون وانگر ٿي چمڪيو، سو هيڊو ٿي پيو. اکيون به ڏرا ڏيئي ويس ۽ زبان خشڪ ٿي ويس. فقط پساهه آيس ۽ ويس ٿي. جسم توفيق ڇڏي ويس. چوٿين ڏينهن اوچتو هڪڙو فقير نوراني پيشانيءَ وارو پيدا ٿيو. شهزاديءَ کي هن حالت ۾ ڏسي چيائين ته "اي ٻيبي، نياڻي، عقل جي

سياڻي، جيتوڻيڪ تنهنجو پيءُ بادشاه آهي، پر تنهنجي قسمت ۾ هيءُ تڪليف لکيل هئي. هاڻي، هن بڍڙي کي پنهنجو خادم ڄاڻ ۽ پنهنجي پيدا ڪندڙ جو رات ڏينهن خيال رک. خدا سڀ چڱي ڪندو ۽ فقير جي ڪشتي ۾ جيڪي خيرات جا مليل ٽڪر هئا، سي شهزاديءَ جي اڳيان رکيائين ۽ پاڻيءَ جو ڳولا لاءِ نڪتو. ڏنائين ته هڪڙو کوهه آهي پر ڏول ۽ رسي ڪونه آهن، جنهن سان پاڻي ڪڍي. هن نيٺ وڻ منجهان پن روڙي بوڪو ٺاهي، پنهنجي پڳڙيءَ مان ٽڪر ڦاڙي اُن کي ٻڌي پاڻي ڪڍيو. شهزاديءَ کي آڻي پاڻي پياريو. شهزاديءَ جڏهن هن جي غمخواري خير خواهي ۽ دلداري ڏٺي، تڏهن دل کي ڏڍ آسرو آيس. اُنهيءَ ڏينهن کان اُنهيءَ پوڙهي جو هي دستور هئو ته پنڻ لاءِ شهر ۾ نڪري ويندو هو ۽ جيڪي ٽڪر ڳيو ملندو هوس، سو راڻيءَ کي آڻي ڏيندو هو ۽ کارائيندو هو. اِنهيءَ طرح ڳچ ڏينهن گذري ويا. هڪڙي ڏينهن شهزاديءَ، مٿي ۾ تيل وجهڻ ۽ ڦڻي ڏيڻ جو ارادو ڪيو. چوٽيءَ کي جيئن ئي کوليائين ته هڪڙو آبدار موتي نڪري آيو. شهزاديءَ اهو درويش کي ڏنو ۽ چيائينس ته شهر ۾ هي وڪڻي اَچ. اهو وڪڻي ان جي بـَــها شهزاديءَ وٽ کڻي آيو. تڏهن شهزاديءَ چيس ته "هتي گذران جهڙي جاءِ جوڙاءِ." فقير چيس ته "اي نياڻي، ڪنهن هنڌ کڏ کڻي ڪجهه مٽي گڏ ڪر. مان هڪڙي ڏينهن پاڻي آڻي، گارو ٺاهي گهر جو بنياد پرينديس. شهزاديءَ هن جي چوڻ موجب کڏ کوٽڻ شروع ڪئي. جڏهن ڪجهه زمين کوٽجي ويئي، ته اُن جي اندر هڪ وڏي جاءِ موتين، جواهرن ۽ اشرفين سان پريل ڏٺائين. شهزادي، چار، پنج ٻُڪ مُهرن جا ڪڍي ورتا ۽ وري دربند ڪري ڇڏيو. ايتري ۾ فقير آيو. تڏهن شهزاديءَ چيس ته مزدور ۽ ڪاريگر قابل ۽ هنرمند وٺي اَچ ته هتي بادشاهي محلات تيار ڪن ۽ مسافرخاني ۽ کوهه وغيره جو بندوبست ٿئي. پر، پهريائين ڪنهن ڪاغذ تي نقشو تيار ڪري ڏيکارين ته پسند ڪيو وڃي. فقير شهر وڃي قابل ڪاريگرن کي آڻي حاضر ڪيو ۽ حڪم موجب نقشي تيار ٿيڻ بعد عمارت شروع ٿي ۽ هر هڪ ڪم لاءِ ايماندار ۽ چالاڪ نوڪر رکيا ويا. هن عاليشان محلات تيار ٿيڻ جي خبر نيٺ بادشاه جي ڪَنِ تي پيئي. سو ٻڌندي ئي عجب ۾ پئجي ويو ۽ جاچ ڪرايائين ته اهو ڪهڙو ماڻهو آهي، جو اهڙو لاثاني محلات ٿو جوڙائي؟ حقيقت کان ته ڪوبه واقف ڪونه هو. اُن ڪري هر ڪنهن اٽڪلاٽي ظاهر

ڪئي. تڏهن بادشاهه هڪ وزير کي حڪم ڪيو تہ مان اِهو محل ڏسڻ گهرانٿو.
اُن ڪري هو وڃي خبر رکي اَچي تہ اُن جي مالڪ ڪتان جي شهزادي آهي؟ جيئن
ئي شهزاديءَ هي خوشخبري ٻڌي تہ دل ۾ نهايت خوش ٿي بادشاهه ڏي عريضي
لکيائين تہ، "جهان پناهه سلامت. حضور جن جي تشريف آوري ۽ قدم رنج
فرمائڻ جي خبر ٻڌي، تمام گهڻي خوشي حاصل ٿي ۽ اِهو منهنجي عزت ۽
تعظيم جو باعث آهي. يلا ياڳ حضور جي قدمن مبارڪ پوڻ جا! هي ٻانهي
اُميد رکي ٿي، تہ سڀاڻي خميس جو ڏينهن مبارڪ آهي، تشريف فرمائي،
پنهنجي نور سان هن ذرڙي کي عزت بخشي وڃي. جو ڪجهہ هن عاجزه کان
ميسر ٿي سگهي، نوش جان فرمايو وڃي، مان عين غريب نوازي ۽ مسافر
پروري ٿيندي. زياده حد ادب." شهزادي اَمير جي خذمت چاڪري ڪري اُن کي
رخصت ڪيو. بادشاهه عريضي پڙهي شهزاديءَ کي چوائي موڪليو تہ اسان اوهان
جي دعوت قبول ڪئي آهي ۽ مقرر وقت تي ايندا سون. شهزادي سڀني نوڪرن
۽ خذمتگارن کي حڪم ڪيو تہ مهمانيءَ جي تياري اهڙي بندوبست سان
ڪريو، جو بادشاهه نهايت خوش ٿي وڃي. شهزاديءَ جي حڪم ۽ تاڪيد سان،
سڀيئي طعام اهڙي لذت ۽ ذائقي سان تيار ٿيا، جو فرشتن کي بہ تعريف
ڪرڻي پيئي. جڏهن سانجهي ٿي، تڏهن بادشاهه سوار ٿي، شهزاديءَ جي جاءِ تي
اَچي وارد ٿيو. شهزاديءَ پنهنجي خاص ساهيڙين سان بادشاهه جو استقبال ڪيو.
سڀني ادب سان سندس سلام ڪيو. هيءَ عزت ۽ قاعدو ڏسي بادشاهه حيران ٿي
ويو. اهڙيءَ ريت بادشاهه کي ساڻ وٺي آئي جڙاءُ دار تخت تي ويهاريائين.
شهزادي سونو تخت، جو اڳ ۾ نهرائي رکيو هو، جواهرن ۽ مهرن سان ڀريل
ٿاليهون، ريشم زربفت ۽ ڪيمخواب جا سوين ٿان، سونن زنجيرن سان هاٿي ۽
سونن سنجن مان ڪيئي گهوڙا، بادشاهه جي اڳيان نذراني طور رکيا ۽ پاڻ ٻئي
هٿ ٻڌي سندس سامهون خدمت ۾ اَچي بيٺي. اُن وقت سندس منهن تي هلڪو
نقاب هو. بادشاهه گهڻي مهربانيءَ سان فرمايس تہ، "تون ڪهڙي ملڪ جي
شهزادي آهين ۽ هتي تنهنجو ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟" شهزاديءَ اَدب بجا آڻي
چيو تہ "مان اها گنهگار ۽ خطاوار آهيان، جا سلطاني غضب جي سبب هن برپٽ
۾ ڦٽي ڪئي ويئي آهي. هي سڀ خدا جي قدرت جا تماشا آهن، جن کي حضور
ڏسي رهيو آهي." اِئين چئي هُن پنهنجي نقاب کي لاٿو. هيءَ ڳالهہ ٻڌي،

بادشاه جي رت کي جوش آيو. مهر پدري زياده ٿيس. تخت تان لهي آيو ۽ پيار سان ڀڪلي لڳايائينس ۽ هٿ کان وٺي تخت تي گڏ ويهاريائين. بادشاه حيران ۽ متعجب وينو رهيو. ٿوريءَ دير کان پوءِ حڪم ڏنائين تہ "بادشاه بيگم کي وڃي چئو تہ شاهزادين کي گڏ وٺي اَچي." جڏهن هُو سڀئي آيون، تڏهن هنن کيس سجاتو ۽ ڀڪلي لڳي رُنيون ۽ وري ملڻ تي خدا جو شڪر اَدا ڪيائون. شهزادي ماءُ ۽ شهزادين جي سامهون ايترو تہ نقد ۽ جواهر آڻي رکيا، جن جو مقابلو دنيا جي وڏا خزانا بہ نہ ٿي ڪري سگهيا. پوءِ بادشاه سيني کي پاڻ سان گڏ ويهاري طعام کاڌو. اهڙي ريت هو خوش ٿي شهزاديءَ کان موڪلائي ويو. جيستائين جيئرو هو، تستائين ڪڏهن پاڻ ايندو هو ۽ ڪڏهن شهزادي کي پنهنجي محلات ۾ ويندو هو. جڏهن بادشاه وفات ڪئي تہ سندس وصيت موجب سڄي بادشاهي سندس ننڍيءَ شهزادي کي ملي، ڇو تہ ڪانئس وڏيڪ ٻيو ڪوبہ بادشاهيءَ جي لائق نہ هو.

اي مسافر، حقيقت اِها آهي، جو تو ٻڌي. سچ تہ رب جي گنج ۾ گهٽتائي آهي ئي ڪا نہ. آدميءَ کي فقط نيت صاف رکڻ گهرجي. جيترو ئي سندس راهہ ۾ خرچ ڪندو، اوترو ڀيڻي پوندس. ڏٺي پاڪ جي حڪمت ۾، عجب آڻڻ کنهن بہ حالت ۾ درست نہ آهي." اِها ڳالهہ پوري ڪري، ٻانهيءَ چيو تہ، "جيڪڏهن تنهنجو ارادو "نمروز" ملڪ ڏانهن وڃڻ جو هجي ۽ خبر آڻي سگهين تہ جلدي روانو ٿي." مان چيومانس تہ "هينئر ئي روانو ٿيان ٿو ۽ خدا گهريو تہ سگهو ئي موٽيندس." نيٺ موڪل وٺي، رب جي رحم ۽ ڪرم تي آسرو رکي اوڏانهن روانو ٿيس.

## نيمروز جي ملڪ جي شهزاديءَ جو قصو

ٻارهن مهينا رات ڏينهن مسافري ڪندي، آخر نيمروز شهر ۾ اچي پهتس. ڇا ڏسان جو اُتي جا رهاڪو امير ۽ غريب سيني کي سياه پوشاڪ پيئي آهي. جهڙو حال ٻڌو هوم اهڙو ڏٺم. ڪيترن ڏينهن کان پوءِ چنڊ رات آئي. سڀئي ماڻهو شهر جا، ننڍا وڏا، ٻر ٻڍا، امير اُمراءَ، فقير گدا، عورتون مرد، هڪڙي ميدان ۾ اَچي گڏ ٿيا. شهر ڏانهن ڪٽي نگاه ڪريان تہ ڪڪڙيون ڪون لڳي پيئي آهي. مان حيران پريشان حالت ۾، اُنهن ماڻهن سان گڏ فقيراڻي ويس ۾ وڃي بيٺس تہ ڏسجي تہ هڪڙو اسرار ٿو پيدا ٿئي. ايتري ۾ هڪڙو جوان

پهلوان ڏاند تي سوار تيل، واهيات بڪ ڪندو. جهنگ مان نڪتو. مان ايترا ڏاڪڙا سهي، اُن جي احوال جاچڻ لاءِ آيو هوس. اُن کي ايترو مست ۽ بيهوش ڏسي وسو تي ويس. هو هميشه جي ستور موجب جو ڪجهه ڪندو هو. ڪري هليو ويو. ۽ خلق شهر ڏي موٽڻ لڳي. اُن وقت مون کي هش آيو. افسوس ۽ ارمان وني ويم ته مون چا ڪيو؟ وري سڄو ڏينهن مهينو ترسڻو پيو. لاچار موٽي آيس. اِهو مهينو هڪ هڪ ڏينهن ڪري ڳڻي گذاريم. نيٺ چنڊ رات تي ۽ اها منهنجي شب برات ٿي. صبح جو ساڳئي دستور موجب، سڀيئي ماڻهو بادشاه سميت وڃي ميدان ۾ گڏ ٿيا. مون دل ۾ پڪو ارادو ڪيو ته جيڪي به ٿئي، مان هن دفعي ڪيئن به ڪري، اُن جي پنيان ضرور پوندس ۽ هي عجيب احوال معلوم ڪندس. اوچتو اهو جوان سائي ڏاند تي سوار تي اچي پهتو. لهي، پلٿي ماري وينو. هڪ هٿ ۾ اَگهاڙي ترار هيس، ٻئي هٿ ۾ ڏاند جي واڳ ۽ هڪ سونو مُرتبان. هن اُهو سونو مرتبان پنهنجي هڪ ٻانهي کي ڏنو، جو سيني کي ڏيکارڻ لڳو. جنهن کي ڏسي هر ڪوئي روئڻ لڳو. پوءِ ان جوان اُهو مرتبان پڇي وڌو ۽ انهيءَ غلام کي اهڙي ترار هنيائين، جو هن جي سسي ڌڙ کان ڌار ٿي وڃي پري پيئي. پاڻ وري ڏاند تي سوار تي موٽيو. مان به اُن جي پنيان وڪ ڪٽي اُتي هليس ته شهر جي ماڻهن اچي منهنجو هٿ جهليو. چيائون ته "هي چا تو ڪرين؟ جو چاٺي ٻجهي موت جي منهن ۾ تو وڃين! جيڪڏهن حياتيءَ مان ڪڪ ۽ بيزار ٿيو آهين. ته مرڻ جا رستا بيا به گهڻا اٿيئي." پاڻ ڇڏائڻ لاءِ مون کي گهڻائي حيلا ڪيا. پر انهن کان ڇڏائي نه سگهيس. ٻه ٽي ماڻهو چنبڙي پيا ۽ شهر ڏي گهلي وني ويا. دل کي ڏاڍي پريشاني ٿي. آخر اهو مهينو به گذريو. سيني کان اڳ ۾ اُتي، جيڪو خاص رستو انهيءَ جوان جي اچڻ جو هو، اُن تي لڪي ويهي رهيس. ايتري ۾ اهو جوان ڏاند تي چڙهي موٽيو. مان به پنيان لڳو مانس. هن جوان ڏسي ورتو ته ڪو اچي ٿو. هڪدم واڳ موڙي مون تي ڪاهه آيو. واڪو ڪري ترار سان مارڻ تي هو، ته مان نوڙي ڏاڍي ادب سان سلام ڪري، ٻانهون ٻڌي بيهي رهيس. اُتي ان جوان ڳالهايو ته "اي فقير منهنجي پوئتان نه اَچ!" سوني ڪناري، جڙاءِ دار مُٺ سان ساري سامان توشه دان سميت، چيلهه مان ڇوڙي مون ڏانهن اُڇلائين ۽ چيائين ته "هن وقت مون وٽ بيو ڪجهه به نه آهي، جو



- مان نوڙي، ادب سان سلام ڪري ٻانهون ٻڌي بيهي رهيس.

توکي ڏيان، اهو تون بادشاه وٽ ڪٽي وڃ، جيڪي بہ اُن کان گهرنديـن، سـو ملنديءِ." سندس هيبت ۽ حشمت، مون تي ايتري نہ غالب ٿي ويئي، جو چُـري بـہ ڪين سگهيس. ائين چئي، هُـو سخي مرد نعرو هڻندو هليو ويو. مون سوچيو تہ هاٿي هتي بيهي رهڻ نہ ٿو جڳائي. تنهنڪري اڳتي وڌيس. ايتري ۾ هُـو بـہ موٽيو ۽ ڏاند پيهين پڪيءَ طرح مون کي مارڻ لاءِ آيو. مون بہ مٿو نوڙائي ڏنس ۽ قسم وڌومانس تہ اي رستم ثاني، اهڙو ڪو ڏڪ ترار جو هڻ، جو بہ اَڌ ٿـي پوان، جيئن هڪ رڳ بہ نہ رهي. جيئڻ هن مصيبت، حيرانـيءَ ۽ پريشانيءَ کان ڇٽي پوان. مون توکي پنهنجو خون بخشيو." تڏهن هُـن چيو تہ "اي شيطان جي صورت، ڇو ناحق پنهنجو خون منهنجي گردن تي ٿو وجهين ۽ مون کي گنهگار ٿـو ڪرين. وڃ، پنهنجي واٽ وٺ. شايد سر کان تنـو آهين!" تـڏهن بـہ مـون سندس چوڻ ڪين ورتو ۽ اڳتي هليس. پوءِ هُـن ڄاڻي واڻي ڪٽي نٽايو. مـان بـہ پنيان پئي ويومانس. ويندي ويندي، بہ ڪوه برابر پنڌ ڪري، جهنگ کـان بـاهر نڪتاسون. هڪڙو ڪمرو ڏسڻ ۾ آيو. هُـو جوان دروازي تـي وڃـي بيـنو ۽ اهـڙو خوفناڪ آواز ڪيائين، جو دروازو پاڻهي کلي پيـو ۽ پـاڻ انـدر هليـو ويـو. مـان باهر بيهي رهيس. سوچڻ لڳس تہ هاٿي مان ڇا ڪريان. ايتري ۾ هڪڙو غلام اندران نڪري آيو ۽ چيائين تہ "اندر هَل. اڄ تنهنجي حياتيءَ جو ماڻ اچي پريـو آهي. توکي ڪهڙيءَ ڪمبختيءَ ڪنيو، جو هيڏانهن آئين!" مان بنا ڪنهن جواب ڏيڻ جي، بي ڊپو اندر هليو ويس. غلام باغ جي اندر اهڙيءَ جاءِ تي وينـي ويـو، جتي هو وينو هو. مون هن کي ڏسي سلام ڪيو ۽ هن ويهڻ جو اشارو ڏنو. مان بہ ادب سان پلٿي ماري ويهي رهيس. هُـو جوان بخمن جي گاديءَ تي وينو هو ۽ سونا هٿيار اڳيانئس رکيا هئا. ياقوت ۽ زمرد سـان پريـل هـڪ دبلـو بـہ سندس اڳيان موجود هو. جڏهن اُتڻ جو وقت آيس، تڏهن جيڪي بـہ غـلام حـاضر هئـا، سي وڃي ڪونئين ۾ لڪا. مان بہ ڊپ کان پيڇي، وڃـي هـڪ ڪونـيءَ ۾ لڪـس. هُـو جوان اُٿي، سـيـئي ڪـندون گهمي، بـاغ جـو پاسـو وٺـي هليـو ويـو، ۽ وڃـي پنهنجي سواريءَ واري ڏاند کي مـارڻ لڳـو. اُن جـي دانهـن ۽ رنـيـن جـا آوازَ مـون کي ٻڌڻ ۾ آيا. جنهن کان ساهہ سُـکي ويو. نيـٺ ڏڪندي، دروازو کولي، هـڪ وڻ جي پاڙ ۾ وڃي بيـنس ۽ سـارو تـماشـو ڏسـڻ لڳـس. پـوءِ اُنهـيءَ جـوان اُن لـٺ کي، جنهن سان ڏاند کي ماريو هئائين، هيٺ رکي، هٿ ڌيرائي، ڏاند جـو منهـن

چمو ۽ داڙھو ۽ گاھ کارايائينس. مان جھٽ پٽ اُتان پچي وڃي ڪونيءَ ۾ لڪس. پوءِ سڀيئي غلام ٻاھر نڪري آيا. لوٽو ڪٽورو کڻي آيا. ھُن جوان وضو ڪري، شڪراني جي سجدا بجا آندا. پوءِ جڏھن عبادت ڪري واندو ٿيو، تڏھن چيائين تہ "اُھو فقير ڪٿي آھي؟" مان اَدب سان اَچي ويھي رھيس. چڱو طعام آيو، ھُن بہ کاڌو ۽ مون کي بہ ڏنائين پوءِ دسترخوان ويڙھيائين ۽ ھٿ ڌوئي غلامن کي رخصت ڏنائين ۽ وڃي آرام ڪريو. جڏھن ڪا بہ پَھر نہ رَھي، تڏھن مون سان ڳالھائڻ لڳو. پڇائين تہ "اي دوست، توکي ڪھڙي مصيبت پيئي آھي، جو تون موت موت ڪندو ٿو وتين؟" مان سڄو ئي بيان شروع کان آخر تائين جيڪي بہ ھو، سو ڪري ٻڌايومانس ۽ چيومانس تہ "مان وڏي اُميد رکي آيو آھيان تہ مون کي ضرور مراد وارو ڪندين." اھا ڳالھہ ٻڌي ھُن ٿڌو ساھہ ڀريو ۽ چوڻ لڳو تہ "اي خدا، تو کان سواءِ عشق جي درد جو ڪو بہ واقف نہ آھي، بيدرد کي درد وارن جي ڪھڙي خبر! لڳيءَ وارن کي ڪَلَ آھي، جن کي ھڪ سوز ھوندو." اُن بعد درد مان اھڙي دانھن ڪيائين، جو ساريءَ جاءِ زلزلو اَچي ويو. اُتي مون کي پڪ ٿي تہ ھيءُ بہ ڪنھن جي عشق جو آزاريل آھي ۽ برھہ جو بيمار آھي. تڏھن زاري ڪري چيومانس تہ "مون توکي پنھنجو سارو حال سُڻايو آھي، ھاڻي مھرباني ڪري پنھنجي سر گذشت ٻڌائينم. پنھنجي پڇنديءَ آھر اول تنھنجي لاءِ ڪوشش ڪندس ۽ پاڻ پتوڙيندس." نيٺ ھن عاشق صادق، مون کي پنھنجو حال محرم ڄاڻي، پنھنجي حقيقت ھيئن بيان ڪرڻ شروع ڪئي تہ "دوست، مان بہ برھہ جو بيمار، عاشق زار درد جو گرفتار، حال جو خراب ۽ خوار، ھن نيمروز ولايت جو شھزادو آھيان. منھنجي پيءُ يعني ھن ملڪ جي بادشاھ منھنجي ڄمڻ وقت سڀيئي نجومي، پنڊت، برھمڻ، رملي ۽ علم جفر جي ڄاڻڻ وارا گڏ ڪيا ۽ حڪم ڏنائين تہ "شھزادي جي طالع جو ستارو ٻڌايو، چڱيءَ طرح جاچي جنم پَتري ناھيو. جيڪو بہ ٿيڻو آھي، سڀ احوال، پَل، گھڙي، پھر، ڏينھن ھفتي، مھيني ۽ سال جو سڻايو." بادشاھ جي حڪم سان، سيني گڏجي، پنھنجي علم ۽ فن جي زور سان ھڪڙو نقشو تيار ڪري بادشاھ وٽ آندو. ڪيس ٻڌايائون تہ "خدا جي فضل سان شھزادو اِھڙي چڱي وقت، سعيد ساعت ۽ موجاريءَ مھل ۾ ڄائو آھي، جو سڪندر جھڙو بھادر ۽ نوشيروان جھڙو عادل بادشاھ ٿيندو. جيڪي بہ علم ۽ ھنر آھن، تن ۾

پڙ ۽ هوشيار ٿيندو. سخاوت ۽ طاقت ۾ اهڙو مشهور ٿيندو، جو حاتم ۽ رستم جو نالو دنيا وارن کان وسري ويندو. پر پهريان چوڏهن ورهيه سج ۽ چنڊ کان ڪيس لڪائي رکڻ گهرجي. جيڪڏهن سج ۽ چنڊ ڏسندو، ته سودائي ۽ ديوانو ٿي پوندو، ڏاڍا ناحق خون ڪندو ۽ شهر مان نڪري وڃي جهنگ وسائيندو. اُن ڪري جيترو ٿي سگهي، ڪيس سج چنڊ کان لڪايو وڃي، بلڪ رات ڏينهن ڪنهن اهڙي ڪمري ۾ بند هجي، جو آسمان ڏانهن به نظر نه پويس. جيڪڏهن اهي ڏينهن خير ۽ عافيت سان گذري ويس، ته پوءِ وڏي ڏاڪي سان بادشاهي هلائيندو." نجومي وغيره ته انعام وٺي موڪلائي ويا، مگر بادشاه، هيءَ ڳالهه ٻڌي، هن باغ ۾ هڪ عاليشان محلات تيار ڪرايو ۽ زير زمين هڪ ڀُهرو ٺهرايو. مٿانس هڪڙو لوهه جو گنبد جوڙايائين. جيئن اُڻ مان اُسَ خواهه چانڊوڪي اندر نه اَچي سگهي. پوءِ ڪير پياريندڙ ٻانهيون، دايون ۽ نوڪر چاڪر حفاظت ۽ خدمت لاءِ مقرر ڪيائين، جي منهنجي پرورش ڪرڻ لڳا. جڏهن سمجهه جهڙو ٿيس ته داناءَ اُستاد منهنجي سيکارڻ لاءِ مقرر ڪيائين ته جيئن سيڪنهن قسم جي علم ۽ هنر جي تعليم ڏيئي، مون کي چڱيءَ ريت هوشيار ڪن. بادشاه به هر وقت منهنجي خبر چار رکڻ لاءِ پيو ايندو هو. مان به اُن جاءِ کي سڄو جهان جون نعمتون ٿي سمجهيو. جيڪي گهرندو هوس، سو ملندو هو. ڏهن ورهين تائين سڀ علم، هنر، فن ۽ ڪسب حاصل ڪري ڪامل ٿيس. هڪ ڏينهن اُن گنبد جي روشندان مان هڪ گل اَچي اوچتو ظاهر ٿيو، جو ڏسندي ڏسندي ويو ٿي وڌندو. مون اِرادو ڪيو ته وڃي وٺانس، پر جيئن جيئن هٿ وڌائيندو رهيس، تيئن تيئن ويو ٿي مٿي چڙهندو. مان حيران ٿي بيهي رهيس، ته ڪلڻ جو آواز منهنجي ڪَن تي پيو. مون اُن کي ڏسڻ لاءِ ڪنڌ مٿي ڪنيو ته ڏٺم ته هڪ سهڻو چنڊ جهڙو مُنهن ظاهر ٿيو. اُن کي ڏسندي منهنجو هوش ۽ حواس ويندو رهيو. پر پاڻ کي سنڀالي ورتم. وري نظر ڪيم ته هڪ سونو تخت پرين جي ڪلهي تي رکيل نظر آيو. جنهن جي مٿان هڪ نازنين، جنهن کي موتين جو ڇَٽ مٿي تي هو ۽ سونهري پوشاڪ جواهرن سان جڙاءَ واري جسم تي هئي، ويٺل ڏٺيم. سندس هٿ ۾، ياقوت جو پيالو هو، جنهن مان شراب ٿي پيئائين. هوءَ آهستي آهستي تخت تان هيٺ لٿي، ۽ برج ۾ وارد ٿي. پوءِ اُن پريءَ مون کي سڏ ڪري پنهنجي پر ۾ ويهاريو ۽ پيار ۽ محبت جون



- ڏٺم تہ هڪ چنڊ جهڙو ظاهر ٿيو.

ڳالهيون ڪرڻ لڳي. مُنهن مُنهن سان ملائي هڪڙو شراب جو پيالو مون کي ﺑﻪ پياريائين. چوڻ لڳي ته "انسان بيوفا ٿيندو آهي، پر ڇا ڪريان، جو تو سان دل لڳي ويئي آهي." ڪا گهڙي محبت سان منيون ڳالهيون ڪيائين. مان مست ٿي ويس ۽ اهڙي خوشي حاصل ٿي، جو حياتيءَ جي حقيقي لذت اُنهيءَ مهل حاصل ٿيم. مطلب ته اهڙي خوشي نڪي ڪنهن ڏٺي هوندي، نڪي ڪنهن ٻڌي هوندي. مان اُن جو صحيح بيان ڪري ئي نه ٿو سگهان. پوءِ انهيءَ مزي ۾ ٻيئي تخت تي ويهي رهياسون. اوچتو تخت جي ڪنڊ تي هڪڙو پٽر اچي ڪريو. چار ئي پريزاديون مٿان لهي اچي اُن نازنين کي ڪجهه ڪن ۾ چوڻ لڳيون، جنهن جي ٻڌندي ئي منهن زرد ٿي ويس ۽ مون کي چيائين ته "اي سڄڻ، منهنجي دل گهري پيئي ته ڪا گهڙي تو ساڻ ويهي مجلس ڪريان ۽ دل کي وندرايان ۽ ڏيهاڙي تو وٽ ايندي رهان ۽ توکي پاڻ سان وني وڃان، پر آسمان ٻن دوستن جو گڏ ويهڻ نه سهندو آهي، سدائين سڪ وارن کي پوئتان هوندو آهي. چڱو هاڻي خدا حافظ!" اها ڳالهه ٻڌي مان بيحال ٿي پيس. چڻ هٿن مان ڪا چيز نڪري ويئي. مون چيس ته "اي دلبر، وي ڪڏهن ملاقات ٿيندي؟ توهان مون سان وڏو ظلم ڪيو. جيڪڏهن جلد ايندينءَ ته مون کي جيئرو ڏسندينءَ، نه ته الائجي ڪهڙو حال ٿيندم. ڪجهه نالو ۽ نشان مون کي ٻڌاءِ ته مان اُن پتي تي توکي ڳولي لهان ۽ تو وٽ اچي پهچان. اها ڳالهه ٻڌي، چيائين ته "رب سائين تو کي وڏي حياتي ڏي، تنهنجي عمر شل دراز ٿئي، جيڪڏهن حياتي آهي ته وري ﺑﻪ ملاقات ٿيندي. مان جنن جي بادشاه جي ڌيءَ آهيان ۽ ڪوه قاف ۾ رهندي آهيان. ائين چئي، تخت کڻايائين، ۽ جيئن اهو لٿو هو تيئن مٿي چڙهيو. جيستائين سامهون هئاسين، هڪٻئي کي پئي ڏٺوسين. هن جي وڃڻ کان پوءِ غم دل کي وني ويو. عقل ۽ هوش اصلي ڇڏيا ويا. سارو جهان اونده نظر آيو. ڪا ﺑﻪ خبر ڪا نه رهي. حيران ۽ پريشان، زار زار ٿي رُنس. ڪپڙا ڦاڙي ڦٽا ڪيم، ۽ ديوانن وانگر بڪواس ڪرڻ لڳس. جڏهن اها خبر دائيءَ کي پيئي، تڏهن منهنجو حال اچي ڏٺائين ۽ ڏڃندي، ڪنبندي، بادشاه وٽ ويئي، ۽ عرض ڪيائينس ته "بادشاه سلامت، اوچتو شهزادي سان الائجي ڪهڙو حال ٿيو آهي، جو کاڌو پيتو سڀ ڇڏي ڏنو اٿس ۽ آرام ڪونهيس" هي ٻڌندي ئي بادشاه سڀيئي امير، وزير، سردار، طبيب،

نجومي، عابد، زاهد ۽ درويش پاڻ سان وني، اُنهيءَ باغ ۾ آيو. منهنجي بيقراري ۽ آه زاري ڏسي بلڪل پريشان ٿي ويو. روئي پاڪر پائي اَچي مليو ۽ علاج ڪرڻ لاءِ سڀ ڪي حڪم ڏنائين. حڪيمن حڪمت جو زور هلايو، نجومين ستارن جي ڦير گهير ۽ گرهن جو حساب لڳايو. سوين صدقا ۽ خيراتون ڏنيون ويون مطلب تہ هرڪوئي پنهنجي پنهنجي علم جو بيان ڪُرڻ لڳو، پر جيڪي هو، سو منهنجي ساه سان. ڪنهن جي بہ ڪوشش ۽ تدبير منهنجي تقدير ڪي بدلائي نہ سگهي. ڪنهن جو بہ سعيوڪارگر ۽ ڪمائتو نہ ٿيو. ڏيهاڙي مستي وڌندي ويئي. رات ڏينهن روئڻ ڪان سواءِ ٻي ڪار نہ هئي، نہ وري ڪنهن جي گفتگو ئي ٿي وڻي. اهڙيءَ ٽي ورهيہ برابر گذري ويا. نيٺ چوٿين سال هڪ سوداگر سفر ڪندو اچي نڪتو. هر ملڪ جا تحفا ۽ سوکڙيون، عجب عجب سوغاتون بادشاه جي حضور ۾ ڪٽي آيو. بادشاه مٿس گهڻي مهرباني فرمائي، سندس حال احوال ورتو ۽ هيڏانهن هوڏانهن جون خبرون پڇيون. نيٺ بادشاه کانئس پڇيو تہ "اي سوداگر، تو بہ گهڻائي ملڪ ڏٺا آهن، ڪٿي ڪو قابل ۽ ڪامل حڪيم تنهنجي نظر ڪان گذريو؟ جيڪڏهن ڪو ڏٺو اٿيئي، تہ اُن جي بابت ٻڌاءِ". سوگر نوڙي ادب سان عرض ڪيو تہ "جهان پناه! هن غلام گهڻيئي ملڪ ڏٺا آهن ۽ سير سفر ڪيو اٿس. هندستان جي ملڪ جي هڪ ٻيٽ ۾، هڪ پهاڙ تي هڪ گوسائين جَٽاڌاريءَ هڪ مهاديو جو وڏو مندر، سنگت جي رهڻ جي جاءِ ۽ بهار سان ڀريل باغ ٺهرايو آهي، جنهن ۾ هُو رهي ٿو. سندس قاعدو آهي تہ ورهيہ ڪان پوءِ شِو رات جي ڏينهن، پنهنجي آستان ڪان ٻاهر نڪري، درياءَ ۾ ترندو ۽ خوشي ڪندو آهي. اشنان ڪان پوءِ جڏهن پنهنجي آسڻ ويندو آهي، تڏهن بيمار ۽ دردمند وچي سندس دروازي تي پهچندا آهن. هُو مهنت جنهن جي زماني جو افلاطون چوڻ گهرجي، نبض، ڏسندو، نسخو ڏيندو ۽ هليو ويندو آهي. خدا ان جي هٿ ۾ ايڏي تہ شفا ڏني آهي، جو دوا پيئندي ئي اثر ٿي ويندو آهي ۽ اُهو مرض بلڪل هليو ويندو آهي. اها حالت مان پنهنجي اکين سان ڏٺي آهي، ۽ خدا جي قدرت جو مشاهدو ڪندو رهيو آهيان تہ اهڙا بہ انسان پيدا ڪيا اٿس، جن جي ڏسڻ سان سندس يڪتائيءَ جي ثابتي ٿي ملي. جيڪڏهن حڪم ٿئي، تہ شهزادي کي اُن ڏانهن وني وڃجي ۽ ڪيس ڏيکارجي تہ جلد شفا حاصل ٿيندي. ظاهر ۾ بہ هيءَ ڳالهہ فائدي واري آهي، جو جدا جدا

ملڪ جي آب و هوا سندس طبيعت تي فرحت آڻيندي. بادشاه کي سندس صلاح پسند آئي ۽ خوش ٿي فرمايائين ته "تنهنجي صلاح عمدي آهي. مَن هن جو هٿ سدورو ٿئي ۽ منهنجي فرزند کي شفا حاصل ٿي وڃي!" هڪ هوشيار ۽ قابل ۽ آزمودگار امير کي مون سان همراه ڪيائين، ۽ گهڻوئي ضروري سامان ڏيئي رخصت ڪيائين.

منزلون ڪندي ڪندي، نيٺ اُنهيءَ هنڌ وڃي پهتاسون. نئين آب و هوا ۽ جدا جدا ملڪن کي ڏسڻ وائسڻ سان البت طبيعت کي آرام آيو. پر اندر ۾ صبر ۽ آرام ڪونه هو. ڪنهن به وقت نازنين جو نينهن دل تان ڪين وسريو. جيڪڏهن ڪو آواز نڪرندو هو، ته هيءُ:

نه ڇاڻان ڪنهن پريرو سان لڳي اک، خوشي ڏيئي، بڻي برباد دا آ

بن ٽن مهينن ۾ ڪيئي هزار مريض اُتي اچي گڏ ٿيا. سڀني ائين ٿي چيو ته جڏهن گوسائين ٻاهر نڪرندو ته سڀ کي شفا حاصل ٿيندي. صبح جو اُهو جوڳي سج وانگر چمڪندو ٻاهر آيو. درياه تي وڃي غسل ڪيائين، وارون تَري موتي آيو. سڄي بدن تي ڀڀوت لڳايائين، سفيد بدن رک ۾ ملايائين. متي تي سُندر جو ٽِڪو ڏنائين. لنگوٽي ٻڌي، انگوڇو ڪلهي تي رکي، وارن کي ويڙهيائين. ڇهري مان اِئين ٿي معلوم ٿيو ته ساري دنيا جو وٽس ڪوبه قدر ڪونه آهي. آخر اُتيو ۽ هر هڪ بيمار کي ڏسندو نسخا ڏيندو مون وٽ آيو. جڏهن مون کي ڏٺائين، ته وڏي خيال ۾ پئجي ويو ۽ چيائين ته "مون سنا هليو اَچ." مان ساڻس ويس. جڏهن سڀني بيمارن کان فارغ ٿيو ته مون کي اندر وٺي ويو ۽ حڪم ڏنائين ته "تون هتي رهندو ڪر!" ۽ پاڻ پنهنجي حجري ۾ ويو. جڏهن چاليهه ڏينهن گذريا، تڏهن مون وٽ آيو، ۽ مون کي خوش ڏسي، ڪلي چيائين ته "هن باغ جو سير ۽ تماشو ڪندو ڪر ۽ جيڪو ميوو پسند اچيئي سو کائيندو ڪر." اِئين چئي، هُو هليو ويو. مان سندس چوڻ موجب ڪندو رهيس. جنهن ڪري ڏيهاڙي بدن ۾ قوت ۽ دل کي فرحت معلوم ٿيڻ لڳي، پر عشق تي ڪوبه اثر نه پيو. اُن پريءَ جي صورت نگاهن ۾ ڦرندي رهي. هڪڙي ڏينهن جاري ۾ هڪ ڪتاب لکيل ڏٺم. جان ڪٿي ڏسان ته منجهس سڄيءَ دنيا جو علم لکيو پيو آهي. ڄڻ ته سمنڊ کي ڪوزي ۾ بند ڪيو اٿن. مان اُن ڪتاب جو مطالعو ڪندو هوس. علم حڪمت ۽ حاضرات جي گهڻي واقفيت ٿي ويئي.

اِتي سال بہ اَچي گذريو. وري اُهو خوشيءَ جو ڏينهن آيو. جوڳي پنهنجي آسڻ کان ٻاهر نڪتو، مون کيس سلام ڪيو. هن قلمدان مون کي ڏيئي چيو تہ "مون سان گڏ هل." جڏهن دروازي کان ٻاهر نڪتو تہ سڀيئي ماڻهو کيس دعائون ڏيڻ لڳا. منهنجا اَمير ۽ سوداگر، مون کي اُن سان گڏ ڏسي، گوسائين جي پير تي ڪري پيا ۽ سندس شڪر گذاري ڪرڻ لڳا تہ "اوهان جي توجهہ سان، شهزادي ۾ وڏي تبديلي آئي آهي." هُو پنهنجي عادت موجب درياهہ جي گهاٽ تائين ويو ۽ دستور موجب اشنان ۽ پوڄا ڪيائين. موٽندي، بيمارن کي ڏسندو، اڳتي وڌندو ٿي ويو. اتفاقاً سوالين جي ٽولي ۾ هڪ ڳڀرو، صورت ۽ شڪل وارو، کيس نظر آيو، جو ڪمزوريءَ کان بيهي نہ ٿي سگهيو. مون کي چيائين تہ "هن کي بہ وٺيو اَچ." جڏهن سيني جو دوا درمل ڪري، خلوت خاني ۾ موٽيو، تڏهن اُن جوان جي ٽوري کوپري لاهي، گهريائين ٿي تہ ٽنبڻ کي، جو سندس ميڄالي تي وينو هو، زنبوريءَ سان پٽي ٻاهر ڪڍي، تہ مون چيومانس تہ "جيڪڏهن چمٽي کي گرم ڪري، هن جي مٿان رکندا، تہ هُو پنهنجو پاڻ ٻاهر هليو ايندو. ٻيءَ حالت ۾ هو ميڄالي کي نہ ڇڏيندو، ۽ ممڪن آهي تہ مريض جي حياتيءَ کي نقصان پهچي." هي ٻڌي، منهنجي طرف ڏنائين ۽ چپ چاپ اُٿي، باغ جي ڪنڊ ۾، هڪ وڻ جي ڏار ۾، وارن جي هڪ چوٽيءَ کي ڳچيءَ ۾ وجهي، ٻيءَ سان لڙڪي پيو. مان جڏهن وٽس پهتس تہ هُو مري چڪو هو. مون کي هيءَ حيرت جهڙي حقيقت ڏسي عجب لڳو ۽ افسوس ڪيم. لاچار دل ۾آيم تہ هن کي لاهي پوري ڇڏيان. جڏهن وڻ تان لاٿومانس، تہ بہ ڪنجيون سندس وارن مان ڪري پيون. مون اهي کڻي ورتيون. پوءِ جوڳيءَ کي دفن ڪري ڇڏيم. اِهي ڪنجيون کڻي، قفلن کي لاهڻ لڳس. ٻن ڪوٺين جا قفل اُنهن ڪنجين جا قفل سان لهي پيا، ۽ ڏٺم تہ ڪوٺيون ڇت تائين هيرن جواهرن سان ڀريل هيون. هڪ صندوق سونن پَٽن لڳل، بخمل جي پوش سان نظر آئي. جيئن اُن کي کوليم تہ منجهس هڪ ڪتاب ڏٺم، جنهن ۾ اسم اعظم سان گڏ، جنن، پرين ۽ ديون کي حاضر ڪرڻ ۽ سج کي هٽ ڪرڻ جي ترڪيب لکيل هئي. اهڙيءَ نعمت جي حاصل ٿيڻ سان بيحد خوشي ٿيس ۽ اُن تي عمل ڪرڻ لڳس. باغ جو دروازو کولي ڇڏيم. اميرن ۽ نوڪرن کي ڏٺم تہ "ٻيڙيون گهرائي وٺو، ۽ جو ڪجهہ موتي، جواهر، رپيا، مهرون ۽ ڪتاب آهن، سي سڀ کڻائي هلو." پاڻ بہ جهاز

تي سوار ٿي، وطن روانو ٿيس. جڏهن ملڪ جي نزديڪ پهتاسون، تہ بادشاہ سلامت کي خبر پيئي. هُو لشڪر وٺي پيشوائيءَ لاءِ آيو ۽ وڏي پاپوهہ مان بيقرار ٿي دل سان سان لڳايائين. مون قدمبوسي ڪري، عرض ڪيو تہ "هن غلام کي اڳئين باغ ۾ رهڻ جي اجازت ڏني وڃي." فرمايائين تہ "اي فرزند، اهو باغ نحس آهي. مون اُن کي منحوس سمجهي، سندس مرمت ڪرائڻ ئي بند ڪري ڇڏي آهي. هاڻي ويران ۽ غيرآباد پيو آهي. هتي ڪيترائي محلات موجود آهن. اُنهن مان تون ڪا جاءِ پسند ڪري، اُتي وڃي رَهہ ۽ آسودوگذار. چڱو ائين آهي تہ منهنجي روبرو گذار. بادشاهي باغ کي جيئن ڇوين تيئن مان سينگارڻ جو بندوبست ڪريان. مگر مان ضد تي بيهي رهيس، ۽ اڳيون باغ تيار ڪرائي، اُن ۾ وڃي رهيس. پوءِ فراغت سان جنن کي تابع ڪرڻ لاءِ چلو ڪڍيم. گوشت، مڇي ۽ ٻيا لذيذ طعام کائڻ ڇڏي ڏنم. جڏهن چاليهہ ڏينهن پورا ٿيا، تڏهن اڌ رات جو اهڙو طوفان شروع ٿيو، جو انڌوڪار ٿي ويو. وڏيون وڏيون ماڙيون ڪري وڃي پَٽ پيون. وڏا وڏا وڻ پاڙون پٽجي اُچي زمين تي ڪريا. انهيءَ وچ ۾ پريزادن جو لشڪر ڏسڻ ۾ آيو ۽ هڪڙو تخت آسمان کان هيٺ لٿو. تنهن تي هڪڙو وڏيءَ حشمت ۽ شوڪت سان وينل نظر آيو. سوني پوشاڪ پهريل هيس ۽ مٿي تي موتين جو ڇَٽ رکيل هوس. مون ڏسندي ئي کيس ادب سان سلام ڪيو. هُن مون کي سلام جو جواب ڏنو ڇيائين تہ "اي دوست، تو ڇو اسان کي ناحق تڪليف ڏني آهي. تنهنجو ڪهڙو مطلب آهي؟" مون عرض ڪيس تہ "جي مسڪين ڪيترن ڏينهن کان، اوهان جي نياڻيءَ تي عاشق آهي. اُن لاءِ خراب خوار ۽ حيران پريشان آهيان. هاڻي پنهنجي حياتيءَ کان تنگ ٿيو آهيان. ساہ جو سانگو لاٿو اٿم. تڏهن ئي هي ڪم ڪيو اٿم. هاڻي اوهان ۾ اُميد ٿو رکان ٿو تہ مون عاجز تي مهرباني فرمائي، اُن جو ديدار ڏيئي، حياتي ڪي، آرام ۽ قرار بخشيو. تہ وڏي مهرباني سمجهندس ۽ اوهان کي بہ ثواب ٿيندو." منهنجي عرض ٻڌي ڇيائين تہ "آدمي مٽيءَ جي پيدائش آهي ۽ اسان باهہ جي خلقتِ آهيون. اِنهن ٻنهي جي پاڻ ۾ محبت ڪيئن نهي سگهندي!" تڏهن مون قسم کڻي ڇيس تہ "مان رڳو سندس ديدار جو مشتاق آهيان ۽ ٻيو مطلب منهنجو ڪجهہ بہ نہ آهي." تڏهن بادشاہ فرمايو تہ "انسان پنهنجي قول تي پورو نہ رهندو آهي، غرض جي وقت سڀيئي ڳالهيون ڪندا

آهن، پر ياد نہ رکندا آهن. هيءَ ڳالهہ مان تنهنجي چڱائيءَ ۽ ڀلائيءَ لاءِ چئي آهي. جيڪڏهن ڪنهن بہ وقت تو ارادو ڦيرايو، تہ هوءَ ۽ تون هلاڪ ٿي ويندا."
مون وري بہ قسم ۽ سنهن کاڌو، تہ جنهن ڳالهہ کان خرابي ٿئي. سو ڪم هر گز نہ ڪندس، مگر هميشه خبردار رهندس. اِهي ڳالهيون پئي ٿيون تہ اوچتو اُها ساڳي پري سهڻي سينگاريل اَچي حاضر ٿي، ۽ بادشاه جو تخت ڪڇي ويو. تڏهن مون اُن محبوب کي ساه وانگر ڪٺي ياڪر پاتو. خوش ٿي، اُنهيءَ باغ ۾ سير تماشو ڪرڻ لڳاسون. هڪبئي کي ڏسي خوش پئي ٿياسون، پر خوف ۽ خطري کان ٻيءَ ڪنهن بہ ڳالهہ يا حرڪت جي ويجهو ڪين ٿي ويس. رڳو حسن جي باغ جو گُل ٿي سنگهيم. هن نازنين منهنجي اقرار نڀائڻ، قول پاڙڻ تي گهڻو عجب پئي کاڌو، بلڪ آفرين پئي پڙهي. هڪڙي ڏينهن چيائين تہ "اي دوست، تون پنهنجي انجام تي پورو ٿو رهين، مگر منهنجي نصيحت بلڪل دل تي رکج تہ اهو ڪتاب سانديي رکج، نہ تہ ڪنهن ڏينهن توکي غافل ڏسي، جن اِهو ڪتاب چورائي ويندا." مون چيس، "اي سڄڻ، مان ڪتاب کي پنهنجي ساه برابر رکندو آهيان." اوچتو هڪڙي ڏينهن شيطان اَچي سر تي سوار ٿيو، سو دل جي سڪ لاٿيم. اُتي هڪڙو آواز ٿيو تہ "اهو ڪتاب مون کي ڏي، اسم اعظم جي بي ادبي نہ ڪر!" مون کي اُن بيهوشيءَ جي حالت ۾ ڪجهہ بہ خيال نہ رهيو. هوش ۽ عقل ڇڏائي ويو. ڪتاب بغل مان ڪڍي بنا ڪنهن سوچ جي ڪٺي ڏنم. هوءَ نازنين منهنجي هيءَ حرڪت ۽ بيوقوفي ڏسي چوڻ لڳي تہ "اي نادان، نيٺ، پلجي پئين. ڏاڍي خطا ڪري وڌيئہ. ۽ منهنجي نصيحت پلجي وئين." ائين چئي، هوءَ بيهوش ٿي وئي. مون سيرانديءَ کان هڪ ڪارو ديو بيٺل ڏٺو، جو ڪتاب کنيو بيٺو هو. ارادو ڪيم تہ کيس ماري، ڪتاب کسي وٺان. ايتري ۾ سندس هٿان ٻيو ديو ڪتاب کسي وٺي اُتي پڳو. مون کي اسم اعظم ۽ ٻيا منتر جي ياد هئا سي پڙهڻ شروع ڪيم، اُتي جو جن بيٺو هو، سو ڏاند بڻجي پيو. ڏاڍو افسوس ۽ ارمان ٿيم. جو هوءَ سهڻي وري هوش ۾ نہ آئي. ڪيترائي حيلا ڪيم، پر ڪجهہ ڪين ٿيو. مٿس اُهائي غشي ۽ بيهوشي غالب رهي. مان دلگير ۽ غمناڪ رهجي ويس. سڀ عيش تلخ ٿي ويو. اُن ڏينهن کان آدمين کان تهندو ۽ پڄندو آهيان. هن باغ جي ڪنڊ ۾ پيو آهيان. دل جي وندر واسطي هي مرتبان زمرد جو ناهيندو آهيان، اُتي مرتبان پڄي،

غلام ڪري ماري ڇڏيندو آهيان. انهيءَ لاءِ سڀ ماڻهو منهنجو حال ڏسن ۽ افسوس ڪائين. من اهڙو ڪو نيڪ مرد يا خدا جو ٻانهو پيدا ٿئي، جو مون تي ڪهل آڻي، دعا ڪري، تہ مان پنهنجي مطلب کي پهچان. اي دوست، مون مست ۽ سودائيءَ جو احوال اهو آهي، جو تو کي ٻڌايم."

مان هي ٻڌي روئڻ لڳس، ۽ چيومانس تہ "اي شهزادا تون بيشڪ محبت جي آفت ۽ برهہ جي بلا ۾ گرفتار آهين، پر مان بہ قسم ٿو کڻان تہ پنهنجي مطلب کي ڇڏي تنهنجي مراد واسطي جهنگ جبل وڃي تو ڳوليان. جيڪي مون کان پڇي سگهندو، ان ۾ ڪوتاهي نہ ڪندس." اهو انجام ڪري، مان اُن جوان وٽان موڪلائي اتي هليس. پنج ورهيہ مان سودائن وانگر رلندو رهيس، پر ڪٿان بہ پتو نہ پيو. آخر لاچار ٿي، آسرو ۽ اميد لاهي، هڪڙي جبل تي چڙهي ويس. ارادو ڪيم تہ پاڻ کي هتان هيٺ ڪيرايان ۽ مري وڃان، هنن مشڪلاتن ۽ ڪشالن کان ڇٽان، تہ اوچتو هڪڙو گهوڙيسوار، منهن تي نقاب پيل، اچي پيدا ٿيو. هڪل ڪيائين تہ "متان پنهنجو سر وڃائين! تورن ڏينهن ۾ تون پنهنجي مطلب کي پهچندين!"

هاڻي، اي فقيرو، روشن ضميرو. اوهان جي زيارت نصيب ٿي آهي، شايد اڳتي هلي منهنجي مشڪل بہ حل ٿي وڃي!

جڏهن ٻئي فقير پنهنجي سير ۽ سفر جي حقيقت ٻڌائي پوري ڪئي، تڏهن رات اچي پوري ٿي. آسمان تي جهلملائيندڙ تارا مات ٿيا. صبح صادق جي روشني ظاهر ٿيڻ لڳي. بادشاهہ آزاد بخت ماٺ ميٺ ۾ لڪندو، پنهنجي محلات ڏانهن روانو ٿيو. ڏٺي پاڪ جي عبادت کان پوءِ، وهنجي سهنجي، شاهي پوشاڪ پهري، دربار ۾ اچي تخت تي وينو. حڪم ڏنائين تہ وزير ۽ اَمير، گڏجي وڃي اُنهن چئن فقيرن کي عزت سان وٺي اچن، جي قبرستان ۾ موجود هئا. حڪم موجب اَمير ۽ وزير روانا ٿيا ۽ فقيرن کي عرض ڪيائيون تہ "اي فقير صاحبو، اوهان کي هن ملڪ جي بادشاهہ ياد فرمايو آهي. مهرباني ڪري، اسان سان گڏجي هلو." هي ٻڌي، چار ئي فقير هڪٻئي ڏانهن نهارڻ لڳا ۽ چيائون تہ "بابا، اسان پنهنجي دل جا بادشاهہ آهيون. اسان جو دنيا جي بادشاهن سان ڪهڙو مطلب؟" تڏهن وزير عرض ڪين تہ " اي سائين لوڪو، اوهان ڪو بہ فڪر نہ ڪريو. خطري جي ڪابہ ڳالهہ نہ آهي. اوهان جي هلڻ

سان اسان جي بہ عزت ٿيندي." تڏهن چئن ئي فقيرن کي ياد آيو تہ حضرت علي مشڪلڪشا جو بہ اهو ئي فرمان هو. هُو اُٿيا ۽ خوشيءَ مان ساڻن گڏجي هليا. جڏهن قلعي کان گذري، شاهي دربار ۾ بادشاه جي سامهون ٿيا، تڏهن چئن ئي ملنگن دعا ڪئي. بادشاه بہ کين آڌر ڀاءُ ڪري ويهڻ جو حڪم ڏنو. ڪائنس پڇيائين تہ "اوهان ڪٿان ٿا اَچو ۽ ڪيڏانهن وينديئو؟ اوهان جو آستان ۽ اوتارو ڪٿي آهي؟" فقيرن چيو تہ "بادشاه جي عمر ۽ دولت زياده ٿئي، اسان سيلاني فقير آهيون. ڪيتري مدت کان هن حالت ۾ سير ڪندا ٿا وتون. جتي سج لٿو اُتي گهر ٺڪيو. جيڪي بہ هن دنيا بي بقا ۾ ڏٺوسون، تنهن جو بيان ڇا ڪريون، ڇو تہ حضور کي اُن جي ٻڌڻ کان ڪا خوشي حاصل نہ ٿيندي."

تڏهن بادشاه مرڪي چيو تہ "اوهان رات جتي ديرو ڪيو وينا هئا ۽ پنهنجو قصو هڪبئي کي پئي ٻڌايوَ، اُتي مان بہ حاضر هوس. ۽ ٻن درويشن جي ڪهاڻي ٻڌي اٿم. بادشاه جي هيءَ حقيقت ٻڌي، هُو درويش ڪنبڻ لڳا. سندن حواس جاءِ تي نہ رهيا، جو ڪجهہ ڳالهائي سگهن. بادشاه هيءَ حالت ڏسي کين فرمايو تہ "هن جهان ۾ ڪوبہ اهڙو ماڻهو نہ هوندو، جنهن تي ڪا نہ ڪا عجيب واردات نہ گذري هجي. جيتوڻيڪ مان بادشاه آهيان، پر مون بہ اهڙو تماشو ڏٺو آهي. پهريائين مان ئي اُن جو بيان ٿو ڪريان. توهان آرام سان اُن کي ٻڌو."

هي ٻڌي درويشن چيو تہ "بادشاه سلامت! اسان فقيرن تي اوهان جون وڏيون مهربانيون آهن. هاڻي ارشاد ٿئي." اُن بعد آزاد بخت پنهنجي حقيقت کي شروع ڪيو.

# بادشاهہ آزاد بخت جو قصو

بادشاہ چوڻ لڳو تہ جڏهن منهنجي والد وفات ڪئي ۽ مان گاديءَ تي ويٺس، اُهو منهنجي جوانيءَ جو وقت هو. ساري روم ولايت منهنجي تابع هئي. سڀيئي امير ۽ وزير منهنجي خوشنوديءَ کي پنهنجي خوشنودي سمجهي رهيا هئا. اوچتو ٿي هڪڙي سال هڪ سوداگر بدخشان جي ملڪ کان آيو، جنهن پاڻ سان گهڻو ئي سوداگريءَ جو سامان آندو هو. مون اُن کي پاڻ وٽ گهرايو. هو هر ملڪ جا عجائب، تحفا ۽ سوکڙيون پاڻ سان کڻي آيو. بيشڪ سندس سڀيئي شيون عجيب ۽ بي بها هيون. هڪڙي دٻليءَ ۾ هڪڙو لعل پيل هو، جو نهايت س هڻو. آبدار ۽ وزن ۾ ڳرو هو. مون ايڏيءَ بادشاهي هوندي بہ، اهڙو موتي اکين سان نہ ڏٺو هو، نہ وري ٻڌو هو. مون کي اُهو بيحد پسند آيو، ۽ سوداگر کي گهڻو انعام اڪرام، بخشش ۽ سروپا ڏنيم. اُن سان گڏ لکي ڏنومانس تہ هن کان اسان جي ساري بادشاهيءَ ۾ محصول ڪو بہ نہ وٺي، ۽ جتي بہ منزل ڪري، اُتي سندس آرام جو خيال رکيو وڃي ۽ بورائي جو دستو ساڻس گڏ رهي. اهو سوداگر ڪجهہ وقت منهنجي دربار ۾ ايندو رهيو، هو بادشاهي ادبن کان بلڪل واقف هو. سندس گفتگو ڏاڍي مٺي ۽ سٺي هوندي هئي. مان بہ اهو لعل ڏيهاڙي گهرائي ڏسندو هوس. هڪڙي ڏينهن عام ڪچهريءَ ۾ ويٺو هوس، ۽ ٻين ملڪن جي بادشاهن جا وڪيل بہ حاضر هئا. انهيءَ وقت مون هميشه جي دستور موجب اُهو لعل گهرائي ورتو. مان هٿ ۾ کڻي ان جي تعريف ڪرڻ لڳس. فرنگ جي حڪومت جو ايلچي ويٺو هو، تنهن کي ڏنم تہ ڏس تہ ڪهڙو نہ عجيب آهي. هن ڏسي، کلي ڏنو، ۽ زماني سازيءَ سان اُن جي صفت بہ ڪيائين. اهڙيءَ ريت سڀني ورتو، ۽ گڏجي هڪ زبان ٿي چيائون تہ "بيشڪ هي لعل بي بها آهي. هي حضور جي اقبال سان ئي هٿ آيو آهي. اهڙو ڪنهن بہ ٻئي بادشاہ وٽ ڳوليو ملي!" اُنهيءَ وقت منهنجي والد جو وزير، جو نهايت داناءُ ۽ ساڳئي مرتبي تي هو، اُتي موجود هو. آداب بجا آڻي عرض ڪرڻ لڳو تہ "اي جهان پناه! هڪ عرض ڪرڻو اٿم، جي جان جي اَمان ملي تہ عرض ڪريان." مون چيومانس تہ "چئي ڏي!" هو چوڻ لڳو تہ "تون بادشاہ آهين. بادشاهن کي هي نازيبا آهي، جو هڪڙي پٿر جي ايتري تعريف ڪن. پٿر نيٺ بہ پٿر آهي. اگرچہ رنگ، صورت تور ۽ هيءُ لاثاني ۽ بينظير آهي. هن وقت سڀني

ملڪن جا وڪيل موجود آهن، جڏهن پنهنجي ملڪ ۾ موٽي ويندا، تڏهن هيءَ ڳالهہ ضرور ڪندا تہ هي عجيب بادشاهہ آهي، جنهن کي هڪڙو پٿر هٿ آيو آهي، تنهن کي اهڙي سوکڙي سمجهيو اٿس، جو ڏيهاڙي دربار ۾ گهرائي ڏسندو آهي، پاڻ بہ تعريف ڪندو آهي ۽ ٻين کان بہ اُن جي تعريف ڪرائيندو آهي. قبلا، نيشاپور ۾ هڪ سوداگر آهي، تنهن ٻارهن لعلن جا داڻا هن کان بہ ٻيٽا وزن ۾ ۽ آبدار، هڪڙي پٽي ۾ سبي، هڪ ڪتي جي ڳچيءَ ۾ وڌا آهن." هن جي ڳالهہ ٻڌندي ئي، مون کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي. حڪم ڏنم تہ "جلد هن جي سسي ڌڙ کان جدا ڪئي وڃي." جلادن يڪدم اُن جو هٿ ورتو ۽ مارڻ لاءِ وٺي ويس. اُن وقت فرنگ جو وڪيل اُتي بيٺو ۽ هٿ ٻڌي بيهي رهيو. پڇيومانس تہ "تنهنجو ڪهڙو مطلب آهي؟" هُن عرض ڪيو تہ "هن وزير جي گناهہ کان اسان بہ واقف ٿيون؟" چيومانس تہ "ڪوڙ ڳالهائڻ کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو گناهہ ٿي سگهي ٿو؟ خصوصاً بادشاهہ جي اڳيان هن ڪوڙ ڳالهايو آهي!" تڏهن هن چيو تہ "سندس ڪوڙ ڪٿي ثابت ٿيو آهي؟ هُن جيڪا ڳالهہ ڪئي آهي، سا شايد سچي هجي. بيگناهہ جو خون هارڻ ڪڏهن بہ درست ۽ جائز ٿي نہ ٿو سگهي." مون چيس تہ "هيءَ ڳالهہ ڪڏهن بہ عقل ۾ نہ ٿي اَچي تہ سوداگر ماڻهو، جو پنهنجي نفعي واسطي ملڪ ملڪ ۽ شهر شهر ڀٽڪندو هجي ۽ پيسو پيسو ڪري ميڙيندو هجي، سو ٻارنهن داڻا اَملهہ ماڻڪن جا ڪتي جي ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏيندو!" تڏهن چيائين تہ "خدا جي قدرتن ۾ ڪهڙو عجب آهي، متان اِئين هجي بہ ڪٿي. اهڙا تحفا اڪثر سوداگرن ۽ فقيرن جي هٿ ايندا آهن، ڇو تہ ٻيئي ٽوليون ملڪ ملڪ، ديس ديس گهمنديون رهنديون آهن. جتان جيڪي هٿ لڳندو اٿن، سو ڪٿي ايندا آهن. هاڻي صلاح هيءَ آهي تہ جيڪڏهن وزير اهڙو ڏوهہ ڪيو آهي تہ سندس قيد ڪرڻ جو حڪم ڏيو. ڇو تہ وزير بادشاهن جا عقل ٿيندا آهن ۽ هيءَ ڳالهہ بادشاهن جي شان کان گهٽ آهي، جو اجا ڪوڙ ثابت ئي نہ ٿيو آهي تہ بادشاهہ مارائڻ جو حڪم ڏئي، ۽ سچيءَ ڄمار جي نوڪري ۽ خدمت سڀ وساري ڇڏجي. بادشاهہ سلامت، اڳين بادشاهن قيدخانا اِنهيءَ لاءِ ٺهرايا هئا تہ بادشاهہ يا امير ڪنهن تي ڪاوڙجن تہ اُن کي قيد ۾ وجهن. ڪن ڏينهن جي جاچ کان پوءِ ڪاوڙ بہ لَهي ويندي آهي. اُن جو گناهہ يا بيگناهي بہ ظاهر ٿي پوندي آهي، ۽ بادشاهہ بيگناهہ جي خون کان آزاد رهندا آهن." هن جي هيءَ گفتگو ٻڌي مون وزير کي قيد ۾ رکيو ۽ حڪم ڪيو تہ "جيڪڏهن هڪڙي سال اندر سندس ڳالهہ سچي ٿي تہ اهڙا لعل ڪتي جي ڳچيءَ ۾ پيل آهن، تہ هن کي ڇڏيندس، نہ تہ

ڏاڍي ايذاءَ سان ڪيس مارائي ڇڏيندس." اِهو حڪم ٻڌي اُن وڪيل منهنجي تخت کي چمي ڏني ۽ آدب بجا آڻي پنهنجي جاءِ ورتائين.

اِها خبر وزير جي گهر پهتي. ڏاڍو افسوس ۽ ماتم ڪيائون. وزير کي هڪڙي ڌيءُ هئي، جا چوڏهن پندرهن ورهين جي عمر جي هئي. ساڻس سندس بيحد محبت هئي. اُن جي لاءِ جدا هڪ محلات جوڙايو هئائين، جنهن کي عجيب نقش ۽ نگار هئا. اوچتوئي جنهن ڏينهن سندس پيءُ قيد ۾ پيو، اُن ڏينهن هُن پاڻ جيڏين ساهيڙين کي گڏ ڪري، راند ۾ گُڏي ۽ گڏيءَ جي شادي ڪري، دف ۽ دهل تي وڄايا ۽ طرحين طرحين طعام تيار تي ڪرايا. ماڻس روئيندي، وار کولي، پيرين اُگهاڙي ڌيءُ جي محلات ۾ ويئي، ۽ بيٺي چنبا سندس منهن تي هٽي، چيائين ته "افسوس خدا تنهنجي بدران ڪو انڌو پٽ ڏئي ها ته به چڱو هو، جو هن وقت پيءُ جي مدد ڪري سگهي ها. تو ۾ ته اُها به اُميد نه رهي." تڏهن ڌيڻس چيس ته "انڌو پٽ ڇا ڪري سگهي ها. هاڻي جو ڪجهه پٽ ڪري سگهن ٿا، اُهو مان به ڪنديس." ماڻس چيس ته ڌوڙ تنهنجي منهن ۾: پڙهين جو هيءُ حال ٿيو آهي، جو بادشاه جي روبرو ڪا اِهڙي ڳالهه ڪئي اٿس، جنهن ڪري قيد ۾ پيو آهي." ڇوڪريءَ پڇيو ته "اُها ڪهڙي ڳالهه هئي، ڪجهه مان به ته ٻڌان." تڏهن ماڻس چيس ته "شايد تنهنجي پيءُ بادشاه جي روبرو چيو آهي ته نيشاپور ۾ ڪو سوداگر تو رهي، اُن ٻارهن داڻا بي بها جواهرن جا پَــٽي ۾ سبي ڪتي جي ڳچيءَ ۾ وڌا آهن. اُن ڳالهه تي بادشاه کي اعتبار نه آيو آهي ۽ڪيس ڪوڙو سمجهي قيد ڪيو اٿس. اڄ جيڪڏهن ڪو پٽ هجي ها، ته اِها ڳالهه دريافت ڪري، ڪتان سُڌ لهي اچي ها ۽ پيءُ جو بار لاهي ها، ۽ بادشاه جي سامهون حقيقت ثابت ڪري، سندس بند خلاص ڪري ها." وزير زاديءَ چيس ته "اي ماءُ تقدير سان وڙهيو ڪين آهي. گهرجي ته رب جي رضا تي صبر ڪجي ۽ ڌڻي پاڪ جي فضل ۽ رحم ۾ اميدوار رهجي. رب رحيم ۽ ڪريم آهي، ڪنهن جي مشڪل اَٽڪي نه رهندي آهي. اوکيءَ ۾ هُو ئي مدد ڪندو آهي. روئڻ پٽڻ ۽ ڳڻتي ڪرڻ چڱو نه آهي. متان دشمن بادشاه کي اُبتيون سبتيون ڳالهيون ٻڌائين، جنهنڪري هو وڌيڪ ڏمرجي وڃي. تنهنڪري گهرجي ته بادشاه جي حق ۾ هر دم دعا ڪريون، ڇو ته اسان نمڪخوار آهيون. جيڪڏهن اسان جو آقا هاڻي ڪاوڙيو آهي، ته اُميد آهي ته جلد مهربان به ٿيندو." هن ڇوڪريءَ اهڙيءَ دانائيءَ ۽ عقل سان ماءُ کي سمجهايو، جو اُن کي صبر ۽ سانت اچي ويئي، ۽ هوءَ پنهنجي محلات ڏانهن موٽي ويئي. جڏهن رات

تي، تہ نينگري ڏاڍي کي گهرايو. سندس پيرين پئي، منت ڪيائين، ۽ روئڻ لڳي. چيائينس تہ "منهنجو ارادو آهي تہ نيشاپور وڃان، جيئن ماءُ جو طعنو مون تي نہ رهي ۽ منهنجو پيءُ بہ آزاد ٿئي. تون مهرباني ڪري منهنجو رفيق ٿيءُ، جيئن ٿي سگهي تہ مان اُن سوداگر کي پاڻ سان وٺي اچڻ ۾ ڪامياب ٿيان." هن پهريائين انڪار ڪيس، پر پوءِ هُو ساڻس گڏجي هلڻ لاءِ تيار ٿيو.

پوءِ وزير جي ڌيءُ مرداني پوشاڪ ڍڪي، گهر جي ڳالهين کي خبر ڏيڻ کان سواءِ، روانو ٿي پيئي. جڏهن صبح ٿيو، تہ وزير جي گهر اَچي هُل پيو تہ وزير زادي گم ٿي ويئي آهي. بدناميءَ جي خوف کان ماءُ، ڌيءُ جي گم ٿيڻ جي حقيقت ٿي لڪائي ڇڏي. پنهنجي وڃن کان دور ٿي، وزير زاديءَ پاڻ کي سوداگر زادو سڏايو، ۽ اهڙيءَ ريت منزلون ڪندي، سڄوئي قافلو وڃي نيشاپور پهتو ۽ خير ۽ عافيت سان سڀيئي وڃي هڪ سراءِ ۾ لٿا، جتي پنهنجو سامان لاٿائون. رات رهي، صبح جو حمام خاني ۾ ويا. وهنجي سهنجي، رومي ويس ڍڪي، شهر ۾ گهمڻ نڪتا. جڏهن سير ڪندي، بازار جي چوسول ۾ پهتا، تڏهن چوواٽي تي بيهي، هيڏي هوڏي نهارڻ لڳا. سندس نگاه هڪ جوهريءَ جي دڪان تي پيئي، جنهن وٽ وڏو ڍير موتين جو لڳو پيو هو. نوڪر چاڪر چڱي پوشاڪ ڍڪيل دست بستہ ٿي ڏٺا. مسند تي سندن آقا نظر ٿي آيو، جنهن جي عمر پنجاه ورهين کان مٿي ٿي ڏٺي. ڪيس سفيد ڪيمخواب جي پوشاڪ پهريل هئي ۽ سندس ڪيترائي نوڪر سندس چوڌاري قريني سان ويٺل ٿي ڏٺا. وزير زادي، جا هاڻي سوداگر زادو هو، دڪان ۽ جوهريءَ جي تجمل ۽ جوڙجڪ کي ڏسي، حيران ٿي ويئي. دل ۾ خيال گذريس تہ خدا نہ ڀُلائي، تہ جنهن سوداگر جو ذڪر سندس والد بزرگوار دربار ۾ ڪيو هو، سو اِهو هجي. اِهو خيال ڪري وڏي اڳيرو ٿي. خوض سان نهاريائين، تہ دڪان ۾ بہ لوهي پڃرا لٽڪيل ڏٺائين، جن ۾ بہ ماڻهو بند ٿيل هئا. جي نهايت ضعيف ۽ ڪمزور ٿي ڏٺا. چڻ تہ رڳو ڪنڊا ۽ کل وڃي بچيا هئا. هُو اونڌي ڪنڌ ويٺل هئا. بہ شيدي هيبتناڪ شڪل ۽ هٿيارن پنوهارن سان ٻنهي طرفن کان بيٺل هئا. سوداگر زادو حقيقت کي ڏسي وڏيڪ حيران ٿي ويو ۽ لاحول پڙهڻ لڳو. جيئن ٿي سندس ٻئي طرف نظر پيئي، تيئن هن ڏٺو تہ هڪ مخملي قالين جي مٿان هڪ عاج جي صندليءَ تي اطلس جي هڪ گاديءَ پيل آهي، جنهن جي مٿان هڪ ڪتو آرام سان ويٺو آهي. اُن کي هڪ پٽو، موتين جواهرن سان جڙيل، ڳچيءَ ۾ پيل هو، جنهن ۾ هڪ سونهري زنجير هئي. بہ خوبصورت ٻانها سندس

سامهون هـَـكيا حاضر هئا. هڪ غلام سونهري ڦٽي سندس وارن ۾ ڦيري رهيو هو. ۽ هڪ صاف رومال سان ڪـُـتي جو منهن پٺي تي اگهيو. سوداگر زادي کي هاٺي يقين ٿيو تہ ضرور انهيءَ ئي ڪتي جي ڳچيءَ ۾ اُهي بارنهن لعل بي بها هوندا. جن ئي سندس پيءُ کي مصيبت جي منهن ۾ ڏنو هو. خيال ڪرڻ لڳي تہ حقيقت جي خبر کهڙيءَ ريت رکي، ۽ ڪيئن هي ڪتو لعلن سميت بادشاه وٽ پهچائي. شهر جا ماڻهو اُن رستي تان لنگهيا ٿي، سي اُن سوداگرزادي جي سونهن ڏسي حيران پئي ٿيا. اوچتو اُن خواجي جي نظر بہ وڃي سوداگر زادي تي پيئي. تنهن پنهنجي هڪ نوڪر کي اِشارو ڪيو تہ اُن نينگر کي مون وٽ وٺي اَچ. غلام اَچي سوداگر زادي کي خواجي جو پيغام ڏنو تہ "مهرباني ڪري اسان جي مالڪ وٽ هلو. ڪيس اوهان جي ملاقات جو بيحد اشتياق آهي." اِها ڳالهہ ٻڌي، سوداگر زادي کي بيحد خوشي ٿي، هن ڏٺيءَ ڪان تہ اهوئي پئي گهريو. سوداگر زادو غلام سان همراه ٿي، خواجي وٽ وڃي پهتو. خواجي کي نظر ڪٺڻ سان هن نينگر جي نينهن جي ناوڪ لڳي ويئي. تعظيم لاءِ اُمالڪ اُٿي بيٺو. وسو ۽ وائڙو ٿي ويو. سوداگر زادي سمجهي ورتو تہ هُـو سندس محبت جي ڄار ۾ ڦاسي پيو آهي. دستور موجب هڪبٺي سان ٻاکر پائي مليا. خواجي سوداگر زادي جي پيشانيءَ کي عزت جي باعث چمي ڏيئي پاڻ سان گڏ ويهاريو. گهڻي ڪيڪار ۽ پليڪار ڪيائين ۽ وڏيءَ سڪ ۽ حب مان سندس احوال پڇيائين تہ "ڪٿان آيا آهيو ۽ ڪيڏانهن ويندا؟" سوداگر زادي چيو تہ "هن نياز مند جو وطن روم ولايت آهي. اَبي ڏاڏي کان استنبول شهر ۾ رهندا ٿا اچون. منهنجو والد سوداگر آهي. هاڻي پيريءَ ۽ ضعيفيءَ جي سبب سفر ڪرڻ جي لائق نہ رهيو آهي. اُن ڪري مون کي موڪل ڏني اٿس تہ سوداگريءَ جي پيشي جو واقف ٿيان. مان اڄ تائين پنهنجي گهر کان پير ٻاهر نہ رکيو آهي. هيءَ منهنجي پهرين مسافري آهي. سمنڊ جو سفر سخت سمجهي، خشڪيءَ جون منزلون ڪيون اٿم. هن ولايت ۾ اوهان جي خوش افعالن ۽ نيڪ عادتن جي شهرت آهي. تنهنڪري هن شهر جي ۾خاص اوهان سان ملاقات ڪرڻ آيو آهيان. الله تعاليٰ جا شڪرانا آهن، جو اوهان سان ملاقات ٿي اٿم. اسان کي اڄ هتان ڪوچ ڪرڻو آهي." اِها ڳالهہ ٻڌي، خواجو ملول ٿي ويو. چيائين تہ "اي فرزند، اهڙي ڳالهہ نہ ڪر. مهرباني ڪري ڪي ڏينهن تہ اسان وٽ رهہ. مون کي ٻڌاءِ تہ اوهان جو سامان ڪٿي آهن؟" سوداگر زادي چيو تہ "مسافرن جي جاءِ سهمان سراءِ آهي. مان سيني نوڪرن ۽ سامان کي اُتي ڇڏي آيو آهيان." خواجي چيو تہ

"مسافرخاني ۾ رهڻ مناسب نہ آهي، منهنجو شهر ۾ چڱو مان شان آهي، ۽ ڌڻيءَ سڀ ڪجهہ ڏنو آهي. مان اوهان کي عاليشان جاءِ ڏيان ٿو، جتي آرام سان رهو. ڌڻيءَ جي فضل سان مان اوهان جو اسباب گهڻي نفعي سان فروخت ڪندس. اوهان بہ تڪليف کان ڇٽندؤ ۽ مون تي بہ رهڻ سان احسان ڪندؤ." سوداگر زادي گهڻائي عذر ڪيا، پر خواجي قبول نہ ڪيا. پنهنجي گماشتي کي حڪم ڪيائين تہ "بيل گاڏيون موڪلي سڀ سامان ڪٽائي مقرر ٿيل جاءِ ۾ رکو." سوداگر زادي پنهنجو ماٿهو گماشتي سان همراه ڪري ڏنو، ۽ پاڻ شام تائين خواجي جي صحبت ۾ رهيو. جڏهن دڪان بند ڪرڻ جو وقت ٿيو، سامان بند ڪري خواجو گهر ڏانهن هليو. سندس هڪ نوڪر ڪتي کي بغل ۾ ڪنيو ۽ ٻئي سندس صندلي ۽ غاليچو ڪنيو. شيدي پهريدار، اُنهن پڃرن کي مزورن جي مٿي تي رکائي، پاڻ هٿيار ٻڌي ساڻن روانا ٿيا. خواجي سوداگر زادي جو هٿ هٿ ۾ ورتو، ۽ ڳالهيون ڪندي ڪندي پنهنجي حويليءَ ۾ آندو. سوداگر زادي ڏٺو تہ هڪ عاليشان محلات آهي، جنهن جي هر ڪمري ۾ غاليچا ۽ فرش وڇايل آهن، هر ڪمري ۾ فرحت ۽ آرام جو سامان موجود ڏٺائين. ايتري ۾ ڪُتي جي صندلي بہ آئي. جواهر فروش ۽ سوداگر زادو ٻيئي گڏجي ويٺا، ۽ شراب جو دور شروع ٿيو. ايتري ۾ دسترخوان وڇائجي ويو، جنهن تي دنيا جون نعمتون موجود ٿي ويون. پهريائين هڪ ڍڪڻين هڪ ڍاڪئين ۾ ڪاچ وجهي، ڪتي لاءِ ڪٽي آيا. ڪيمخواب جي دسترخواني تي اُهو ڍاڪئون رکي ڪُتي کي ڏنو ويو. ڪُتو صندليءَ کان هيٺ لهي آيو ۽ اُن کي جيڪي وڻيو سو کاڌائين، ۽ وري وڃي پنهنجي صندليءَ تي ويٺو. ٻانهن سندس منهن ۽ چنبن کي ريشمي رومال سان دستور موجب اُگهي صاف ڪيو. اُن کان پوءِ انهن ٽي ٻانهن خواجي کان ڪنجيون وٺي، پڃرا کوليا، ۽ ڪتي جي اوپر اُنهن ماڻهن جي سامهون پيش ڪئي. جڏهن هي سڄو ڪم ٿي رهيو، تڏهن خواجو سوداگر زادي کي وٺي دسترخوان تي آيو. مگر سوداگر زادي کي خواجي جي حرڪت بيحد ناپسند لڳي ۽ غيرت جي سبب کائڻ کان انڪار ڪيائين. خواجي ڪيس بيحد منٿ زاري ڪئي، پر سوداگر زادو انڪار ڪندو رهيو. اُن وقت خواجي مجبور ٿي کانئس اُن جو سبب پڇيو. سوداگر زادي ورندي ڏني تہ "اوهان جي روش منهنجي ناپسنديءَ جو سبب بڻي آهي. انسان اشرف المخلوقات آهي ۽ ڪتو غليظ ۽ پليد آهي. انسانيت جي درجي کي ڪيرائي، ڪتي جي ايڏي عزت ڪرڻ آدميت کان گهڻو دور آهي. هڪ غليظ ۽ ناپاڪ شيءِ جي اوپر خدا جي ٻانهن کي ڪارائڻ کهڙي دين ۾

درست آهي! اهائي سزا هنن لاءِ بس آهي، جو تنهنجي قيد ۾ آهن. ٻيءَ صورت ۾، تون ۽ هُو هڪجهڙا آهيو." خواجي چيو تہ "سوداگر زادا، مان سڀ ڪجهہ سمجهان ٿو ۽ ڇاڪاڻ ٿو تہ اِن روش جي ڪري بدنام بہ ٿيو آهيان. شهر جا ماڻهو مون کي نفرت کان "خواجو سگ پرست" تا سڏين. مگر ڪافرن ۽ شرڪ ڪندڙن تي خدا جي لعنت آهي. مان مومن دينڊار آهيان. پنهنجي خلقيندڙ جي راهہ تي قائم آهيان."

هيءَ ٻڌي سوداگر زادي چيس تہ "جيڪڏهن تون ايڏو متقي ۽ پرهيزگار آهين، تہ پوءِ ڇو اهڙي حرڪت ڪري پاڻ کي بدنام ڪيو اٿيئي."

خواجي جواب ڏنو تہ "سوداگر زادا، منهنجو نالو برابر بدنام ٿي چُڪو آهي، مان اُن اسرار کي، جو هن حرڪت جي پويان آهي، لڪائڻ لاءِ هڪ خاص طرح ڊِل حڪومت کي پريندو آهيان- ڇو تہ هي ڳالهيون اِچرج ۽ عجب جهڙيون آهن، جيڪو بہ ڏسندو ۽ ٻڌندو آهي، اُن کي سخت رنج ۽ ڏک پهچندو آهي: تنهنڪري مون کي معاف ڪر. نہ مون کي طاقت ٻڌائڻ جي آهي، نہ وري تو ۾ سگهہ ٻڌڻ جي ٿي رهندي. تنهنڪري هن دلخراش داستان جي شروع ۽ آخر کي ئي ڇڏي ڏي."

سوداگرزادي ڏنو تہ سندس گفتگو کان خواجي کي رنج پهچي رهيو آهي، اُن ڪري خيال ڪيائين تہ منهنجو پنهنجي ڪم سان ڪم آهي، ڪهڙو ضرور آهي، جو مان سندس ذاتي حقيقتن ۾ وڃي اٽڪان. هُو خاموش ٿي ويو ۽ خواجي سان دسترخوان تي شريڪ ٿي ويو. بہ مهينا برابر سوداگر زادي اُتي اهڙيءَ دانائيءَ ۽ پاڪائيءَ ۾ گذاريا، جو ڪنهن کي سندس اصليت جي خبر پئجي نہ سگهي. ڏينهنون ڏينهن خواجي جي محبت ساڻس وڌندي ويئي، ايتري قدر جو هڪ گهڙي بہ اُن کان جدا رهي نہ ٿي سگهيو. هڪ ڏينهن جيئن پاڻ ۾ روح رهاڻ ڪري رهيا هئا، تيئن سوداگرزادي روئڻ شروع ڪري ڏنو. هو وڃي سڏڪن ۾ پيو. خواجي سندس هيءَ حالت ڏسي، کيس دلداري ڏني ۽ رومال سان سندس ڳوڙها اُگهي، ڪانئس سندس روئڻ جو سبب پڇيائين.

سوداگر زادي کيس ورندي ڏني تہ "اي سائين، ڇا عرض ڪريان! جيڪر مان اوهان جي محبت ۾ رهي، اوهان جي مجلس ۽ ميناج جو ساءُ نہ ونان ها، يا اوهان پنهنجي مهربانيءَ جي نگاه مون تي نہ ڪريو ها. هاڻي ٻن مشڪلاتن جي اندر اچي ويو آهيان. هڪ تہ اوهان کان جدا ٿيڻ تي دل نہ ٿي گهري، ٻيو تہ هتي رهڻ جو سانگو ۽ اتفاق نہ ٿو ٻڻجي. تنهنڪري لاچار وڃڻو ضرور ٿيو، پر اوهان جي فراق کي برداشت

ڪرڻ بہ مون کان دور آهي. اوهان جي فراق کان حياتيءَ جي اميد گهٽ ٿو پانيان."
اها ڳالهہ ٻڌي خواجو بہ روئڻ ۾ چٽڪيو، تان جو سڏڪن ۾ پئجي ويو. چيائين تہ
"اي فرزند، اهڙو جلد ۽ سگهو هن پنهنجي ٻيڙي خدمتگار کي دلگير ۽ اُداس ڪري
ٿو وڃين؟ وڃڻ جو ارادو ڦٽو ڪر. جيستائين مان جيئرو آهيان، تيستائين تہ هتي
رهہ. تنهنجي وڇوڙي کان هڪ دم بہ جيئرو رهي نہ سگهندس. ملڪ جي هوا چڱي ۽
موافق آهي، تنهنڪري صلاح هيءَ آهي تہ ڪو معتبر ماڻهو موڪلي، پنهنجي ماءُ پيءُ
کي، سموري مال اسباب سميت، هتي گهرائي وٺ. سواريءَ لاءِ جو بہ بندوبست گهربل
هجي، مان اُهو حاضر ڪري ڏيندس. جڏهن تنهنجا والدين هت پهچي وڃن تہ پوءِ آرام
۽ آزاديءَ سان ويهي واپار ڪج. مان هن ڄمار تائين زماني جون گهٽيون گرميون ۽
سرديون سٺيون آهن ۽ رنج ۽ غم جون گهڙيون ڏٺيون آهن. هاڻي ٻيو ٿيو آهيان ۽
ڪوبہ اولاد نہ اٿم، جو آئيءَ ويل ڪم اچي. مان توکي اولاد کان سرس ٿو سمجهان.
توکي پنهنجي ڪاروبار جو مختيار ۽ پنهنجي ميڙي چونڊيءَ جو وارث ٿو مقرر
ڪريان. جيستائين جيئرو آهيان، دال روٽي ڏجينم. منهنجي ڪفن ۽ دفن کان پوءِ هر
چيز تنهنجي آهي." سوداگر زادي چيس تہ "بيشڪ اوهان منهنجي غمخواريءَ ۽
خاطرداريءَ ۾ ڪا بہ گهٽتائي نہ ڪئي آهي، ايتري قدر جو والدين بہ ياد نہ اٿم. مگر
منهنجي والد مون کي هڪ سال جي اجازت ڏني هئي. ميعاد اچي پريو آهي،
جيڪڏهن وقت سر پهچي نہ گهيس تہ ٻيڙو پيءُ روئي روئي شايد هن جهان مان گذاري
وڃي. جڏهن تہ ماءُ پيءُ جو حڪم مڃڻ خدا جي رضامنديءَ ۾ داخل آهي، اُن کان
ڪنڌ ڪڍائي، بد دعا ۾ شامل ٿيڻ ڪا صلاح پري ڳالهہ نہ آهي. اِئين نہ ٿئي، جو
ٻنهي جهانن ۾ مون کي روسياهي حاصل ٿئي. اُن ڪري مون کي خوشيءَ سان اجازت
ڏيو تہ ٻنهنجي وطن موٽي وڃان. اوهان جي احسان ۽ مروت کي هميشہ ياد رکندس."
سوداگر زادي جڏهن اهڙيون اهڙيون منيون ڳالهيون جوهر فروش کي ٻڌايون، تڏهن
سندس شوق کي وڌيڪ مهميز لڳي. آخر کيس چيائين تہ "جيڪڏهن تون هتي رهڻ نہ
ٿو چاهين، تہ مون کي بہ پاڻ سان وٺي هل. مان توکي ساهہ برابر سمجهان ٿو،
جيڪڏهن جسم مان ساهہ جدا ٿي وڃي، تہ اُن کي جيئري رهڻ جو امڪان ئي نہ آهي."
اِئين چئي، پنهنجي نوڪرن کي حڪم ڏنائين تہ سفر جو اسباب تيار ڪيو وڃي، ۽
پاڻ بہ تيارين ۾ مشغول ٿي ويو. جڏهن خواجي جي سفر جي ڳالهہ مشهور ٿي، تڏهن
ٻين سوداگرن بہ ساڻس گڏ هلڻ جي تياري ڪئي. خواجہ سڳ پرست سڄيءَ دولت کي

سميٽيو، بيشمار نوڪر، چاڪر، اڻ ڳڻيا تحفا ۽ سوکڙيون، هٿيار پنوهارن سان پهريل حبشي، رومي ۽ ترڪي ٻانها، عربي گهوڙن تي سوار، تيار ڪيا ويا. هڪ اُٺ جي پاڪڙي تي، جنهن کي مخملي گادين سان سينگاريو ويو هو، ڪتي کي ويهاريو ويو. ٻئي اُٺ تي ٻنهي قيدين جا پڃرا ڪڙائي، هي قافلو روانو ٿيو. جتي جتي هن قافلي منزل تي ڪئي، اُتان جا سيٺيئي سوداگر اچي تي وٽس حاضر ٿيا. آخر خير ۽ سلامتيءَ سان هي قافلو اچي استنبول جي نزديڪ پهتو. شهر جي ٻاهران پـڙاءُ لڳو. اتي سوداگر زادي خواجي کي عرض ڪيو تہ "قبلا، جي اجازت هجي، تہ مان پنهنجي پيءُ ماءُ وٽان ٿي اچان، ۽ اوهان جي رهڻ لاءِ شهر ۾ ڪو علحدو انتظام ڪريان." خواجي کيس جواب ڏنو تہ "مان، هتي فقط تنهنجي خاطر آيو آهيان، پلي وڃ پر جلدي موٽي اچج. جاءِ اهڙي ڏسج، جا تنهنجي گهر کان دور نہ هجي."

جڏهن سوداگر زادو پنهنجي گهر آيو، تڏهن گهر جا ڀاتي حيران ٿي ويا تہ هي اجنبي نينگر ڪير آهي، جو گهر ۾ گهڙي آيو آهي. سوداگرزادو يعني وزير زادي، ايندي ئي وڃي پنهنجي ماءُ جي پيرن تي ڪري ۽ روئي چيائينس تہ "مان تنهنجي ڄائي آهيان." هي ٻڌندي ئي سندس ماءُ کيس گهٽ وڌ ڳالهائڻ شروع ڪيو. چوڻ لڳيس تہ "اي پليد، تو پنهنجو منهن تي ڪارو ڪيو، پر پنهنجي خاندان تي اُهو ٽِڪو لاتو، جو ڪڏهن بہ ڌوپي نہ ٿو سگهي. مان تہ توکي ماري، روئي پٽي ويٺي هيس، مان هاڻي بہ توکان بيزار آهيان." هي ٻڌي، وزيرزاديءَ مٿي تان پڳڙي اجلائي ڇڏي، ۽ ماءُ کي چيائين تہ "اي ماءُ، مان ڪنهن بُري خيال يا بڇڙي ارادي سان نہ ويئي هيس، مگر تنهنجي حڪم موجب، پيءُ کي قيد مان ڇڏائڻ لاءِ هيءَ حيلو ڪيو هيم. خدا جو شڪر آهي، جو مون پنهنجي مطلب کي وڃي پورو ڪيو آهي. مان اُن سوداگر کي اُن ڪتي سميت، جنهن جي ڳچيءَ ۾ لعلن جا ٻارهن داڻا موجود آهن، وٺي آئي آهيان."- ۽ انهيءَ ئي سوداگر جي ڳالهہ تہ منهنجي پيءُ بادشاہ سان ڪئي هئي! مون ڪا خيانت ڪانہ ڪئي آهي، ۽ محض سفر جي ڪري ئي هي لباس پهريو اٿم. اُميد آهي تہ سڀاڻي قبلہ گاهہ کي بنديخاني مان آزاد ڪري وٺنديس." جڏهن سندس ماءُ سمجهيو تہ سندس ڌيءُ مردن جهڙو ڪم ڪيو آهي، تڏهن خوش ٿي کيس ڳلي لاتائين ۽ کيس رخصت ڏنائين. هن وري سوداگر زادي جو ويس پهريو ۽ خواجي وٽ آئي. خواجو کيس ڏسي بيحد خوش ٿيو. درياہ جي ڪناري تي هڪ باغ ۾ تنبو هنيا ويا. ۽ اُتي منزل ڪري، خواجو رهي پيو.

ٽپهريءَ جي وقت، خواجو ۽ سوداگرزادو، تنبوءَ کان نڪري ڪرسين تـي بـاهر تماشي ۽ سير ڪرڻ لاءِ ٽي وينا. اوچتو هڪ شاهي جاسوس اُتان اچي لانگهائو ٿيو. ماڻهن جي فوج ۽ اجنبي اسباب کي ڏسي، عجب ۾ پئجي ويو، ۽ دل ۾ چيائين تـہ شايد ڪنهن بادشاه جو ايلچي آهي. سو بيهي تماشو ڏسڻ لڳو. خواجي جي هڪ ملازم جي نظر وجي اُتس پيئي، جنهن ڪانئس پڇيو تـہ "تون ڪير آهين؟" هن ڪيس ٻڌايو تہ "آءٌ شاهي چوبدار آهيان." خادم خواجي کي وڃي سڄي حقيقت ٻڌائي. خواجي نوڪر کي چيو تہ "کيس وڃي ٻڌاءِ تہ اسان مسافر پرديسي سوداگر آهيون، جيڪڏهن مرضي هجيئي تہ اسان جي محفل ۾ اچي شريڪ ٿي، ۽ هڪ پيالو شربت جو نوشجان ڪري وڃ." شاهي جاسوس جڏهن سوداگر جو نالو ٻڌو، تہ هيڪاري حيرت ۾ پئجي ويو، ۽ خوش ٿي خواجي جي محفل ۾ آيو. ايندي ئي هو خواجي جي شان شوڪت ٺاهہ نوهہ کي ڏسي حيران ٿي ويو. خواجي ۽ سوداگر زادي کي سلام ڪرڻ بعد ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. جيئن ئي سندس نظر ڪتي جي مرتبي ۽ مان تي پيئي، تہ سندس هوش چڙي ويو. وري جو ماڻهن کي پڃري ۾ قيد ڏٺائين، تہ آڳي باقي پريشان ٿي ويو. خواجي سندس چڱو آڌر ڀاءُ ڪيو، مگر هُو سمورو وقت خواجي جي ابتڙ هلت تي سوچيندو رهيو. نيٺ خواجي کان موڪلائي هُو پنهنجي گهر آيو.

رات هن بيحد اضطراب ۾ گذاري. صبح ٿيندي ئي، دربار ۾ حاضر ٿيو، ۽ مون کي سڄيءَ حقيقت کان آگاه ڪيائين. هن حقيقت کي ٻڌڻ سان مون کي بيحد ڪاوڙ آئي، مون حڪم ڏنو تہ "اهو سوداگر مارائڻ جي لائق آهي، اُن ڪري جلاد جلد وڃي اُن جي سر ڪپي، اچن!" قدرت خدا جي، جو اُهو ساڳيو ايلچي، فرنگ جو وينل سفير، دربار ۾ موجود هو، تنهن ڪلي ڏنو. مان هي ڏسي هيڪاري تپي ويس، چيومانس تہ "اي بي ادب، شاهي دربار ۾ اهڙيءَ ريت کلڻ بيحد گستاخي آهي. هن بي وقتي کلڻ کان تہ روئڻ بهتر هو." سفير عرض ڪيو تہ "قبلا، گستاخي معاف ٿئي، ڪي ڳالهيون دل تي تري آيون، جنهن ڪري بيوقت کلڻ جو گناه ڪيو اٿم. پهريائين تہ اڳئين وزير جيڪو ڪجهہ چيو هو، سو سچ هو، ۽ هاڻي هو قيد مان آزاد ٿيندو. ٻيو، هاڻي وري حضور هُن بيگناه سوادگر کي مارائڻ جو حڪم ڏنو آهي، جو پڻ انصاف کان پري آهي. تحقيقات کان سواءِ ڪنهن جو خون هارڻ ڪڏهن بہ صلاح پري ڳالهہ نہ آهي. خبر نہ آهي تہ سوداگر جي اندر ۾ ڪهڙو راز آهي! منهنجو عرض آهي تہ پهريائين سوداگر کي دربار ۾ گهرايو وڃي ۽ اُن کان حقيقت پڇي وڃي، پوءِ جيڪڏهن

هُو گنهگار آهي، تہ اُن کي سزا ڏيڻ واجب ۽ لاچار آهي." مون اُن وقت سوداگر کي ڪتي سميت حاضر ڪرڻ جو حڪم ڏنو. خواجو اُن سوداگر زادي سميت ستت اچي حاضر ٿيو. سوداگر زادي جي خداداد حسن کي ڏسي اسان سڀ حيران ۽ هڪا بڪا رهجي وياسون. سندس هٿ ۾ هڪ جواهرن سان پريل ٿالهي هئي، جنهن جي تاب ۽ تجليءَ ساري جاءِ روشن ڪري ڇڏي هئي. گهڻي آداب ۽ نياز ڪان پوءِ، هن اها ٿالهي منهنجي تخت جي اڳيان رکي. خواجي بہ اهڙيءَ ريت زمين چمي دعائون ڏنيون. ايڏيءَ تہ فصاحت ۽ بلاغت سان پئي ڳالهايائين، جو چڻ تہ بلبل ٿي زمزمہ سرائي ڪئي. مون کي سندس گفتگو بيحد پسند آئي، پر ڪاوڙ جي سببان چيومانس تہ "اي شيطان جي صورت انسان، تو هيءَ ڪهڙي بيجا هلت ورتي آهي ۽ پنهنجي ڪاڻ موت کي سڏيو آهي؟ بڌاءِ تہ تون ڪهڙي دين ۽ مذهب جو آهين، جو هيءَ حالت پاڻ وٽ روا رکي اٿيئي؟ جيڪڏهن ڪافر بہ آهين، تہ ڪفر جو هيءَ ڪهڙو اصول آهي؟ ڪهڙي نالي سان هي بُرا ڪم ڪندو ٿو وتين؟" هُن عرض ڪيو تہ " حضور جو سر سلامت هجي، هي غلام مسلمان آهي ۽ دين جي پنجن ئي رڪنن تي قائم، پر جيڪڏهن مون ۾ ڪو عيب آهي تہ اهو، انهيءَ عيب جي ڪري خلق ۾ بدنام آهيان. شايد غصي جو سبب منهنجي اِها ڪم بختي آهي، جنهن جو ظاهر ڪرڻ ناگوار آهي. خدا جي خلق "سگ پرست" سڏي ٿي، ۽ اِنهيءَ نالي سان جهان ۾ خوار آهيان."

اِهو جواب ٻڌي، وڌيڪ ڪاوڙ مان چيومانس تہ "مون کي ڳالهين ۽ بهانن ۾ ٿو ريجهائين، مگر هرگز ڪين مڃيندس. جيستائين تون پنهنجي گمراه ٿيڻ جو سچو سبب نہ ٻڌائيندين، جيستائين مون کي يقين نہ ايندو، تيستائين توکي نہ ڇڏيندس، بلڪ مارائيندس، جيئن ٻين کي بہ عبرت ٿئي تہ وري ٻيو ڪوبہ دين ۾ اهڙو رخنو نہ وجهي."

هي ٻڌي خواجي ورندي ڏني تہ "اي بادشاه مون نياڳي جي مارائڻ جو ارادو ڦٽو ڪر، ۽ هي جيڪو مال بيشمار آهي، سو وٺ، مون کي ۽ منهنجي پٽ کي پنهنجي صدقي پلي ملڪ نيڪالي ڏي: مان فقط توڪان جيئدان گهري رهيو آهيان."

اِتي مون مرڪي چيس تہ "اي نادان، مون کي مال ۽ دولت جي طمع ٿو ڏين، لالچ ٿو آڇين، پر سچ چوڻ ڌاران تنهنجو ڪو بہ ڇوٽڪارو نہ آهي."

هن حڪم ٻڌڻ شرط خواجي جي اکين مان اُب اُڇلجي آيو، ۽ نينگر ڏانهن ڏسي ٿڌو ساه ڪنيائين. ڪيس چوڻ لڳو تہ "مان بادشاه جي اڳيان ڏوهي ۽ گنهگار ٿي

مارجي ويندس. پر تنهنجي پارت ڪنهن کي ڪريان ۽ توکي ڪنهن جي حوالي ۾ ڏيان." تڏهن مان ڏمرجي کيس چيو ته "اي مڪار، گهٽائي عذر ۽ بهانا ڪيا اٿيئي. هاڻي ٻيو ڪجھ ڪين ٻڌندس، جيڪي چوڻو اٿيئي سو جلدي ٻڌاءِ، نه ته پنهنجي سر تان آهو ڪڻ."

اُن وقت خواجو اڳيرو آيو ۽ تخت جي پائي کي چمي چيائين ته "اي بادشاه سلامت، جيڪڏهن منهنجي مارائڻ جو حڪم نه فرمايو ها ته هوند ٻيون سڀئي سختيون ۾ سهما سهي، هر گز پنهنجو راز نه ٻڌايان ها، پر ساه پيارو اٿم، چاڻي واڻي کوھ ۾ ڪرڻ ڪا دانشمندي نه آهي. جيڪڏهن حضور جي رضا اِها آهي، ته ضعيف جي حقيقت ٻڌو! پهريائين حڪم فرمايو ته اِهي پڃرا، جن ۾ ماڻهو بند آهن، دربار ۾ گهرايا وڃن. منهنجي حقيقت جي بابت اُنهن کان پڇيو وڃي، جيڪڏهن ترجو به تفاوت هجي ته هي بدنصيب سر ۽ اوهان جي تلوار."

مون کي سندس ڳالھ پسند آئي، ۽ اهي پڃرا گهرائي، پنهنجي سامهون رکايم.

# قصو خواجي سگ پرست جو

خواجو هن طرح بيان ڪرڻ لڳو ته "قبلا عالم، مان هنن جو سڳو ڀاءُ آهيان. هي جيڪو غلام جي ڪڇ هٽ کان ٻيو آهي، سو وڏو ڀاءُ اٿم. هي جيڪو سڄي هٽ کان ٻيو آهي، سو وچون. مان هنن ٻنهي کان ننڍو آهيان. اسان جو پيءُ ايران ۾ وڏو مشهور سوداگر هو. جڏهن مان چوڏهن ورهين جو ٿيس ته بابي سائين وفات ڪئي. جڏهن سندس ڪفن دفن کان فارغ ٿياسون ۽ چاليهو به گذريو، تڏهن هڪڙي ڏينهن، هنن ڀائرن مون کي چيو ته "هاڻي ابي جو مال ورهايو، پوءِ جنهن کي جيڪي وڻي سو وڃي ڪري." تڏهن مون چين ته "اي ادا، هيءَ ڪهڙي ڳالھ ڪريو! مان اوهان جو غلام آهيان. جيڪڏهن والد محترم مري ويو آهي ته توهان ٻيئي منهنجي لاءِ اَبي جي بجاءِ آهيو. ماني ٽڪر ڏيندا رهو ۽ سُڌسماءَ لهندا رهو. جيئن حياتي خير سان گذري. مان اوهان جي خدمت ۾ رهڻ پسند ڪندس. منهنجو ميراث ۾ حصي سان ڪهڙو ڪم. توهان جي پس خورده مان پيو پيٽ پاليندس. مان اَجا ننڍو آهيان. لکي پڙهي به پورو ڪين ڄاڻان. مون کان ڇا ٿي سگهندو؟ توهان منهنجي پرورش ڪندا رهو. جنهن جي مون کي وڏي ضرورت آهي."

"پر جيئن ته سياڻا چئي ويا آهن ته سيڪجھ ٿيءُ، پر ننڍو ڀاءُ نه ٿيءُ، منهنجي ڳالھ ٻڌي ورندي ڏنائون ته "تنهنجي شايد اِها مرضي آهي، ته اسان کي پاڻ جهڙو

محتاج ۽ خراب ڪرين!" هي ٻڌي مان هڪ ڪنڊ ۾ وڃي روئڻ لڳس. پر وري دل کي سمجهايم تہ وڏا پائر آهن، نيٺ منهنجي چڱائي سوچي هونداٿون. اهو خيال ڪندي سمهي رهيس. صبح جو اُٿي ڇا ڏسان تہ قاضيءَ جو نوڪر بيٺو آهي. هُو مون کي عدالت ۾ وٺي ويو. اُتي ڏٺم تہ هي بيئي پائر ويٺا آهن. قاضيءَ مون کان پڇيو تہ "ڪهڙي سبب پنهنجي پيءُ جو ورثو نہ ٿو وٺين؟" مون جيڪي گهر ۾ چيو هو، سو هتي بہ قاضيءَ کي چئي ٻڌايم. پائرن هي ٻڌي چيو تہ جيڪڏهن ائين آهي تہ هت بہ لفظ دستبرداريءَ لاءِ لکي ڏي. مون سمجهيو تہ پائر هي سڀڪجهہ منهنجي چڱائيءَ لاءِ پيا ڪن، جيئن مان پنهنجي ملڪيت کي بيسود تباه نہ ڪري ڇڏيان. اُن ڪري سندن خواهش موجب، پنهنجي دستبرداري لکي ڏنيم. قاضي صاحب اُن تي مهر هڻي، ۽ هُو اُها لکيت وٺي، خوش خوش گهر ڏانهن موٽيا. ٻئي ڏينهن مون کي چيائون تہ "ادا، هيءُ جاءِ جنهن ۾ تون رهين ٿو، سان اسان کي درڪار آهي، تون اُن کي خالي ڪري، پنهنجي لاءِ ڪنهن ٻيءَ جاءِ کي وڃي ڳولهہ." اِتي مون سمجهيو تہ هي پيءُ جي ڪکن ۾ بہ منهنجي رهڻ تي راضي نہ آهن. لاچار ڇڏي وڃڻ جو اِرادو ڪيم. اي جهان پناه! جڏهن منهنجو والد جيئرو هو ۽ جڏهن بہ مسافريءَ تان موٽي ايندو هو، تہ سيڪنهن ولايت جون سوکڙيون ۽ سوغاتون منهنجي لاءِ آڻيندو هو ۽ مون سان بيحد محبت رکندو هو، ڇو تہ مان سندس ننڍو پٽ هوس. مان اُهي وڪڻي، ٿوڙي گهڙي موڙي گڏ ڪري ورتي. والد کان مليل ترڪستان جي هڪ ٻانهي ۽ گهوڙو وڪڻي هڪ جاءِ خريد ڪيم ۽ اُن ۾ وڃي رهيس. هيءُ ڪتو بہ مون سان گڏجي، اُن نئين گهر ۾ آيو. هڪ دڪان وٺي ڪپڙي جي تجارت شروع ڪري ڏنيم، ۽ پنهنجي قسمت تي راضي ٿي رهيس. جيتوڻيڪ پائرن بلڪل بي مروتي ڪئي هئي، پر خدا مهربان ۽ ٻاجهارو آهي. ٿن ورهين تائين منهنجو دڪان ڪاميابيءَ سان هلندو رهيو ۽ پروسي وارو ٿيس، ايتريقدر جو سرڪاري سامان بہ منهنجي دڪان تان ٿي ويو. اِتي جيڪي سو چڱو نفعو ٿيم. ڌڻيءَ جي فضل سان وقت آسودو پئي گذاريم ۽ هميشہ خدا جا شڪرانا پئي ڪيم. اوچتو ٿي، هڪ پيري جيئن جمعي جو ڏينهن گهر ۾ ويٺو هوس، تہ منهنجو هڪ ٻانهو جو ضروري سودي لاءِ بازار ۾ ويل هو، سو ڏسان تہ روئيندو بيو اَچي. مون چيومانس تہ "ڇا ٿيو اٿيئي؟" هـُـن پريشانيءَ ۾ چيو تہ "سائين، اوهان کي ڪهڙي خبر؟ اوهان تہ مزي ۾ ويٺا آهيو، پر قيامت ۾ ڪهڙو جواب ڏيندا!" مون چيومانس تہ "اڙي شيدي، توکي شايد ڪٺيءَ ڪنيو آهي،" چيائين تہ

"سائين، مون کي تہ عجب ٿو لڳي تہ اوهان جي پائرن کي هڪ يهودي بازار جي چوٽڪ ۾ چو ڪنيو ٻڌي پيو ڇهبڪن سان ماري، ۽ اوهان بيفڪر ويٺا مزا ڪريو! يهوديءَ چيو ٿي تہ مون کي هزار روپيا ڏيو نہ تہ اوهان کي ماري ڇڏيندس." هُو اوهان جا پائر آهن، ۽ آخر ماڻهو ڇا چوندا! مان ٻانهي جي زبان مان هيءَ ڳالهہ ٻڌي، اگهاڙي پيرين بازار ڏي ڊوڙيس، ۽ ٻانهن کي چوندو ويس تہ "هزار رپيا ساڻ کنيو اچو!" وڃي ڏٺم تہ جيئن غلام چيو هو، اُهوئي حال هو. ڇهبڪ جو ڦهڪو پئي پيو. ويندي ئي، ماڻهن کي چيم تہ "صبر ڪريو!" اِئين چئي، يهوديءَ وٽ ويس. چيومانس تہ "اڄ جمعي جو ڏينهن آهي، خدا جو خوف ڪر، چو ٿو هنن ويچارن کي مارين؟" اُن جواب ڏنو تہ "جيڪڏهن تو کي رحم ٿو اَچي، تہ ڪٺي هنن جي پاران تون ئي قرض چُڪائي ڏي. مون چيومانس تہ "جيڪڏهن اِئين آهي تہ اهڙو دستاويز ڏيکار. يهوديءَ چيو تہ "مان دستاويز عدالت ۾ داخل ڪري آيو آهيان." ايتري ۾ غلام رپين جون ٿيلهيون بہ کڻي اَچي پهتا. مون يهوديءَ کي هزار رپيا ڳڻي ڏنا ۽ ٻنهي پائرن کي ڇڏائي آيس. اُن وقت سندن حالت ڪهڙي هئي، خدا شل ڪنهن جي نہ ڏيکاري. بت اگهاڙو، اُڃ ۽ بک ۾ پئي مئا. مون اُنهن کي گهر پهچي وهنجارايو ۽ نوان ڪپڙا ڍڪائي، ماني کارائي. مان هيءَ ڳالهہ سندن روبرو ڪري رهيو آهيان، ڪين ايترو بہ نہ چيم تہ اَبي جو مال، جو وراثت ۾ اوهان کي مليو هو، سو ڪيڏانهن ويو. سندن ڦڪائيءَ کي لڪائڻ لاءِ، مون اِها ڳالهہ ئي نہ چوري. ڳچ ڏينهن کان پوءِ ڪين چيم تہ "هاڻي اوهان کي ڪنهن مسافريءَ تي وڃڻ گهرجي." هي ٻڌي، هنن ڪٺي ماٺ ڪئي. مون سمجهيو تہ هو راضي آهن. اُن سندس ارادي موجب، سفر جو بندوبست ڪيم .هڪڙو قافلو بخارا ڏانهن ٿي ويو، اُن سان گڏ ڪين اماڻيم، ۽ ويهن هزارن جو سودو پاڻ ڏنومان. هڪ سال کان پوءِ اهو قافلو موٽي آيو، پر اُن سان گڏ پنهنجي پائرن کي نہ ڏٺم. آخر گهڻيءَ پڇا بعد، هڪ دوست کان معلوم ٿيو تہ جڏهن اهي بيئي بخارا ۾ پهتا، تڏهن اُنهن مان هڪڙي پنهنجي سموري موڙي جوئا ۾ ڪپائي ڇڏي، ۽ هاڻي هُن قمارخاني جي ٻهاري سهاري ڪري پيو وقت گذاريو. جڏهن جوئاري ايندا آهن تہ سندن ٿهل ٽڪور ڪندو آهي. ڪٺندڙ جوئاري اُن جي عيوض ۾ ڪيس ڪجھ ڏيندا آهن ۽ اُن رستي پنهنجو پيٽ پاليندو آهي. ٻيو، هڪڙي فالودي وڪڻندڙ جي پٽ تي عاشق ٿي پيو ۽ وٽس جيڪو بہ زر ۽ مال هو، سو اُن جي پنيان لٽائي ڇڏيائين. مون جڏهن هي حال اُن شخص کان ٻڌو، تڏهن حيرت لڳيم ۽ ايتري تہ

ڪٽتي ٿيم، جو سڄي رات ننڊ نہ آيم. صبح جو اُٿندي ئي، سفر جو اسباب تيار ڪري، بخارا ڏانهن روانو ٿيس. مليل نشانن تي وچي پائرن کي ڳولي لڌم. اُتان ڪين وٺي سراءِ آيس. ڪين وهنجاري نئين پوشاڪ ڍڪايم. خيال ڪيم تہ هنن کي ڪوبہ طعنو نہ ڏيندس. خوف ٿيم تہ متان هُو لڄي ۽ شرمندا ٿي وڃن. تنهنڪري اها ڳالهہ آئي ويئي ڪري وساري ڇڏيم. مون اُتان وري نئون سودو سامان خريد ڪيو ۽ چيومان تہ چڱو ائين آهي تہ اوهان گڏجي، مون سان پنهنجي وطن هلو. اهڙيءَ ريت ڪين وٺي، جڏهن نيشاپور کي ويجهو آياسون ۽ جڏهن شهر باقي وچي هڪ منزل رهيو، تڏهن مان ڪين هڪ ڳوٺ ۾ ڇڏي آيس تہ هُو پنهنجي روءِ سوءِ وطن پهچي وڃن. ماڻهن کي ائين معلوم نہ ٿئي تہ ڪين مان وٺي آيو هوس. ٻن ڏينهن کان پوءِ مشهور ڪيم تہ منهنجا پائر سفر کان موٽي آيا آهن ۽ سڀاڻي سندن استقبال لاءِ ويندس. صبح جو جيئن اُٿي گهريم ٿي تہ اُنهن ڏانهن وڃان، تہ ان ڳوٺ جو هڪ شخص ٻاهر نڪري آيو ۽ رڙيون ڪرڻ لڳو. اُن جو آواز ٻڌي ٻاهر نڪتس. پڇيومانس تہ "ڇا ٿيو اٿيئي؟" چيائين تہ "تنهنجي پائرن جي ڪري، منهنجو گهر لٽجي ويو. رات جو ڦورو آيا، جن سندس مال تہ ڪنيو، پر منهنجي گهر کي بہ ٻهاري ويا." مون افسوس ڪيو ۽ ڪين وچي پاڻ سان وٺي آيس. جڏهن ماڻهن سندن اچڻ ٻڌو، تڏهن سندن ملاقات لاءِ آيا، پر هي شرم کان ٻاهر ئي نہ نڪتا. آخر ٽي مهينا انهيءَ ريت گذريا، تڏهن دل ۾ ويچار ڪيم تہ هيئن ڪيترا ڏينهن ماٺ ڪيو وينا ڪائندا. چڱو ائين آهي تہ ڪين پاڻ سان گڏ مسافريءَ تي وٺي وڃان. جڏهن اها ڳالهہ ساڻن ڪيم، تہ هنن اڳي وانگر ڪٽي حب ڪئي. سوداگريءَ جو ڳچ سامان ۽ اسباب تيار ڪرائي، ڪين ساڻ وٺي هليس. جڏهن محصول ڏيئي، مال ٻيڙيءَ تي چاڙهيم تہ سامان ڪڻڻ ۽ چاڙهڻ جي شور تي هي ڪتو جاڳيو، پر ٻيڙي ڪناري کان دور نڪري ويئي هئي، سو ڏاڍو حيران ٿيو ۽ پريشانيءَ ۾ نهارڻ لڳو. آخر ٽپو ڏيئي پاڻيءَ ۾ گهڙي پيو ۽ ترڻ لڳو. مون هي ڏسي، هڪڙي خلاصيءَ کي ڪتي کي وٺي اچڻ لاءِ لاٿو. خلاصي ڪتي کي پڪڙي وٺي آيو ۽ ٻيڙيءَ ۾ اچي چاڙهيائينس. هڪ مهينو خير سان درياہ ۾ گذريو. پر مهيني کان پوءِ، منهنجو هڪ پاءُ منهنجي هڪ ٻانهيءَ تي عاشق ٿي پيو. هڪڙي ڏينهن هن وچي وڏي پاءُ کي چيو تہ "ڏاڍي شرم جي ڳالهہ آهي، جو اسان ننڍي پاءُ جا احسانمند رهون. هاڻي ڪا اهڙي صلاح ڪجي، جنهن سان احسان ٽورن کان بچي پئون." تڏهن وڏي پاءُ جواب ڏنس تہ "ڳالهہ تہ واہ جي ڪئي اٿيئي! اسان کي

ڪنهن بہ ريت هن ڪان پاڻ کي آزاد ڪرڻ گهرجي." نيٺ هنن گڏجي صلاح ڪئي تہ مون کي ماري وجهن ۽ پوءِ منهنجي سموري مال ۽ ملڪيت جا مالڪ بڻجي پون. پوءِ هڪڙي ڏينهن جيئن مان ننڊ پيو هوس ۽ ٻانهيءَ ويٺي مٿي کي مالش ڪئي، اهو وجون ياءِ ٽڪڙو ٽڪڙو مون وٽ آيو ۽ مون کي ننڊ مان جاڳايائين. مان ٽپ ڏيئي اُٿي کڙو ٿيس. اُن وقت مون سان هي ڪتو بہ گڏ هو. ٻـا ڏسان تہ وڏو ياءُ ٻيڙيءَ جي مُهري وٽ سمنڊ ڏي ڪنڌ ڪيو ويٺو آهي ۽ سمنڊ جو ويٺو تماشو ڪري ۽ مون کي پيو سڏي. مون ويجهو وڃي چيومانس تہ "ٻيو تہ خير آهي!" چيائين تہ "اُچي ڏس تہ ڪيئن نہ هتان جا نوبير، ٽيٻون هٿي پيا موتي ڪڍن!" مون کي تہ ڪجهہ بہ نظر نہ آيو. پر مون وڏي ڀاءُ جي ڳالهہ کي ڪوڙو نہ سمجهي، جهڙوئي ويجهو ٿي، نوڙي سمنڊ ڏانهن نهاريو. تهڙوئي وچين ڀاءُ زور سان ڌڪو ڏنو. ۽ مان بي وس وڃي سمنڊ ۾ ڪريس. تڏهن ٻيئي مڪر ڪري روئڻ لڳا ۽ خلاصين کي رڙيون ڪري چوڻ لڳا تہ "جلدي اُچو ۽ اسان جي ڀاءُ کي ڪڍو. جو درياهہ ۾ ڪري پيو آهي!" ايتري ۾ ٻيڙي وڌي ويئي ۽ پاڻيءَ جي وير مون کي پَري ڌڪي ويئي. پئي غوطا کاڌم. ڇولين ۾ لڙهندي ترندي آخر ٿڪجي پيس. ڌڻيءَ کي ياد ڪرڻ لڳس. ڪا بہ پناهہ نظر نہ ٿي آئي. سمجهيم تہ اجهوڪي اِجهو ٻڏس. اوچتو ڪنهن شيءِ تي وڃي هٿ لڳو. اکيون پٽي ڏٺم تہ منهنجو ڪتو آهي، جو شايد منهنجي ڪرڻ کان پوءِ پاڻيءَ ۾ ٽپي پيو هو. مون لاءِ هيءُ ڪتو وسيلو بڻجي پيو. ڌڻيءَ پاڪ هن کي منهنجي حياتيءَ جو وسيلو بڻايو. ڪتو ۽ مان هڪٻئي جي مدد سان ترندي، وڃي ڪنهن ڪنڌيءَ تي لڳاسون. ٻاهر نڪرڻ جي ڪا بہ طاقت نہ رهي هئي، پر ڏاڍن ڪشالن سان، جيئن تيئن پاڻ کي سڪيءَ تي پهچايم. سارو ڏينهن ۽ رات بيهوش پيو هوس. ٻئي ڏينهن ڪتي جو آواز ڪن تي پيو. هوش ۾ آيس. ڌڻيءَ جا شڪرانا ڪيم. هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳس. پري پري هڪ شهر جي آبادي ڏسڻ ۾ آئي. هلڻ جي طاقت نہ هئي، پر ٻٽي وڪون پري، ساهي ڪٽندي، مس مس ڪوهہ پنڌ ڪيم. رات جبل تي گذاريم. صبح سان شهر ۾ پهتس. شهر جي بازار ۾ ڪيترائي نانواين ۽ حلواين جا دڪان موجود هئا. بک بہ گهڻو هلاڪ ڪيو هوم. پر نہ پائي هئي نہ پيسو، خريد ڇا ڪريان! پنڻ کان عار ٿي آيم. دل کي تسلي ڏنيم. نيٺ بي طاقت ٿي ڪري پيس. اوچتو ڏٺم تہ ٻہ ايراني، عمدي پوشاڪ پهريل، هٿ هٿ ۾ ڏيو. سامان ڪٺايو ٿي آيا. پنهنجا ملڪي ماڻهو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيس. خيال ڪيم تہ هنن کي پنهنجو درد ٻڌائيندس تہ ضرور

ڪين مون تي ترس ايندو. جڏهن اُهي ويجهو آيا ته سڃاتم ته اُهي منهنجا ڀائر آهن. ويتر خوشي ٿيم. مون رڙهي وڃي سندن هٿ چميا. مون کي ڏسندي ئي هو رڙيون ڪرڻ لڳا. وڃين ڀاءُ ته اهڙي ڇماٽ هنيم، جو ڏڪي ڏکي ڪري پيس. وڏي ڀاءُ جي پيرن کي چنبڙيس، ته مَن مدد ڪري، پر هن اُلٽو لتون ۽ مڪون هڻڻ شروع ڪري ڏنيون. هنن کي مون تي اصل رحم نه آيو. هي حال ڏسي ماڻهو اچي مڙهيا ۽ مون کي ڇڏائڻ لاءِ چنبڙيا ۽ پڇڻ لڳا ته "هن اوهان جو ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي، جو اوهان ڪيس اهڙي بيدرديءَ سان ماري رهيا آهيو؟" چيائون ته "هيءُ حرامزادو اسان جي ڀاءُ جو نوڪر آهي، جنهن کي درياهه ۾ ڌڪو ڏيئي، سندس مال ۽ اسباب کڻي ويو آهي. اسان سندس ڳولا ۾ هئاسون. اڄ هتي مليو اٿئون!" مون کان پڇڻ لڳا ته "اي ظالم، تو ڪيڏو نه خراب ڪم ڪيو آهي. تو اسان جي بيگناهه ڀاءُ جو خون ڪيو آهي. هن جون تو سان ڪيتريون نه ڀلايون هيون! ايتري قدر جو هن توکي پنهنجي ملڪيت جو مختيار بڻايو. واهه جو هن کي بدلو ڏنو اٿيئي!" پوءِ مڪر ڪري روئڻ لڳا. اهڙيءَ ريت مون کي وري لتون ۽ مڪون هڻڻ لڳا. اُن وقت شهر جو ڪوتوال اچي اُتي لانگهائو ٿيو ۽ کين منع ڪيائين ته هن کي ڇو ٿا ماريو. ۽ منهنجو هٿ وٺي قاضيءَ وٽ وٺي ويو. هي ٻيئي به پٺيان آيا ۽ شهر جي حاڪم سان به اها ڳالهه ڪيائون. رشوت ڏيئي پنهنجو انصاف گهريائون ۽ ناحقي خون جو الزام رکي مقدمو داخل ڪيائون. حاڪم مون کان جواب طلب ڪيو. پر منهنجي حالت بک ۽ پياس جي سبب هيٺي ۽ ضعيف ٿي ويئي هئي. ويتر مارڪٽ ته اهڙو لاچار ڪري ڇڏيو هو، جو ڳالهائي به نٿي سگهيس. ڪنڌ هيٺ ڪيو بيٺو هوس ۽ ڪابه ورندي نه ٿي اُڪلي. حاڪم کي پڪ ٿي ته هيءُ برابر خوني آهي. بادشاهه سلامت! مون هنن کي پئسا ڏيئي يهوديءَ جي هٿ کان ڇڏايو هو، پر هنن منهنجي دولت سان مون کي ڦاسيءَ تي پئي چاڙهيو. آخر حاڪم فتويٰ ڏني ته "هن کي وٺي وڃي ڦاسيءَ تي چاڙهيو!" سپاهي مون کي جهلي ڦاسيءَ وٽ وٺي ويا. جڏهن ڦاسيءَ کي ڏٺم ته ساهه تان هٿ کڻي ڇڏيم. اُتي هن ڪتي کان سواءِ ٻيو ڪوبه مون تي روئڻ وارو ڪونه هو. ڪتي جي هيءَ حالت هئي، جو هڪ هڪ ماڻهوءَ جا پير ٿي چميائين. ويچاري کي ڪنهن پٿر ٿي هنيا، ڪنهن لڪڻ، پر هيءُ اُتان هڪ قدم به نه ٿي چريو. مون قبلي جي طرف منهن ڪري، رب العالمين کي سوال پئي ڪيو ته "هن وقت تنهنجي پاڪ ذات کان سواءِ ٻيو ڪوبه منهنجو مددگار آهي، جو ويجهو اچي ۽ مون بيگناهه کي ڇڏائي، هاڻي تون بچائيندين

تہ بچندس." ائين چوندي، سجدي ۾ ڪري پيس. ڏٺي پاڪ جي اهڙي حڪمت ٿي، جو انهيءَ شهر جي بادشاه جي پيٽ ۾ اچي سور پيو. امير ۽ وزير اچي گڏ ٿيا. حڪيمن علاج شروع ڪري ڏنو. پر ڪيس ڪوبہ فائدو نہ ٿيو. آخر ڪن درويشن ڪيس صلاح ڏني تہ سڀ ڪان چڱي دوا اِها آهي، جو غريبن ۽ مسڪينن کي ڪجهہ خيرات ڪريو ۽ قيدين کي آزاد ڪريو، ڇو تہ دعا ۾ جلد اثر ٿيندو آهي. اُتان بادشاه جا خير خواه هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙيا. هڪڙو اُنهيءَ ميدان ۾ اچي نڪتو. ۽ گوڙ ڏسي سمجهيائين تہ شايد ڪنهن کي ڦاسي ٿا ڏين. اِئين سمجهي سوريءَ جي طرف گهوڙو ڊوڙوائي اچي پهتو. ترار سان نوڙيون ڇني وڌائين ۽ حاڪم ۽ سپاهين کي بلڪل سخت ڳالهائي منع ڪيائين تہ "ههڙي نازڪ وقت ۾، جڏهن بادشاه جي هيءَ حالت آهي، اوهان خدا جي خلقت کي ماريو ٿا!" اِئين چئي، مون کي ڇڏائي ڇڏيائين. تڏهن بئي پائر وري حاڪم وٽ ويا ۽ منهنجي مارائڻ لاءِ چيائونس. حاڪم تہ رشوت کاڌي هئي، تنهنڪري جيڪي هنن ٿي چيس، سو ٿي ڪيائين. هن چيـن تہ "توهان دلجاءِ ڪريو، هاڻي مان هن کي اِهڙي قيد ۾ قابو ٿو رکان، جو پاٽيهئي بک اُڃ جي وگهي مري ويندو، ۽ ڪنهن کي بہ خبر ڪانہ پوندي." پوءِ مون کي گرفتار ڪري وري نظر بند رکيائين. اُن شهر جي ٻاهر ڪوه پنڌ تي هڪڙو جبل هو، جنهن ۾ حضرت سليمان جي وقت ۾، ديون هڪڙو کوهہ ڌاهيو هو، جنهن کي "زندان سليماني" سڏيندا هئا. جنهن تي بادشاه ڪاوڙبو هو، تنهن کي اُتي قيد رکندا هئا، جتي هو آخر مري ويندو هو. نيٺ رات جو هي ٻيئي پائر ۽ حاڪم جو نوڪر مون کي اُن جبل تي وٺي ويا، ۽ اُنهيءَ غار ۾ وجهي، دلجاءِ ڪري موٽيا. بادشاه سلامت! هيءَ ڪتو بہ مون سان هليو آيو. جڏهن مون کي کوهہ ۾ اُڇلايائون، تڏهن هيءَ ڪتو کوهہ تي ويهي رهيو. مان اندر اونده ۾ بيهوش پيو هوس. جڏهن هوش ۾ آيس، تڏهن پاڻ کي مئل سمجهيم ۽ اُنهيءَ جاءِ کي قبر سمجهيم. اِتي ٻن ماڻهن جي ڳالهائڻ جو آواز منهنجي ڪن تي پيو، جي پاڻ ۾ ڪي ڳالهائي رهيا هئا. مون سمجهيو تہ منڪر نڪير ملائڪ آهن، جي مون کان سوال جواب ڪرڻ لاءِ آيا آهن. نوڙيءَ جو سُرڪاٽ بہ ٻڌم، جا ڇڏڪ ڪنهن لڙڪائي هئي. حيران ٿي هيڏانهن هوڏانهن هٿ هنيم، تہ هٿن کي ڪنڌا لڳا. گهڙيءَ ڪان پوءِ وات جو ڇبڪو ٻڌم، ڄڻ تہ ڪو کائي رهيو هو. تڏهن مون پڇيو تہ "رب جا ٻانهؤ، اوهان ڪير آهيو؟ خدا جي نالي مون کي ٻڌايو!" تڏهن اُهي کليا ۽ چيائون تہ "هي بنديخانو حضرت سليمان جو آهي، ۽ اسان قيدي آهيون." مون پڇيـن تہ "مان

جيئرو آهيان؟" هـو وري ٺهڪ ڏيئي کليا. ۽ چيائون تہ "اجان تہ جيئرو آهين. پر نيٺ مرندين." مون چين تہ "اوهان ڇا ٿا ڪائو؟ جيڪي آٿو. اُن مان مون کي بہ ڪجهہ تہ ڏيو!" پر مون کي ڪجهہ بہ نہ ڏنائون. ڪاڻي ڀي سمهي رهيا. مان بک ۽ اُڃ کان زار زار پئي رُنس ۽ رب کي پئي ياد ڪيم. اي بادشاه سلامت، ست ڏينهن برابر، سمنڊ ۾ ۽ ايترائي ڏينهن پائرن جي بي مروتيءَ ڪري، هڪ ڪڻو بہ اَنَ جو وات ۾ نہ پيو هوم. خوراڪ جي بجاءِ مار پئي مليم. بلڪ اهڙي بنديخاني ۾ وجي پيس، جتان ڇٽڻ جي اُميد ئي ڪانہ هئي. نيٺ اَچي سڪرات لڳيم، حالت اهڙي اچي ٿيم، جو بعضي دم پيو ڪڻان بعضي بيهوش ٿي پيو وڃان. ڪڏهن ڪڏهن اڌ رات جو هڪ شخص ايندو هو. ۽ رومال ۾ مانيون ٻڌل ۽ پاڻيءَ جو لوٽو نوڙيءَ ۾ هيٺ لڙڪائي، سڏ ڪندو هو. پوءِ اُهي بيئي ماڻهو، جي مون سان قيد هئا، سي اُٿي وننڊا هئا ۽ ڪائيندا پيئندا هئا. منهنجي ڪتي اِهو روزانو ڪم ڏسي عقل هلايو تہ جيئن هي شخص ماني پاڻي کوهہ ۾ لڙڪائي ٿو، تيئن هُو بہ ڪجهہ ڪري، جيئن غذا ملڻ سان منهنجي حياتيءَ بچي. اِهو خيال ڪري، ڪتو شهر ۾ ويو. نانوائيءَ جي دڪان تي ڪيترا نان تيار ٿيل هئا. ٽپو ڏيئي هڪڙو ڪڻي ورتائين ۽ وٺي ڀڳو. ماڻهو پنيان ڪاهي پيس، پر هُن نان نہ ڇڏيو. شهر جا ڪتا بہ پويان لڳس، پر هُو وڙهندو، اَچي کوهہ جي مٿان پهتو ۽ نان اُڇلائي ڏنائين. نان کي پنهنجي اڳيان پيل ڏسي ۽ ڪتي جي پونڪ ٻڌي، مون اِهو نان کڻي ورتو. ڪتو نان ڦٽو ڪري پاڻيءَ جي ڳولا ۾ ويو. هڪ ڳوٺ ۾ هڪ ٻڍڙيءَ جو گهر هو، جتي دلا ۽ مٽ پاڻيءَ جا ڀريل رکيا هئا. ٻڍڙيءَ چَرخو پئي ڪَتيو. ڪتو ڪوزي جي ويجهو ويو ۽ لوٽي کي ڪنيائين، تہ ٻڍڙيءَ هڪل ڏنيس. لوٽو سندس وات مان ڪري وجي مَٽ جي مٿان پيو، جنهنڪري مَٽ ڀڄي پيو ۽ پاڻي وهي هليو. ٻڍڙيءَ هيءَ حالت ڏسي، لڪڻ کڻي، ڪُتي کي مارڻ لاءِ اُٿي. ڪُتو ڀڄي وڃڻ جي بدران ڪيس ڇنبڙي پيو ۽ هن جا هٿ پير چمڻ ۽ چٽڻ لڳو. پڇ کي هلائيندي، جبل ڏانهن هلڻ لڳو. پوءِ وري موٽي، ڪنهن وقت رسي کڻڻ لڳو ۽ ڪنهن وقت ڏول ۾ وات وجهي ٿي ڏيکاريائينس. بار بار پنهنجو منهن ٻڍڙيءَ جي پيرن تي ٿي رکيائين ۽ سندس پوتيءَ کي ٿي ڇڪيائين. قدرت اُنهيءَ زال جي دل ۾ ٻاجهہ وڌي، ۽ نوڙي ۽ ڏول کڻي ساڻس اُٿي هلي. ڪتو بہ سندس پَلئہ جهلي سندس اڳيان اُٿي هليو. ۽ ايتريءَ تڪليف ۽ مشقت کان پوءِ، اُن ٻڍڙيءَ کي غار جي منهن وٽ وٺي آيو. اُن ڏول کي نوڙي ٻڌي اُن کوهہ جي منهن کان هيٺ لٽڪايو. مون اُهو ڏول جهلي ماني کائي،

پاڻيءَ جا ٻه ٽي ڍڪ پي، پيٽ جي ڪتي کي راضي ڪيم. پوءِ الله تعاليٰ جو شڪر بجا آڻي، هڪ ڪنڊ ۾ ويهي رهيس، ۽ خدا جي قدرت تي پئي سوچيم تہ اڳتي الائجي ڇا ٿيڻ وارو آهي. ويچارو بي زبان جانور انهيءَ رستي ماني ٻہ آڻيندو هو ۽ اُن ئيڙيءَ جي رستي پاڻي ٻہ پهچائيندو هو. نانواين جڏهن ڏٺو تہ اُن ڪتي کي جتان جهڻ لڳي ٿو، اُتان نان ڪنيو ٿي وڃي، تڏهن کين ترس پيو ۽ سمجهيائون تہ ضرور هن ۾ ڪو راز آهي. سو جڏهن اُنهيءَ کي ڏسندا هئا، تڏهن پاڻمرادو کيس مانيون اُڇلائي ڏيندا هئا. جيڪڏهن هوءَ ٻيڙي زال وقت سَر پاڻي نہ پهچائيندي هئي، تہ ڪتو سندس گهر وڃي مَٽ ۽ دلا پيجي ڇڏيندو هو. اُن ڪري هوءَ لاچار روزانو پاڻي پهچائي ڏيندي هئي. اهڙيءَ ريت مون کي روز ماني ۽ پاڻي ملندو هو. ڪُتو انهيءَ قيدخاني جي منهن تي، دربان وانگر ٿي رهيو. اهڙيءَ ريت مون کي ڇهہ مهينا گذري ويا. بادشاه سلامت، اوهان خيال ڪري ڏسو تہ ماڻهو اهڙيءَ اونداهيءَ ۾ رات ڏينهن ڪهڙيءَ ريت گذاريندو هوندو! هن جهان جي هوا جڏهن اُن کي لڳندي ئي ڪين هوندي، تہ اُن جو ڪهڙو حال هوندو؟ فقط کَل ۽ هڏا باقي بت ۾ وڃي رهيا هئا. حياتي منهنجي لاءِ زهر بڻجي ويئي هئي، ۽ دل ۾ ڏٽيءَ کي اهوئي سوال پيو ڪندو هوس تہ "اي منهنجا ڏٽيءَ، اهڙي جيئڻ کان، منهنجا ڏينهن ڪٽائين تہ چڱو. اهڙن عذابن کان تہ بچي پوان! جيئرو آهيان پر مُئن جهڙو." هڪڙيءَ رات جو هُو ٻيئي قيدي، جي مون سان گڏ رهندا هئا، سي ننڊ ۾ سُتا پيا هئا، پر مون کي پنهنجي سورن جي يادگيري پيئي، اُن ڪري ننڊ نہ ٿي آيم ۽ پئي رنم. رب جي درگاه ۾ توبهہ ۽ گيسي ڪرڻ لڳس. اِئين ڪندي، پوئين رات جو ڇا ٿو ڏسان تہ هڪڙي رسي، ڏٽيءَ جي مهربانيءَ سان، اُن کوهہ جي منهن کان لڙڪندي هيٺ پيئي اچي. ماڻهوءَ جو آواز مٿان ٻڌم، جنهن چيو تہ "اي نياڳا، هن نوڙيءَ کي پنهنجي هٿ ۾ مضبوط جهل، ۽ اُن جي مدد سان مٿي چڙهي اَچ!" مون دل ۾ سمجهيو تہ ڀائرن کي وري ٻہ رحم پيو آهي ۽ پاڻمرادو مون کي ٻاهر ڪڍڻ لاءِ آيا آهن. اُن وقت ڏاڍي خوشيءَ مان نوڙي ڇيلهہ سان ٻڌيم ۽ مٿئين ماڻهوءَ مون کي ٻاهر ڪڍي ورتو. ٻاهر نڪتس تہ ٻاهران وينل ڪتي ٻہ پُٺ ورتيم، پر جنهن مون کي ٻاهر ڪڍيو هو، تنهن کي اوڏيءَ مهل، اونداهي رات هئڻ سبب، سڃاڻي ڪين سگهيس تہ ڪير آهي؟ ٻاهر ڪڍندي ئي مون کي چيائين تہ "سگهو هلي اچ. ڇو تہ هتي ويهڻ جو موقعو نہ آهي." مون کي تہ سَگهہ ذري جيتري ٻہ نہ هئي. آخر جيئن تيئن ڏڪا ڪاٽي، ٿورو ٽڪر پنڌ جو اڳتي ٿيس، تہ ڇا ڏسان تہ ٻہ گهوڙا سنجيا، نڪيا

بيٺا آهن، جن مان هڪڙي تي انهيءَ شخص پاڻ لانگ ورائي ۽ ٻئي تي مون کي سوار ڪيائين. اڳتي وڌياسون. ڪَهندي ڪَهندي، هڪ درياه جي ڪناري تي صبح تي ويو سون. اُن شهر کان اٽڪل ڏهہ ٻارهن ڪوهہ پري نڪري آيا هئاسون. مون ڏٺو تہ هُو جوان مون ڏانهن ڪاوڙ جي نگاهن سان نهاري رهيو آهي، ايتري قدر جو پنهنجي هٿن کي چڪ پائي رهيو آهي ۽ ڏند ڪرٽي رهيو آهي. جو ايتري ۾ ترار اُگهاڙي ڪري مون کي مارڻ لاءِ آيو. اجا هن مون کي ڏڪ هڻڻ جو ارادو ڪيو، تہ مون پاڻ کي گهوڙي تان هيٺ ڪيرائي ڇڏيو. چيومانس تہ "اي سائين، مون تنهنجو ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي، جو تون بيگناه کي ٿو مارين! اي مهربان، تو پنهنجي احسان سان مون کي هن بنديخاني مان آزاد ڪيو آهي، ۽ وري مارينم ٿو! اها تنهنجي ڀلائي تہ نہ ڇٽبي!" تڏهن هُو چوڻ لڳو تہ "مون کي ٻڌاءِ تہ تون ڪير آهين؟" چيومانس تہ "مان هڪ غريب بي وسيلو آهيان ۽ بيگناه قيد ڪيو ويو هوس، پر توهان مون کي موت کان بچايو آهي." اهڙيءَ ريت ڪيتريون ئي منٿون ڪيم. نيٺ خدا سندس دل ۾ رحم وڌو ۽ مون کي مارڻ جو خيال لاهي، ترار ڪٽي مياڻ ۾ وڌائين. چوڻ لڳو تہ "هاڻي جيڪا رب جي رضا. تنهنجو نصيب چڱو هو، جو منهنجي هٿان موت کان ڇڻين. هاڻي سگهو تي گهوڙي تي چڙهہ. هتي ترسڻ جي جاءِ ڪانہ آهي." آخر گهوڙي تي سوار ٿياسون، پر هُو نهايت فڪرمند ٿي نظر آيو. نيٺ ٻپهريءَ وقت، هڪڙي ٻيٽ ۾ وڃي پهتاسون. اُتي هُو بہ لٿو ۽ مون کي بہ لهڻ لاءِ چيائين. پڇيائين تہ "اي ڪمبخت، هاڻي خبر چار ڏينم تہ تون ڪير آهين؟" مون کي هن پنهنجو نالو ۽ وطن جو نشان ڏنو ۽ جو ڪجهہ ٿي گذريو هو سڀ بيان ڪري ٻڌايومانس. منهنجو احوال ٻڌي، هُو بيوس ٿي زار زار روئڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو تہ "اي نوجوان، هاڻي منهنجي حقيقت کي ٻُڌا!"

## قصو زيرباد جي راڻيءَ جو

"مان زيرباد ملڪ جي بادشاه جي ڌيءَ آهيان، ۽ اِهي ہہ ماڻهو، جي توسان گڏ انهيءَ بنديخاني ۾ باندي ٿيل هئا، اُنهن مان هڪڙو جوان ڏاڍو مرچارو آهي، جنهن جو نالو بهره مند آهي. اهو منهنجي ناناڻن مان هڪ وڏي سردار جو فرزند آهي. هڪڙي ڏينهن منهنجي پيءُ حڪم ڪيو تہ جيڪي بہ هن شهر ۾ بهادر مڙس، پهلوان، ڪشتي باز ۽ تير انداز آهن، سي سڀ هت اچي پنهنجي پهلوانيءَ جا ڪرتب ڏيکارين، تان جو خبر پوي تہ منجهانئن ڪير وڌيڪ بهادر ۽ چالاڪ آهي. اُن مهل جا محلات جي ڪنهڙي ۾ ويٺي هيس. دايون ۽ ساهيڙيون سڀ اڳيان ويٺيون هيم. مون بہ تماشو

پئي ڏنو تہ هڪ جوان، جو سيني پهلوانن ۾ شهزور ٿي ڏٺو ۽ جنهن گهوڙي وانگر ٽپ ۽ هرڻ وانگر چال پئي ڏنا، نظر آيو. سندس همت ۽ صورت ڏسي، روح ۾ ريجهي پيس. خير بہ چار ڏينهن تہ مون ڪٿي ماٺ ڪئي، پر نيٺ دائيءَ سان دل جو حال اوريم ۽ کيس گهٽو ئي انعام ڏنم. هوءَ ڪنهن نہ ڪنهن نموني سان کيس لڪائي، مون وٽ وٺي آئي. هو بہ اُن وقت کان وٺي مون کي پيار ڪرڻ لڳو. ڪجھ ڏينهن اهڙيءَ ريت نينهن هلندو رهيو. هڪڙي ڏينهن انهيءَ شخص کي چوڪيدارن هٿيار بدل محلات ڏانهن ايندو ڏسي، پڪڙي ورتو. ۽ بادشاه کي حقيقت ٻڌايائون. بادشاه ٻڌندي ئي سندس مارائڻ جو حڪم ڏنو. حڪم کي رد ڪرايو، پر بادشاه حڪم ڏنو تہ کيس "زندان سليماني" ۾ قيد ڪيو وڃي. هُو ٻيو ماڻهو جو ساڻس گڏ بند ۾ موجود هو، سندس نوڪر آهي، جو پڻ ساڻس اُن رات گڏ هو. اُن کي بہ ساڳي سزا ڏني ويئي. پوءِ ٻنهي کي نيئي اِنهي قيدخاني ۾ قيد ڪيو ويو. اِنهيءَ بنديخاني ۾ کين پريا ٿي سال گذري چڪا آهن. مگر اِهو ڪنهن بہ دريافت نہ ڪيو تہ هُو جوان بادشاه جي گهر ڇو ٿي ويو ۽ سندس مقصد ڇا هيو. خدا ڪٿي منهنجي پت رکي. اُن شڪراني ۾، مون پنهنجي مٿان ضروري نهرايو هو تہ اُنهن کي وقت سر اَنُ ۽ جـَـلُ پهچائيندي رهان. اُن ڪري اَنين ڏينهن وٽن ايندي هوس ۽ اَٺن ڏينهن جو قوت کين پهچائي ويندي هوس.

"ڪالهہ رات سُپني ۾ ڏٺم تہ ڪو ماڻهو چوي ٿو تہ جلدي ٿيءُ، گهوڙا تيار ڪر، ڪَمند ۽ ڪجهہ نقدي پاڻ سان ڪڻ، اُن غار تي وڃ ۽ اُن ويچاري کي منجهانئس ٻاهر ڪَـڍ. هي ٻـُڌي مان جاڳي پيس، مرداڻو ويس ڍڪيم، هڪ صندوقڙي جواهرن ۽ اشرفين سان ڀريم. هي گهوڙا ۽ ڪپڙا ساڻ ڪٿي، اُتي پهتيس. تنهنجو نصيب هو، جو تو اهڙي قيد کان ڇوٽڪارو لڌو. منهنجي هن سموري ڪم کان ڪوبہ واقف نہ آهي. شايد هُو ڪو ديوتا هو، جو تنهنجي آزادي لاءِ مون کي موڪلي رهيو هو. خير، جو ڪجهہ منهنجي ڀاڳ ۾ هو، سو ٿي گذريو."

"هيءَ ڳالهہ پوري ڪري، پـُوري، ڪـَچوري ۽ گوشت انگوڇي مان ڪوليائين. ڀريائين مصري ڪڍي، هڪ ڪـَٽوري ۾ ڳاريائين ۽ منجهس بيد مشڪ عرق وجهي، مون کي پيئڻ لاءِ ڏنائين. مان سندس هٿ مان ڪٽورو وٺي، اُهو شربت پي ويس. اُن بعد ناشتو ڪيوسون. ويرم رکي، هن مون کي گوڏ ٻڌڻ لاءِ ڏني ۽ درياه ڏي وٺي ويئي. قئنچيءَ سان منهنجي مٿي سان وار ڪتريائين ۽ نُهن ورتائين. پوءِ وهنجاري سهنجاري، نئون وڳو ڍڪڻ لاءِ ڏنائين. ڇڻ مون کي نئين سر آدمي بڻايائين. مان بہ

رڪعتون نفل شڪراني جو قبلي ڏانهن منهن ڪري پڙهڻ بيٺس. هوءَ نازنين منهنجي هن حرڪت کي چتائي ڏسڻ لڳي."

"جڏهن نماز کان فارغ ٿيس، تڏهن پڇڻ لڳي تہ "هيءَ تون ڇا ڪري رهيو هئين؟" چيومانس تہ "جنهن خالق هن سڄيءَ خلقت کي پيدا ڪيو آهي ۽ تو جهڙيءَ محبوبہ کان منهنجي خدمت ڪرائي اٿس ۽ توکي ايڏو مهربان بڻايو اٿس، جو تو مون کي قيدخاني کان ڇوٽڪارو ڏياريو آهي، ان جي ذات لاشريڪ جي عبادت ٿي ڪيم، ۽ بندگي بجا آڻي، ان جو ادنيٰ شڪر ٿي ڪيم". هيءَ ڳالهہ ٻڌي، چوڻ لڳي تہ "تون شايد مسلمان آهين؟" مون چيومانس تہ "بيشڪ." چوڻ لڳي تہ "منهنجي دل تنهنجي ڳالهين کان بيحد خوش ٿي آهي، مون کي بہ ڪلمو پڙهاءِ." مون دل ۾ چيو تہ خدا جو شڪر آهي، جو هيءَ اسان جي دين ۾ شريڪ ٿي رهي آهي. مطلب تہ مون کيس ڪلمو پڙهايو، پوءِ اُتان گهوڙن تي سوار ٿي اڳتي وڌياسون. رات جو جتي بہ لٿاسون پئي، تہ هُن دين ۽ ايمان جو ذڪر پئي ڪيو. اهڙيءَ ريت ٻن مهينن تائين، رات ڏينهن پنڌ ڪندا رهياسون."

"آخر هڪ ولايت ۾ پهتاسون، جا زيرباد ۽ سرانديپ جي وچ ۾ هئي. هڪ وڏو شهر نظر آيو، جو آباديءَ ۾ استنبول کان بہ وڏو ٿي نظر آيو. سندس آب و هوا نهايت وڻندڙ ۽ موافق هئي. اُن شهر جو بادشاه نوشيروان کان زياده عادل ۽ رعيت پرور هو. هي سڀ ڏسي دل گهڻي خوش ٿي. هڪ حويلي خريد ڪري، اُن ۾ رهڻ لڳاسون. جڏهن سفر جي تڪليفن ۽ ٿڪ کان ڇوٽڪارو لڌوسون، تہ ضروري ساز و سامان مهيا ڪري، مون اُن شهزاديءَ سان شريعت جي موافق نڪاح ڪيو. ٽن سالن ۾ اُتان جي ننڍي وڏي سان واقفيت ٿي ويم ۽ سيني وٽ اعتبار پيدا ڪيم. واپار شروع ڪري ڏنم ۽ آهستي آهستي سيني واپارين کي گوءِ کٽي ويس. هڪ ڏينهن وزيراعظم جي خدمت ۾ سلام لاءِ ٿي ويس، تہ هڪ ميدان ۾ ماڻهو جو وڏو ڳاهٽ ڏٺم. پڇيم تہ "ڇو ايڏو گوڙ آهي؟" معلوم ٿيو تہ هڪڙا ٻہ شخص زنا ۽ چوري ڪندي پڪڙيا آهن، اُنهن کي سنگسار ڪيو ٿو وڃي. مون کي هي ٻڌندي يڪدم ياد آيو تہ ڪنهن ڏينهن مون کي ٻہ تہ اِنهن وانگر ڦاهيءَ تي ٿي چاڙهيائون. جتان منهنجي خدا ڪٽي جان بچائي هئي. الاجي ڪير هوندا؟ پڪي خبر نہ آهي تہ هو ڏوهي بہ آهن يا نہ؟ ما اوڏيءَ مهل يڪدم ماڻهن کي پاسي ڪري اندر گهڙي ويس. ڏسان تہ مار! هيءَ تہ منهنجا بيئي ڀائر آهن. ڏٺي صاحب شال پناه ۾ رکي! اِهڙو حال اٿن، جو سندن لڱن تي پورو

ڪپڙو بہ ڪونہ آهي. اُگهاڙا بيٺا آهن. سندن صورت ڏسندي ئي رت ۾ جوش پيدا ٿيو ۽دل جلي. اُن اُڪير ۾ چڪ سبب اوڏيءَ مهل هڪ ٿيلهي اشرفين جي سپاهين کي ڏنيم ۽ چيومان تہ ٿورو وقت سزا ۾ صبر ڪريو. پوءِ اُتان گهوڙي کي سَـرپٽ ڊوڙائيندو حاڪم جي گهر ويس. هڪ بي بها اَمل ماڻڪ اُن جي سامهون رکيم ۽ انهن جي معافيءَ لاءِ عرض ڪيم. حاڪم چيو تہ "هڪ شخص هنن جي مٿان فريادي آهي، هنن جو گناه ثابت ٿي چُڪو آهي، بادشاه فيصلو ڪري چڪو آهي، اُن ڪري مان لاچار آهيان."

"آخر گهڻيءَ منٿ ۽ زاريءَ کان پوءِ، حاڪم فريادي‌ءَ کي پاڻ وٽ گهرائي، ڪيس پنجن هزارن رپين جي عيوضي تي راضي ڪيو. مون پيسا ڳڻي ڏنا ۽ انهن جي جان آزاد ڪرايم. جهان پناه! انهن کان پڇو تہ مان سچ ڳالهائي رهيو آهيان يا ڪوڙ؟" (اُن وقت سندس ٻن پائرن شرم کان ڪنڌ ڪڻي هيٺ ڪيو). خير، ڪين ڇڏائي گهر وٺي آيس. چڱيءَ ريت ڪيـن وهنجارائي سهنجارائي، ڪپڙا ڍڪائي ڌار جاءِ رهڻ لاءِ ڏنيم. هن پيري پنهنجي زال کي سندن روبرو نہ ڪيم، پر مان سدائين سندن حاضريءَ ۾ رهندو هوس، ۽ ساڻن گڏ کائيندو هوس. اِنهيءَ حال ۾ ٽي ورهيـہ سندن خدمت ڪيم. هن سڄي عرصي ۾ هنن کان ڪابہ بچڙي حرڪت ڏسڻ ۾ نہ آئي، جا ڏک جو سبب بڻجي. جيڪڏهن مان ڪاڏي ٻاهر ٿي ويس، تہ هي گهر ۾ ئي رهيا.

"هڪ ڏينهن اوچيو ئي، منهنجي نيڪ بخت زال وهنجڻ لاءِ ٿي ويئي، جڏهن دالان ۾ گهڙي، تڏهن ڪوبہ مرد ماڻهو اُتي نہ ڏسي، برقعو منهن تان لاٿائين. شايد وڃون پاءُ جاڳيو ٿي. ڏسندي ئي مٿس عاشق ٿـي پيـو. ۽ وڏي پـاءُ سـان سـموري ڳالهـہ ڪيائين. ٻنهي پائرن گڏجي منهنجـي مارڻ جي صلاح ڪئي. مان انهيءَ ڳالهہ کان بلڪل بيخبر هوس. ڌڻيءَ جا لک شڪر پئي بجا آندم، جو هن پيري ڪانئن ڪا حرڪت نہ ٿي هئي. هڪڙي ڏينهن، ماني کائڻ کان پوءِ، منهنجو وڏو پاءُ روئڻ لڳو ۽ وطن جي ساراه ۾ ايران جون خوبيون بيـان ڪرڻ لڳو. ٻئي پاءُ بہ ڪيس سُـر وٺايو. چيومان تہ "جيڪڏهن اوهان کي سڪ لڳي آهي، تہ ڏاڍو چڱو. مان بہ اوهان جي خواهش رکان ٿو. انشاءِ الله تعاليٰ جلد گڏجي روانا ٿينداسون." اُن کان پوءِ، پنهنجي بيبيءَ سان هنن پـائرن جي اُداس ٿيڻ جـو احـوال ڪيـم ۽ ڪيـس پنهنجي مرضـي ڏيکاريم. هن سياڻيءَ چيو تہ "جيڪا تنهنجي مرضي، مگر هنن جي دل ۾ دغا ٿي نظر اچي. هي تنهنجي ساهہ جا دشمن آهن. ڇڻ تہ نانگ بغل ۾ پاليا اٿيئي. تون وري

هنن تي ڀروسو نہ ڪرين. توکي جيڪي وڻي سو ڪر، مگر هنن کان پاڻ کي سنڀالج."

ٻورن ڏينهن ۾ سفر جي تياري ٿي. تنبو ميدان ۾ کوڙياسين. وڏو قافلو تيار ٿيو ۽ منهنجي سرداريءَ تي سڀيئي راضي ٿيا. چڱي گهڙي ڏسي روانا ٿياسون، پر هنن کان پاڻ کي هميشه هوشيار ٿي رکيم. ان هوندي بہ سڀ ڪنهن ڳالهہ ۾ سندن دلداري ٿي ڪيم. هڪڙي ڏينهن وچين ڀاءُ چيو تہ "هن منزل کان ٽن ميلن جي پنڌ تي، هڪڙو مٺي پاڻيءَ جو تلاءُ آهي ۽ سندس ڪناري تي، ڳچ ميدان ۾ گلاب ۽ ٻيا ڪيترا گـُل قدرتي طرح پيدا ٿيل بيٺا آهن. اها عجائب جاءِ سير ڪرڻ جهڙي آهي. اتي هلي آرام وٺي اچجي، جيئن سفر جو سمورو ٿڪ لهي وڃي." مون چيومان تہ "جيڪڏهن اوهان جي خواهش آهي تہ سڀاڻي سير لاءِ اتي هلي منزل ڪنداسون." هنن چيو تہ "ڏاڍو چڱو." مان پنهنجي غير حاضريءَ جي خبر سڄي قافلي کي ڏيئي ڇڏي. نوڪر کي سواري ۽ کاڌي جو بندوبست لاءِ چئي ڇڏيم. ٻئي ڏينهن صبح جو، ٻنهي ڀائرن ڪپڙا ڍڪي، هٿيار ٻڌي، يادگيري ڏياري تہ جلدي هلي سير ڪجي. مان وهٽ گهرايا، پر هنن چيو تہ "پيادي هلڻ ۾ جا گهمڻ جي لذت آهي، سا سواريءَ ۾ ڪٿان ايندي! نوڪرن کي حڪم ڏنو تہ گهوڙا موٽائي وڃن. نوڪر طعام کڻي گڏجي هليا. واٽ تي تير ڪمان سان نشان چٽيندا هلياسون. جڏهن قافلي کان گهڻو پري نڪري وياسون، تڏهن هنن هڪ نوڪر کي چاڻي ٻجهي ڪنهن ڪم لاءِ موڪلي ڏنو. اهڙيءَ ريت ٻئي نوڪر کي وري اُن جي سڏڻ لاءِ موڪلي ڏنائون. ڪمبختي اچي ورتم، جو ڪابہ خبر نہ ٿي پيم. جيئن ٿي چيائون تيئن ٿي ڪيم. مون کي ڳالهين ۾ خوش ڪندا ۽ ريجهائيندا ٿي ويا. هيءُ ڪتو بہ گڏ ٿي هليو. جڏهن گهڻو پنڌ ڪري وياسون، تہ نہ باغ ٿي نظر آيو نہ تلاءُ. هڪ برپٽ ۽ جهنگ نظر آيو. اتي مون کي پيشاب لڳو. جيئن ئي مان ويٺس، تہ پويان ترار جو ڇمڪو ڏٺم. وچئين ڀاءُ مون کي ترار هنئي، جنهنڪري منهنجو مٿو ٻہ ٽڪر ٿي پيو. جيستائين ڪجهہ چوان ئي چوان تہ "ظالم مون بيگناه کي ڇو ٿو مارين!" تيستائين وڏي ڀاءُ ڪلهن ڏاري ترار وهائي ڪيي. مان زخمي ٿي پٽ تي ڪنڌ لاڙي ڪري پيس، پوءِ هنن بيرحمن ويهي مون کي وڍيو ۽ رتورت ڪيو. هي ڪتو منهنجو هي حال ڏسي مٿن پونڪيو. اُن کي بہ زخمي ڪري وڌائون. پوءِ پنهنجي هٿن سان پنهنجي جسمن تي گهاو ڏنائون. مٿي ۽ پيرين اُگهاڙا رڙيون ڪندا قافلي ۾ وڃي گهڙيا. اُتي وڃي ٻڌايائون تہ "چورن ميدان ۾ اسان جي ڀاءُ

ڪي شهيد ڪري ڇڏيو ۽ اسان بہ لڙائيءَ ۾ ڦٽجي پيا آهيون. هاڻي جلدي ڪوچ ڪيو، نہ تہ ڦورو اِجهو ڪي اِجهو مٿان اچي ڪڙڪيا، ۽ سيني ڪي ڦُري ناس ڪندا." قافلي وارن جڏهن ڦورن جو نالو ٻڌو تہ حيران پريشان ٿي ويا، ۽ انهيءَ دلگيريءَ ۾ اُتان ڪوچ ڪيائون. منهنجي زال هنن جون اڳيون خوبيون ۽ دغائون ٻڌي ڇڪي هئي، سو هيءَ واردات اُنهن ڪوڙن کان ٻڌي، هڪدم خنجر هٿي پاڻ کي پورو ڪري ڇڏيائين."

اي فقير صاحبو، اُن خواجہ سگ پرست، جڏهن پنهنجي حقيقت ۽ مصيبت جي ڳالھ هيستائين پهچائي تہ ٻڌندي مون کان بي اختيار ڳوڙها وهي ويا. اِهو ڏسي سوداگر چوڻ لڳو تہ "اي قبلہ عالم، بي ادبي معاف ٿئي تہ جيڪر ساروئي پنهنجو بت کولي اوهان کي ڏيکاريان." تنهن هوندي بہ، پنهنجي سچائيءَ لاءِ گوڏن تائين بت کي اُگهاڙو ڪري ڏيکاريائين، تہ ڏٺوسون تہ سندس مٿي ۾ وڏي ڪڏ هئي، ايڏي جو جيڪر وڏو ڦنڊاري ڏاڙهون منجهس پئجي وڃي. حاضر مجلس وارن، اميرن، وزيرن ۽ سردارن، پنهنجو اکيون کڻي پوريون. ڪنهن بہ طاقت انهيءَ زخم ڏسڻ جي نہ هئي. پوءِ خواجو چوڻ لڳو تہ "اي بادشاه سلامت، جڏهن اهي يائر مون کي ماري هليا ويا، تہ هڪ طرف مان ۽ ٻئي پاسي اهو ڪتو، رت ۾ ٻڏا پيا هئاسين. نڪو هوش، نڪا سگهہ هئي. خبر نہ آهي تہ دم ڪٿي اٽڪيل هو، سو پئي جِيُس. جنهن هنڌ مان پيل هوس، اِها سرانديپ ملڪ جي حد هئي ۽ شهر ڪو اُتان گهڻو پري نہ هو.

## قصو سرانديپ جي شهزاديءَ جو

"اُن شهر ۾ هڪ وڏو بتخانو هو. اُتي جي بادشاه کي هڪڙي تمام خوبصورت ڌيءَ هئي، جا هڪ جيڏين سان سير ۽ شڪار ڪندي ٿي رهي. جتي مان پيو هوس، ان هنڌ کان ٿورو دور هڪڙو وڏو باغيچو هو، جنهن ۾ انهيءَ ڏينهن خدا جي قدرت سان اُها مهربان شهزادي، پنهنجي پيءُ سان راجا کان موڪل وٺي، سير ڪرڻ ۾ دل وندرائڻ لاءِ آئي هئي. ساڻس ڪيتريون دايون، ٻانهيون ۽ سهيليون گڏ هيون. اُهي سڀ، جتي مان زخمي پيو هوس، اُتي اچي وارد ٿيون. منهنجي ڪنجهڻ ڪي ٻڌي، دايون ڊوڙي آيون. منهنجي هيءُ حال ڏسي، راڻيءَ کي خبر ڏنائون تہ هڪ نوجوان مڙس ۽ هڪ ڪتو، رتورت ٿيا، ڦٽيا پيا آهن. راڻي ٻڌندي ئي اچي منهنجي سيرانديءَ کان بيٺي. مون کي اُن حالت ۾ ڏسي، ڏاڍي ارمان ۽ افسوس سان چيائين تہ "ڏسو تہ ساهہ اٿس يا نہ!" ٻن چئن داين ڏسي کيس عرض ڪيو تہ "نبض اجا تہ هلي ٿي!" راڻيءَ حڪم ڪيو تہ "يڪدم هن کي باغ ۾ کڻي هلو!"

"اُتي پهچي، سرڪاري جراح کي گهرائي، منهنجي ۽ منهنجي ڪتي جي علاج لاءِ بيحد تاڪيد ڪيائين. چيائينس تہ "هنن جو يڪدم ڪو اُپاءُ ڪر، جنهن لاءِ توکي وڏو انعام ۽ بخشش ڏني ويندي." اُن قابل جراح منهنجي ساري بدن تان رت ۽ مٽي اُگهي صاف ڪيو، شراب سان ڦٽن کي ڌوئي، زخمن کي سبي، مرهم ۽ پٽي ڪئي. پوءِ پاڻيءَ جي بجاءِ گلاب جو شربت ۽ بيدمشڪ جو عرق پياريندو رهيو. راڻي صاحبہ منهنجي سيرانديءَ کان گهڻو ڪري ويٺي رهندي هئي، بلڪ ڪنهن ڪنهن وقت، پنهنجي هٿن سان ڪارائيندي پياريندي بہ هيم. ڪن ڏينهن کان پوءِ ٿورو هوش آيم تہ راڻيءَ جي واتئون هيءَ لفظ ٻڌم تہ "شل خانو خراب ٿئي اُن ظالم جو، جنهن هن ويچاري سان هيڏو ظلم ڪيو آهي. هُو وڏي ٻت کان بہ نہ ڊنو آهي!" ڏهن ڏينهن کان پوءِ، عرق جو شربت ۽ معجون جي قوت سان، مون اک کولي. ڏٺم تہ اندر جو آکاڙو موجود آهي. پاڻ کي عجيب مهربان ۽ سهڻن ماڻهن جي وچ ۾ ڏٺم، ۽ ڌٽيءَ جا شڪرانا ڪيم. سيرانديءَ کان راڻيءَ کي بيٺل ڏٺم. مون ٿڌو ساهہ ڪ نيو، چاهيم ٿي تہ پاسو ورايان، پر طاقت نہ پاتيم. هيءَ حالت ڏسي، بادشاهزادي مهربانيءَ سان چوڻ لڳي تہ "اي عجمي، دلجاءِ ڪر، ۽ ڪوبہ ڏک نہ ڪر، جيڪڏهن ڪنهن ظالم تنهنجو هي حال ڪيو آهي تہ وڏي ٻت وري مون کي تنهنجي حال تي مهربان ڪيو آهي." قسم آهي خدا جو، جو وحدہ لاشريڪ آهي، مان سندس سهڻي صورت ڏسي بيهوش ٿي ويس. راڻيءَ سهي ڪري ورتو ۽ گلابپاشي ڪٺي پنهنجي هٿن سان مون تي گلاب جو پاڻي ڇنڪاريائين. ويهن ڏينهن جي عرصي ۾ زخم پَرجي آيا ۽ انگور ڪڍيائون. راڻي هميشہ رات جو، جڏهن ٻيا سمهي پوندا هئا، مون وٽ ايندي هئي، ۽ مون کي ڪارائي پيئارائي ويندي هئي. آخر چاليهن ڏينهن کان پوءِ، مٿي پاڻي وجهي، آزاد ٿيس. شهزادي ڏاڍي خوش ٿي، ۽ جراح کي دل گهريو انعام ڏيئي رخصت ڏنائين. شهزادي مون وٽ ڏيهاڙي ايندي هئي ۽ ڳالهيون ٻولهيون ڪندي هئي. مان بہ قصا ڪهاڻيون پيو ٻڌائيندو هومانس. هڪڙي ڏيهن مون کان منهنجو احوال پڇائين، ۽ فرمايائين تہ "تون ڪير آهين؟ هن ملڪ ۾ ڪيئن آئين، ۽ هوءَ حالت تو سان ڪيئن ٿي؟" مون جڏهن ڪيس سموري ڳالهہ ڪري ٻڌائي، تہ سندس اکين مان آب وهي پيو ۽ چيائين تہ "دلجاءِ ڪر. مان توکي ساہ برابر رکنديس ۽ تنهنجي سنڀال ڪنديس، ايتريقدر جو اڳيان ڏک ۽ درد سڀ تو کان وسري ويندا." مون چيومانس تہ "خدا اوهان کي سلامت رکي، جو اوهان مون کي نئين حياتي بخشي آهي. مان هر طرح اوهان جو

غلام آهيان. پر اوهان بہ خدا ڪارڻ مون ڪي مهربانيءَ جي نظر ڪنديون رهجو."
مطلب تہ راتيءَ ۽ مون ڪيتريون راتيون انهيءَ ريت وندر ۾ گذاريون. دستور موجب راڻي جڏهن مون وٽ موڪلائي ويندي هئي، تڏهن مان اُتي هڪ ڪنڊ ۾ ويهي نماز پڙهندو هوس. هڪڙي ڏينهن راڻي پنهنجي والد ڏانهن ڪنهن ڪم لاءِ هلي ويئي. جيئن تہ ڪافي دير ٿي ويئي هئي، مان اُتي نماز ۾ مشغول ٿيس. اوچتو ئي اوچتو راڻي پنهنجي دائيءَ سان هٿ هٺ ۾ ڏيئي مون وٽ آئي. مون کي پنهنجي جاءِ تي نہ ڏسي پريشان ٿي ويئي. جاءِ جون ڪندون ۽ ڪوچا ڳولڻ لڳي. ڳوليندي ڳوليندي، اُتي آئي، جتي مان پنهنجو فرض ادا ڪيو. راڻي اڳي ڪنهن کي بہ ائين ڪندي نہ ڏٺو هو، نہ ڪي وري ٻڌو هو، سو ماٺ ڪري بيهي نهارڻ لڳي. جڏهن مون نماز پوري ڪئي، هٿ دعا لاءِ کنيم ۽ سجدي ۾ ويس تہ بي اختيار ٺهڪ ڏيئي کلندي تہ چيائين تہ شايد، "هي ماڻهو سودائي ٿي پيو آهي. ڪهڙيون نہ عجيب حرڪتون ڪري رهيو آهي!"
مان کلڻ جو آواز ٻڌي ڏنس. ايتري ۾ راڻي اڳتي وڌي پڇڻ لڳي تہ "عجمي، تون هيءَ ڇا ڪري رهيو هئين؟" مان ڪوبہ جواب نہ ڏيئي سگهيس. اُن وقت دائي چوڻ لڳي تہ "مان قربان ٿيان، مان سمجهان ٿي تہ هي ماڻهو مسلمان آهي ۽ بتن کي نہ مڃيندڙ آهي. اڻ ڏٺي خدا جي پوڄا ڪندڙ آهي!" راڻي هيءَ ٻڌندي ئي هٿ هٿ تي هنيو ۽ سخت ڪاوڙ ۾ ڀرجي ويئي. چوڻ لڳي تہ "مون کي تہ اڳ ۾ ڪا خبر ئي نہ هئي تہ هيءَ ڪو ترڪ آهي ۽ اسان جي بتن کي نہ مڃيندڙ آهي. تڏهن ئي تہ اسان جي بتن جي ڏنل عذاب ۾ ورتل هو. مون هن جي ناحق پرورش ڪئي ۽ پنهنجي گهر ۾ رکيو." هوءَ تہ ائين چئي ويندي رهي، پر مان اهي لفظ ٻڌي بدحواس ٿي ويس، ۽ خيال ڪرڻ لڳس تہ ألائجي منهنجي مٿان ڪهڙو ويل وهندو. سڄي رات ننڊ نہ آئي ۽ صبح تائين بي اختيار روئندو رهيس ۽ ڳوڙهن سان اکيون ڌوئيندو رهيس.
"ٽي ڏينهن ۽ راتيون اِنهيءَ خوف ۽ خطري ۾ گذري ويم. روئندو رهيس ۽ هڪ پلڪ لاءِ بہ اک نہ لڳي. ٽين رات راڻي شراب جي نشي ۾ مست ٿي، دائيءَ سان گڏجي منهنجي جاءِ تي آئي. ڪاوڙيل، ۽ تيرڪمان هٿ ۾ کنيو، ٻاهر باغ جي پاسي ۾ اچي ويٺي. دائيءَ کان شراب جو پيالو گهريائين. اُن کي پي، ۽ گهڙي ترسي، چيائين تہ "هو عجمي، جو اسان جي وڏي بت جي قهر ۾ گرفتار آهي، مئو يا اڃا جيئرو آهي؟" دائيءَ چيس تہ "صدقي وڃان، اڃان ڪجهہ ساهہ باقي اٿس." چوڻ لڳي تہ "هو هاڻي

اسان جي نظر کان ڪري پيو آهي، پر چوينس ته ٻاهر اچي." دائيءَ مون کي سڏ ڪيو، ۽ مان دوڙي ٻاهر آيس. ڏٺم ته راڻيءَ جو چهرو غصي کان تپي لعل ٿي ويو آهي. ڏسندي منهنجو ساهه ئي سڪي ويو. نوڙت سان سلام ڪيم ۽ هٿ ٻڌي ادب سان بيهي رهيس. مون ڏانهن ڪاوڙ جي نگاهه سان ڏسندي، چيائين ته "جيڪڏهن هن ڏرم جي دشمن کي هن تير سان ماريان، ته ڇا وڏو بت منهنجي گناهه کي معاف ڪندو؟ مون کان هي وڏو گناهه ٿيو آهي، جو مون هن کي پنهنجي گهر ۾ رکيو ۽ سندس خاطرداري ڪئي."

"دائيءَ چيس ته "شهزادي، تنهنجو ته ڪوبه گناهه نه آهي؟ اوهان ڄاڻي واڻي هن کي دشمن سمجهي پاڻ وٽ ته نه رکيو هو. اوهان کي هن تي ترس آيو. اوهان کي نيڪيءَ جو بدلو نيڪي ملندي، ۽ هيءُ پنهنجي بديءَ جو بهرو وڏي بت کان وٺي رهيو آهي." هي ٻڌي، چيائين ته "ويهي رهه!" مان ويهي رهيس. راڻيءَ وري هڪ ٻيو به شراب جو پيالو پيتو، ۽ دائيءَ کي چيائين ته "هن ڪمبخت کي به هڪ پيالو ڏي ته مرڻ ۾ سولائي ٿئيس." دائيءَ مون کي شراب جو پيالو پري ڏنو، ۽ مان به وٺي سمورو پي ويس، ۽ کيس سلام ڪيم. پر راڻيءَ مون ڏانهن نهاريوئي ڪين. اُن هوندي به هوءَ ڪڏهن ڪڏهن نظر هيٺ هوندي به ڏسڻ لڳي. جڏهن مون کي به چڱيءَ ريت نشي جو خمار چڙهي ويو، تڏهن شعر پڙهڻ شروع ڪيم. اُنهن مان هڪ هيءُ هو ته:

پائي ڪانُ ڪمان ۾، ميان مار مَ مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجوئي توکي لڳي!

هي ٻڌي مشڪي ۽ دائيءَ کي ڏسي چيائين ته "ڇا توکي ننڊ ته نه ٿي اَچي؟" دائيءَ، راڻيءَ جي خيال کي پرکي چيو ته "هائو سائڻ، مون کي ننڊ جا جهوٽا ٿا اچن." هوءَ ته موڪلائي وڃي دوزخ ۾ پهتي. ٿوريءَ ويرم رکي شهزاديءَ مون کان شراب جو پيالو گهريو. مان هڪدم تيار ڪري با ادب سندس اڳيان اچي رکيو، جو وٺي، پي ويئي، اُن وقت مان سندس قدمن تي ڪري پيس. راڻيءَ مون کي پنهنجي هٿن سان پنهنجي پيرن کان پري ڪيو ۽ چوڻ لڳي ته "اي بيوقوف اسان جي وڏي بت ۾ ڪهڙو عَيب آهي، جو اَڻ ڏٺي خدا جي عبادت ٿو ڪرين." مون عرض ڪيس ته "مهرباني ڪري ٿورو نياءُ ڪر، بندگي جي لائق اُهو خدا آهي. جنهن هي سارو جهان ۽ اوهان جهڙيون سهڻيون زالون پيدا ڪيون آهن، جن تي هزارين ماڻهو موهت آهن. بت ته پٿر مان تيار ٿيل آهن. اي، راڻي، ناهيندڙ ۽ نهيل جي وچ ۾ ضرور فرق هئڻ کپي. اسان

اُنهيءَ پروردگار کي مڃون ٿا، جنهن اسان کي خلقيو آهي. هنن جي لاءِ دوزخ ۽ اسان جي واسطي بهشت بڻايو آهي. جيڪڏهن بادشاهزادي اُن تي ايمان آڻي ته وڏو مزو ماڻي. حق ۽ باطل ۾ فرق ڪريو ۽ پنهنجي اعتقاد کي غلط سمجهو."

"نيٺ اهڙيون نصيحتون ٻڌي اُن سنگدل جي دل نرم ٿي. خدا جي فضل سان سندس دل ميڻ وانگر ڪٺري ٿي ۽ روئڻ لڳي. چيائين ته "سچ ٿو چوين ۽ مون کي پنهنجو دين سيکار." مون ڪلمو پڙهايس ۽ صدق دل سان هن پڙهيو. اڳين گناهن کان توبهه ڪيائين. پوءِ چوڻ لڳي ته "مون ته تنهنجو دين قبول ڪيو پر ماءُ پيءُ جو ڪهڙو علاج ڪريان." مون چيس ته، "تنهنجو ڇا وڃي، جيڪو، جو ڪجهه ڪندو سو پائيندو. چيائين ته "مون کي سوٽ سان مڱايو اٿن ۽ هو بت پرست آهي. سياڻي خدانخواسته مون سان شادي ڪري ته مان اُن ڪافر سان ڪهڙيءَ ريت گڏ رهي سگهان ٿي." مون چيس ته "تنهنجي ڳالهه برابر آهي. جيئن تنهنجي مرضي هجي اُئين ڪر." چيائين ته "مان هتي نه رهنديس. ڪڏهن نه ڪڏهن نڪري وينديس." مون پڇيس ته "تون ڪيئن نڪري سگهندين ۽ ڪيڏي ويندين؟" جواب ڏنائين ته "اول تون مون وٽان وڃ ۽ وڃي مسلمانن جي مهمان سراءِ ۾ رهه. جيئن سيئي ماڻهو ٻڌن ته تو ۾ گمان نه ٿين. تون اُتي جهازن جي پڇا ۾ رهه. جو جهاز ايران ڏانهن وڃي اُن بابت اُچي مون کي خبر ڪر. مان ڏهاڙي تو ڏانهن دائي موڪليندي رهنديس. جڏهن تنهنجو نياپو پهچندو، تڏهن نڪري ايندس ۽ جهاز ۾ سوار ٿي هلنديس ۽ بي دينن کان ڇوٽڪارو لهنديس." مون چيس ته "دائيءَ کي ڇا ڪندين؟" جواب ڏنائين ته "اُن جو علاج سولو آهي. زهر جو هڪ پيالو اُن لاءِ ڪافي آهي." اها صلاح پڪي ٿي ۽ مان ڏينهن جو ڪاروان سراءِ ۾ هڪ حجرو مسواڙ تي وٺي رهي پيس. هن جدائيءَ ۾ فقط وصال جي تقاضا ۾ پئي تڳيس. ٻن مهينن کان پوءِ جڏهن روم، شام ۽ اصفهان جا سوداگر اُچي گڏ ٿيا ۽ پاڻيءَ جي رستي هلڻ جو ارادو ڪيائون ته پنهنجو سامان جهاز تي چاڙهڻ لڳا. جيئن ته سراءِ ۾ ساڻن گڏ رهندي واقفيت ٿي ويئي، سو مون کي چوڻ لڳا ته "ميان تون به اسان سان گڏجي هل. هن ڪفرستان ۾ ڪيستائين رهندين؟" مان چيومان ته "مون وٽ ڇا آهي، جو پنهنجي وطن ڏانهن وڃان." اهوئي ته هڪ ٻانهي، هڪ ڪتو ۽ هڪ صندوق، پيو ڇا اٿم. جيڪڏهن ٿوري جاءِ ڏيو ۽ اُن جو نول مقرر ڪيو ته مان به اُچي سوار ٿيان."

"سوداگر هڪ ڪوٺي مون کي ڏني ۽ مان اُن جو ڀاڙو ڏيئي ڇڏيو. هتان پَـڪ

ڪري، ڀهاني سان دائيءَ جي گهر ويس، چيومانس تہ "امڙ مان پنهنجي وطن وڃي رهيو آهيان ۽ توکان موڪلائڻ آيو آهيان. تنهنجي مهربانيءَ سان جيڪڏهن راڻيءَ سان آخري ملاقات ڪري وڃان تہ ڪا وڏي ڳالهہ ڪين ٿيندي." دائيءَ قبول ڪيو. چيومانس تہ "رات جو ايندس ۽ فلاڻي جاءِ تي اچي ترسندس." چيائين تہ "چڱو". مان سراءِ ۾ آيس، صندوق بسترو ڪٺي جهاز تي آيس ۽ ملاح کي سپرد ڪري چيم تہ "فجر سان پنهنجي ٻانهيءَ کي وٺي ايندس." ملاح چيو تہ "جلد اچج، صبح سان ئي اسان لنگر کڻنداسون." رات جو مان اُن هنڌ، جتي دائيءَ سان ملڻ جو انجام ڪيو هو، اُتي وڃي ويٺس. اڌ رات مهل محلات جو دروازو کليو. شهزادي ميرا ڪپڙا ڍڪي، پيتي جواهرن جي کڻي ٻاهر نڪتي ۽ مون سان گڏجي هلي. پرهہ ڦٽيءَ جو اچي جهاز ۾ چڙهياسون. هي وفادار ڪُتو بہ ساڻ هو. سج اُڀرندي جهاز جو لنگر کنياڻون. ايتري ۾ اوچتو ئي اوچتو، بندر ڪان توب جي ٺڪاءَ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. سڀ حيران ۽ فڪرمند ٿي ويا. جهاز کي کڻي بيهاريائون ۽ پاڻ ۾ سس ڦس ڪرڻ لڳا ۽ شايد شاه بندر ڪا دغا ڪندو. آخر توب جي ڇوڙڻ جو ڪو تہ سبب هوندو.

اتفاقاً سيني سوداگرن وٽ خوبصورت ٻانهيون هيون. شاه بندر جي خوف ڪان تہ متان اُهي ڪسي نہ وٺي، سيني ٻانهين کي هر ڪنهن پنهنجي پنهنجي صندوق ۾ بند ڪري ڇڏيو. ايتري ۾ شاه بندر، هڪ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي اسان جي جهاز ۾ آيو ۽ چوڻ لڳو تہ "جيڪي بہ ٻانهيون اوهان وٽ هجن، سي سيئي مون کي ڏيو." شايد اُن جي اچڻ جو اِهو سبب هو تہ بادشاه کي دائيءَ جي مرڻ ۽ راڻيءَ جي غائب ٿيڻ جي خبر پئجي چڪي هئي. غيرت ڪان هن اُن جو نالو تہ نہ ورتو مگر شاه بندر کي حڪم ڪيائين تہ "مان ٻڌو آهي تہ عجمي سوداگرن وٽ چڱيون ٻانهيون آهن. سو مان شهزادي جي لاءِ وٺڻ گهران ٿو. تون جهاز کي روڪي، جيتريون بہ ٻانهيون اُن ۾ هجن، حضور ۾ حاضر ڪر. اُنهن کي ڏسي جا پسند ايندي، اُن جي قيمت ڏني ويندي. ٻيءَ حالت ۾ سڀ موٽايون وينديون.

بادشاه جي حڪم سان ئي شاه بندر جهاز تي آيو هو. منهنجي ويجهو هڪ ٻيو بہ شخص هو، جنهن وٽ پڻ هڪ خوبصورت ٻانهي صندوق ۾ بند هئي. شاه بندر اُن صندوق تي اچي ويٺو ۽ ٻانهين کي ڪڍائڻ لڳو. مان خدا جو شڪر ڪيو تہ ڪنهن بہ شاهزاديءَ جي گم ٿيڻ جو ڪوبہ ذڪر نہ ڪيو آهي. مطلب تہ جيتريون بہ ٻانهيون ڪيس هٿ آيون، ٻيڙي تي موڪلي ڏنائين. خود شاه بندر جنهن صندوق تي چڙهي ويٺو

هو، اُن جي مالڪ کان بہ ڪلندي ڪلندي پڇيائين تہ "تو وٽ بہ تہ ٻانهي هئي." هن بيوقوف جواب ڏنيس تہ "تنهجي قدمن جو قسم آهي، جو مان تہ اهڙو ڪم ٿي نہ ڪيو آهي." شاهہ بندر جي ٻڌي سندس صندوق کي کولايو. اهڙي ريت منهنجي صندوق کولائي ويئي ۽ راڻيءَ کي بہ پاڻ سان وٺي ويو. ڏاڍي مايوسي ٿي. چوڻ لڳس تہ راڻيءَ جي جان تہ مفت ۾ ويئي، پر مون سان بہ اَلائجي ڇا ٿيندو.

"هن ڳڻتيءَ ۾ ٻي هر ڳالهہ وسري ويم. سڄو ڏينهن ۽ رات خدا کان دعا گهرندو رهيس. جڏهن صبح ٿيو تہ سيپئي ٻانهيون موٽي آيون. سوداگر خوش ٿيا، مگر راڻي اُنهن ۾ نہ هئي. مون پڇيو تہ "منهنجي ٻانهي نہ آئي؟" چيائون تہ "اُن بابت اسان کي ڪابہ خبر نہ آهي. شايد بادشاهہ کي پسند آئي هوندي." سيپئي سوداگر مون کي تسلي دلاسو ڏيڻ لڳا تہ "جيڪي ٿيو سو ٿيو، اُن جي ڏک نہ ڪر. اسان سڀ اُن جي قيمت توکي پري ٿا ڏيون." منهنجا تہ حواس ئي ڇڏائجي ويا. مو چيو تہ "هاڻي مان عجم وڃڻ لاءِ تيار نہ آهيان." سرڪاري ٻيڙي وارن کي چيم تہ مون کي بہ پاڻ سان وٺي هلو ۽ ڪناري تي لاهي ڇڏيو. هُو راضي ٿيا. مان جهاز تان لهي ٻيڙي ۾ اچي وينس. هي ڪتو بہ مون سان گڏ هليو آيو.

"جڏهن بندر تي پهتس، تڏهن جواهرن جي پيتي جا راڻيءَ آندي هئي، اُن کي پاڻ وٽ رکيم باقي ٻيو سڀ سامان شاهہ بندر جي نوڪرن کي ڏنيم. مان جاسوسيءَ کي لڳي ويس تہ من ڪٿان راڻيءَ جي سُڌ پئجي وڃي. پر ڪوبہ پتو ۽ نشان نہ مليو. هڪ رات ڪنهن ريت بادشاهہ جي محلات ۾ بہ ويس، مگر ڪابہ خبر نہ ملي. اهڙيءَ ريت ٻَريو مهينو، گهٽين جي خاڪ ڇاڻيندو رهيس. اُن جي غم ۾ موت کي ويجهو وڃي پهتس. چرين وانگر هيڏانهن هوڏانهن ڦرڻ لڳس. آخر دل ۾ خيال آيم تہ شايد شاهہ بندر جي گهر ۾ منهنجي شاهزادي هجي. جيڪڏهن اُتي نہ آهي تہ پوءِ ڪٿي بہ نہ هوندي. اُن ڪري شاهہ بندر جي حاويلي جي چوڌاري ڦرندو رهيس تہ ڪٿان اندر وڃڻ جو واٽ ملي.

"آخر هڪ گَهٽُ نظر آيم. جنهن مان مشڪل سان ماڻهو گذري ٿي سگهيو. سندس منهن تي لوهہ جي ڄاري لڳل هئي. آخر سر تان آسرو پلي، ڪپڙا لاهي، اُها لوهي ڄاري وڍي، دريءَ مان لنگهي، غسلخاني جي رستي اندر داخل ٿيس. پاسا ۽ ڪنڌون وڻندو هليس. اوچتو ڪن تي آواز آيم، چڙ تہ ڪو، وينو ڏٽيءَ جي درگاهہ ۾ دعا گهري. اچا اڳيرو ٿيس تہ ڇا ڏسان تہ سچ پچ راڻي آهي، جنهن لاءِ مان پيئي

رُليس، پر ويٺي زار زار روئي ۽ ڏٽيءَ جي در پٺي عرض ڪري. مان ڏسندي ئي وڃي اُن سان گڏيس. اُتي اسان ٻئي بيهوش ٿي وياسون. جڏهن وري هوش ۾ آياسون، تڏهن مون اڪيون ڪولي راڻيءَ کان سچي حقيقت پڇي. چوڻ لڳي تہ "جڏهن شاهه بندر سيٺي ٻانهين کي ڪناري تي وٺي آيو، مان خدا کان دعا گهرندي رهيس تہ منهنجو ڳجهہ ظاهر نہ ٿئي. مون کي ڪوبہ نہ سڃاڻي، جيئن تنهنجي جان آفت کان بچي وڃي. هو اهڙو ستار آهي جو مون کي ڪنهن بہ نہ سڃاتو. شايد شاهه بندر هر هڪ کي خريداريءَ جي نظر سان ڏسندو رهيو. جڏهن منهنجو وارو آيو تہ مون کي پسند ڪري، چپ چاپ پنهنجي گهر موڪلي ڏنائين ۽ ٻين کي حضور ۾ پيش ڪيائين. جڏهن منهنجي پيءُ مون کي اُنهن ۾ نہ ڏٺو تہ سيٺي کي موٽائي موڪليائين. هيءُ سڀ ڪيل منهنجي لاءِ رٿيو ويو هو. هاڻي هيئن هُلايو ويو آهي تہ شهزادي سخت بيمار آهي. جيڪڏهن مان ظاهر نہ ٿيس تہ ڪنهن ڏينهن منهنجي موت کي مشهور ڪيو ويندو، ائين ڪرڻ سان مٿس ڪابہ بدنامي نہ ايندي. پر هاڻي مان شاهه بندر جي عذاب ۾ مبتلا آهيان، جو هن جي نيت ۾ فتور ٿو نظر اَچي. سدائين مون کي چوي ٿو تہ " مون سان ڪل ڳالهاءِ." جيئن تہ مون سان بيحد محبت اٿس، اُن ڪري منهنجي راضپي کي ڏسندو ٿو رَهي. جنهن ڪري چپ ٿيو وڃي. پر آخر هيءَ ڳالهہ ڪيستائين هلندي. ان ڪري مان دل ۾ فيصلو ڪري ڇڏيو آهي تہ جڏهن بہ هن بدنيتيءَ جو اِرادو ڪيو تہ مان پاڻ کي ماري وجهنديس. مون تنهنجي ملڻ لاءِ ٻي صلاح سوچي آهي. ڇو تہ اُن کان سواءِ ٻي ڪابہ آجڪائيءَ جي صورت نظر نہ ٿي اَچي.

"مون عرض ڪيس تہ "فرمايو تہ آخر اُها ڪهڙي رٿ آهي. چوڻ لڳي تہ "جيڪڏهن تون ڪوشش ۽ محنت ڪندين تہ ڪم ٿي سگهي ٿو." چيومانس تہ "مان فرمانبردار آهيان. جيڪڏهن حڪم ڪيو تہ ٻرندڙ باهہ ۾ ٽپي پوان. جيڪڏهن ڏاڪڻ هٿ اچي تہ آسمان جا تارا لاهي اَچان، جو بہ اوهان فرمائيندا، سو پورو ڪندس." شاهزادي چيو تہ "تون وڏي بتخاني ۾ وڃ. اُتي ماڻهن جي جتين لاهڻ واريءَ جاءِ تي ڪارو ڪتو پيو آهي، سو مٿان وجهي ويهي رهہ. هيءَ ملڪ جي رسم آهي تہ جو ماڻهو مفلس ۽ محتاج هوندو آهي، اُهو جي هي ڪتو ويڙهي ويهندو آهي. هتان جا ماڻهو جڏهن بتخاني ۾ ويندا آهن تہ پنهنجي طاقت آهر، اُن کي ڪجهہ نہ ڪجهہ ڏيندا آهن. جڏهن ٻن چئن ڏينهن ۾ چڱو مال گڏ ٿي ويندو آهي تہ پنڊت ڪيس پوشاڪ پهرائي اُهو مال ڏيئي ڇڏيندو آهي. هُو شاهوڪار بڻجي ويندو آهي. ڪنهن کي بہ خبر نہ

پئجي سگهندي آهي تہ هُو کير هو؟ تون بہ وجي اهو اوني کٿو ڍکي ويهہ. کنهن سان بہ نہ ڳالهائج. ٽن ڏينهن بعد اُتي جا برهمڻ توکي پوشاڪ ۽ مال ڏين ۽ اُٿڻ لاءِ چون، پر تون ڪڏهن بہ پنهنجي جاءِ نہ ڇڏج. پوءِ توکي ڏاڍيون منٿون ميڙون ڪندا. تون کين چئج تہ مون کي پيسن جي ڪابہ گهرج نہ آهي. نڪي بکيو آهي نڪي ڏکيو. مون سان ظلم ٿيو آهي، اُن جو داد وٺڻ آيو آهيان. جيڪڏهن برهمڻن جي ماتا، منهنجو داد ڪري تہ واهہ نہ تہ، وڏو بت منهنجو پاٽيهي انصاف ڪندو. جيستائين برهمڻن جي ماتا تو وٽ نہ اچي، توکي ڪٿي هزار سمجهائين. تون راضي نہ ٿج. آخر لاچار ٿي، هوءَ تو وٽ ايندي. هوءَ پوڙهي آهي، سندس عمر بہ سؤ چاليهہ ورهيہ آهي. سندس چٽيل چٽيهہ پٽ هن بتخاني جا سردار آهن ۽ سندس وڏي بت وٽ وڏو مان آهي. اُن ڪري سندس حڪم هر جاءِ تي پيو هلي. هن ملڪ جا ننڍا وڏا، سندس اگيا کي سعادت سمجهن ٿا. هوءَ جو ڪجهہ چوندي آهي، اُن کي اکيون ہوٽي مڃيندا آهن. اُن جي دامن کي جهلي چئجاءِ تہ "اي مائي، جيڪڏهن مان مظلوم مسافر جو انصاف نہ ڪندين تہ مان وڏي بت جي خدمت ۾ وڃي دانهون ۽ آهون ڪندس. آخر هو رحم کائي، توکي منهنجي ضرور سفارش ڪندو."

"اُن کان پوءِ جڏهن برهمڻن جي ماتا، تو کان احوال پڇي تہ چئجانس تہ "مان عجم جو رهڻ وارو آهيان. توهان جي عدالت ۽ وڏي بت جي ساراه ٻڌي هتي آيو هوس. ڪجهہ وقت هن ملڪ ۾ سک ۽ سانت ۾ گذاريم. منهنجي گهر واري بہ مون سان گڏ آئي هئي. خبر نہ آهي تہ شاه بندر اُن کي ڪيئن ڏسي ورتو ۽ مون کان زبردستي کسي هليو ويو. مون سان هي ظلم ٿيو آهي ۽ هن ظلم جي سبب مان پنهنجو ڪاڏو پيتو بہ ڇڏي ڏنو آهي. هاڻي بيوس ٿي هت آيو آهيان. ڏسان تہ تون منهنجو ڪهڙو انصاف ٿي ڪرين؟"

"جڏهن راڻي مون کي اِهو سيڪجهہ سيکاري پڪو ڪيو، تڏهن ڪانئس موڪلائي ساڳيءَ دريءَ کان ٻاهر نڪري آيس ۽ لوهہ واري چاري ساڳيءَ جاءِ تي اٽڪائي ڇڏيم. غم ۽ درد دور ڪري سرهاڻيءَ سان موٽيس. ٻئي ڏينهن اُن بتخاني ۾ ڪارو ڪٿو ڍڪي وينس. ٽن ڏينهن ۾ مون وٽ خيراتي پيسا، رپيا، اشرفيون ۽ ڪپڙن جا ڍير لڳي ويا. برهمڻ مون وٽ عمدا ويس ۽ وڳا کڻي آيا، پر مون قبول نہ ڪيا ۽ وڏي بت جو نالو وٺي فرياد شروع ڪيم. چيومان تہ مان پنڻ ڪونہ آيو آهيان، بلڪ انصاف لاءِ برهمڻن جي ماتا ۽ وڏي بت وٽ آيو آهيان. هُو هي جواب ٻڌي، ڊوڙي اُن [illegible]

ڏي ويا ۽ ڪيس منهنجو احوال بيان ڪيائون. اُن ڪان پوءِ هڪ ساڌو آيو ۽ مون کي چيائين تہ "هل جو توکي، ماتا گهرايو آهي." مان اُهوئي ڪٿو متي ڪان وني پيرن تائين ويڙهي، اوڏانهين ويس. ڇا ڏسان تہ هڪ جڙاءُ ٿيل تخت، جنهن تي لعل، الماس ۽ موتي ٽڪيل هئا. تنهن تي وڏو بت رکيل آهي ۽ ان جي پرسان هڪ سوني ڪرسي رکيل آهي، جنهن تي هڪ پوڙهي ڪارا ڪپڙا پهريون ٽيڪ ڏنيون ويني آهي ۽ ٻہ ڇوڪرا ڏهن ٻارهن ورهين جي عمر جا، هڪ کبي ۽ ٻيو سڄي ڪان وڏي شان ۽ شوڪت سان وينا آهن. مون کي اڳيرو اچڻ لاءِ چيائين. مان ادب سان اڳتي وڌيس ۽ سندس مسند جي پائي کي چمي ڏنم ۽ سندس دامن کي ورتم. هن مون کان احوال پڇيو ۽ مان اهڙي ريت جيئن راڻي سيکاريو هو، سڀ بيان ڪيم.

"هي ٻڌي چيائين تہ "ڇا مسلمان پنهنجي زالن کي پردي ۾ رکندا آهن؟" مون چيومانس تہ "هائو، تنهنجي ٻچڙن جو خير ٿئي، اسان وٽ اهو رواج نهايت پراڻو آهي." چيائين تہ "تنهنجو مذهب نهايت عمدو آهي. مان هاڻي جو هاڻي حڪم ٿي ڪريان تہ شاه بندر تنهنجي زال سميت هت اچي حاضر ٿئي ۽ اُن نامرد کي اهڙي سزا ملندي جو وري ٻيهر ڪو اهڙو ڪم نہ ڪندو. جيئن سيني جا ڪن ڪٽا ٿين ۽ ڊڄن." پنهنجن ماڻهن کان پڇڻ لڳي تہ "اهو شاه بندر ڪير آهي؟ هن کي ايڏي مجال ٿي آهي، جو پرائي شرم ۾ هٿ ٿو وجهي." ماڻهن چيس تہ "هو فلاڻو شخص آهي." هيءَ ٻڌي پوءِ انهن ٻن ڇوڪرن کي چيائين تہ "جلدي هن سان بادشاه وٽ وڃو ۽ چئوس تہ ماتا چوي ٿي تہ وڏي بت جو هيءُ حڪم آهي تہ شاه بندر ماڻهن سان ظلم ٿو ڪري، هن غريب جي زال کسي ورتي اٿس. هُن وڏو گناه ڪيو آهي، جلدي ان گمراه جي مال ملڪيت کي نيلام ڪري، هن مسلمان کي ڏيو، جو اسان کي نهايت پيارو آهي. جيڪڏهن ائين نہ ٿيو تہ اڄ رات تنهنجي ستياناس ٿي ويندي ۽ اسان جي غضب هيٺ ايندين." هُو ٻيئي ڇوڪرا اُٿي ڪچهريءَ کان ٻاهر نڪتا ۽ سوار ٿيا. سڀ ساڌو سنک وڄائيندا ۽ آرتي ڳائيندا، ساڻن گڏ هليا.

"مطلب تہ اُتان جا ننڍا وڏا، جتي جتي اُنهن ڇوڪرن جا پير ٿي پيا، اُتان جي مٽي ڪٽي تبرڪ وانگر تي سانديائون ۽ اکين سان تي لاتائون. اهڙيءَ ريت هو بادشاهي قلعي تائين ويا. جڏهن بادشاه کي خبر پيئي تہ اُگهاڙا پيرين پيشوائيءَ لاءِ آيو ۽ وڏي مان مهت سان کين وني، اُٿي تخت تي ويهاريائين ۽ پڇيائين تہ "اڄ تشريف وني اُچڻ جو ڪهڙو سبب بڻيو آهي؟" ٻنهي برهمڻ زادن ماءُ جي طرفان، جو ڪجهہ ٻڌي آيا

هئا، چيائون، ۽ وڏي ٻٽ جي ناراضپي کان کيس ڊيڄارِيائون.

"بادشاهه ٻڌندي ئي فرمايو تہ "حاضر!" پنهنجي نوڪر کي حڪم ڏنائين تہ "هاڻي شاهه بندر کي اُن عورت سميت حاضر ڪيو وڃي تہ مان اُن جي گناهه کي معلوم ڪري، سزا ڏيان." هي ٻڌندي مان گهبرائجي ويس، دل ۾ چيم تہ "هيءَ ڳالهہ چڱي نہ ٿي. جيڪڏهن شاهه بندر سان راڻي گڏجي آئي تہ سڄو ڦاٽ ڦاٽي پوندو." ڊڄي، خدا جي طرف رجوع ٿيس. منهنجي منهن جو پنو ئي ڇڏي ويو. سائو زرد ٿي ويس ۽ اُڃي ڏڪڻيءَ ورتم. اُنهن نينگرن منهنجو هي حال ڏي ورتو. سمجهيائون تہ هي حڪم منهنجي مرضي جي خلاف آهي. تنهن تي بادشاهه تي ڪاوڙجي اُٿي کڙا ٿيا. چيائونس تہ "اي خود مطلبي، تون مستيءَ ۾ آهين ڇا؟ تو اسان جي وچن کي ڪوڙو سمجهي، هن کي گهرائي جاچ ٿو ڪرين؟" ايتري چوڻ سان بادشاهه جو ساهه ئي سُڪي ويو. چڻ تہ مري ويو. هٿ ٻڌي ادب سان بيهي رهيو. مٿي کان وٺي پيرن تائين ڏڪي ويو. پيرين پئي، پرچائڻ لڳن. پر ٻيئي ڇٽا ڪين ويٺا ۽ بيٺائي رهيا. جيڪي امير وزير حاضر هئا. سي سڀ گڏجي شاهه بندر جي گلا ڪرڻ لڳا تہ "هُو بيشڪ حرامزادو پاپي آهي. هُو اهڙيون حرڪتون ڪندو آهي، جن جو دربار ۾ ذڪر ڪرڻ مناسب نہ آهي. جو ڪجهہ ماتا چوائي موڪليو آهي، سو سڀ سچ آهي." بادشاهه سيني جي زبان مان هڪ ڳالهہ ٻڌي نهايت ڦِڪو ٿيو. يڪدم سروپاءِ مون کي ڏيئي، حڪم نامو پنهنجي هٿ سان لکي، اُن تي مهر هڻي، منهنجي حوالي ڪيائين. ۽ هڪ خط برهمڻن جي ماءُ ڏانهن بہ لکيائين. جواهرن ۽ اشرفين جا ٿالهہ نينگرن جي روبرو نذرانو رکيائين. مان بيحد خوشيءَ ۾ بتخاني ۾ آيس.

"بادشاهه جو خط لکيو، اُن جو مضمون هي هو تہ "بندگيءَ ۽ عاجزيءِ بعد عرض تہ حضور جي حڪم موجب هن مسلمان کي شاهه بندر جي جاءِ تي رکيوسون ۽ سروپاءِ ڏنيسين. هاڻي هيءُ جي مارڻ ۽ ڇڏڻ لاءِ وس وارو آهي. هُن جو سمورو مال ۽ املاڪ هن ترڪ کي بخشيم. جيئن وڻيس تيئن ڪري. مون کان جو گناهه ٿيو آهي، اُن لاءِ معافي ملي." برهمڻن جي ماتا خوش تي فرمايو تہ "نوبتخاني ۾ نوبت وڄايو!" پوءِ پنج سو هٿيارن سان سوار مون کي مليا. جن کي حڪم مليو تہ "شاهه بندر کي قيد ڪري هن جي حوالي ڪريو. پوءِ جيئن ڪيس وڻي تيئن ڪري. خبردار! ڪوبہ هن جي گهر نہ گهڙي. هُن جو سمورو مال متاع هن جي حوالي ڪيو وڃي. جڏهن خوشيءَ سان اوهان کي موڪل ڏئي تہ سندس رسيد وٺي اچجو."

"جڏهن شاه بندر کي هيءَ خبر پيئي، تڏهن هُـو ڏاڍو ڏنو. برهمڻن جو لشـڪر ۽ مان بہ متانئس وڃي ڪڙڪياسين. ڪاوڙ تہ مون کي ڏاڍي هئي سو پهچندي ئي اهڙي ترار هنئيمانس، جو سندس سر وڃي پـري پيـو. سـندس گماشتن ۽ خزانچـيءَ کـي پڪڙائي، سڀ دفتر قاڙائي ڇڏيم. پوءِ گهر ۾ گهڙي ويس. شهزاديءَ سان مليس ۽ گهڻيءَ سڪ مان ڀَڪُلي لڳي رنس. ڏٽيءَ جو شڪرانو بجا آندوسون. پوءِ ٻاهر گاديءَ تي ويهي نوڪرن کي سروپائون ڏنيم. غلامن کي بخششـون ڏنيـم. اُهي سـوار، جي مـون سـان مدد لاءِ آيا هئا، تـن کي انعـام اڪـرام ڏيئي روانـو ڪيـم. قيمتـي جواهـر، ريشمي ٿان، ٻيا ولايتن جا تحفا ۽ روڪڙ بادشاه جي لاءِ نذرانو موڪليم. هـر هـڪ امير، سردار ۽ڪوتـوال جي خوشامد بجا آنديم. ٻيـن برهمڻن ۽ فقيرن کـي، گهڻـي خيرات ڏنيم. هڪ هفتي بعد بتخاني ۾ ويس ۽ ماتا جي سامهون سوين ٿان، ريشـم جا ڪپڙا، ڪيمخواب جا ٿان، جواهرن سان گڏ، ارداس رکيم. ٿورن ڏينهن کان پـوءِ بادشاه جي دربار ۾ وڃي حاضر ٿيس ۽ پنهنجي مرتبي آهر نذرانو ڏنم. جيڪي ظلم جهڙا ڪم شاه بندر ڪيا هئا، سي بند ڪرڻ لاءِ ڪيس عرض ڪيم، جنهن ڪري دربار جا ماڻهو مون کان بيحد خوش ٿيا. موڪلائڻ وقت بادشاه مون کي سروپاءِ، جاگير ۽ گهوڙو عنايت ڪيو. مطلب تہ مـان نهايت سکيو ۽ آسـودو ٿيس. پـوءِ شهزاديءَ سان نڪاح وجهي گهر آباد ڪيـم. منهنجي عدل ۽ انصاف ۽ چڱيءَ هلت کان سـوداگر راضي ۽ خوش ٿـي رهيـا. مهيني ۾ هـڪ ڀيرو بتخاني ۾ ۽ هـڪ دفعو بادشاه جي ڪچهريءَ ۾ ويندو هوس. بادشاه ڏيهاڙي منهنجي عزت زيـاده ڪنـدو ويـو. نيـٺ پنهنجي خاص ماڻهن ۾ داخل ڪيائين ۽ منهنجي صلاح ڏاران ڪوبہ ڪـم نـہ ٿـي ڪيائين. هاڻي بيفڪر ٿي گذارڻ لڳس. مگر خدا ڄاڻي ٿو تہ اڪثر مون کي اُنهـن ٻـن ڀائرن جي ڳڻتي پيئي ڪائيندي هئي تہ هُـو ڪٿي آهن ۽ الائجي ڪهڙي حال ۾ آهن. اهڙيءَ ريت ٻہ سال گذري ويا. هڪ ڏينهن اوچتو زيرباد جي ملڪ جي سوداگرن جو هڪ قافلو اُن بندر ۾ آيو. هنن جو ارادو هو تہ پاڻيءَ جي رستي عجم ڏانهن وڃن. هتي هي قاعدو هو تہ جو قافلو ايندو هو، اُن جو سردار، سوڪڙيون ۽ تحفا هر هڪ ملڪ جا منهنجي لاءِ نذراني جي لاءِ آڻيندو هو. مان وري ٻئي ڏينهن اُنهن جي مڪان تي ويندو هوس، جتي اُنهن کان مال جو محصول وٺي، ڪين رواني ٿيڻ جو پروانو ڏيندو هوس. اهڙيءَ ريت زيرباد جا سوداگر بہ منهنجي ملڻ لاءِ آيا ۽ قيمتي نذرانا پاڻ سان کڻي آيا. ٻئي ڏينهن مان اُنهن جي تنبوءَ ۾ ويس. ڇا ڏسان تہ ٻہ ماڻهو قاتل ۽ پراڻن

ڪپڙن ۾منهنجي سامهون سامان جون ٻه ڳنڙيون ڪڻي آيا. جڏهن مون اُهو سامان ڏنو، تہ هُو وري اُنهن کي موٽائي ويا ۽ وري ٻيو سامان کڻي آيا. نهايت ڏکيو پورهيو تي ڪيائون.

"جڏهن مون اُنهن کي چتائي ڏٺو، تہ هُو ٻيئي منهنجا پائر نڪتا! اُن وقت منهنجي غيرت ۽ حميت نہ گهريو تہ مان انهن کي هيئن مزوري ڪندو ڏسان. جڏهن پنهنجي گهر موٽڻ لڳس، تہ ماڻهن کي چيم تہ "هنن ٻن ماڻهن کي بہ وٺندا اچجو. هُو هنن کي پاڻ سان وٺي آيا. مون ڪين وري بہ نئين پوشاڪ پهرائي، پاڻ وٽ رکيو. پر هنن احسان فراموش انسانن وري منهنجي مارڻ جو منصوبو رٿيو. هڪ ڏينهن اڌ رات جي وقت، سيني کي غافل ڏسي، چورن وانگر منهنجي سيرانديءَ وٽ اُچي پهتا. مون اڳ ۾ ئي پنهنجي دروازي تي چوڪيدارن کي مقرر ڪري ڇڏيو هو. هي وفادار ڪُتو منهنجي پلنگ جي هيٺيان سمهيل هو. جيئن ئي هنن تلوارون مياڻ کان ٻاهر ڪڍيون، ڪتي ٻوئڪي مٿن حملو ڪيو. اُن آواز تي سڀ جاڳي پيا. چوڪيدارن هن کي پڪڙي ورتو. معلوم ٿيو تہ هي پاڻ آهن! سڀ ڪين ڦٽ لعنت ڪري رهيا هئا تہ "ايتري مهربانيءَ کان پوءِ هن بہ حرڪت جو ڪهڙو سبب هو؟"

"بادشاه سلامت، هي حال ڏسي مان ڏنس. ڀهاڪو آهي تہ "جو آزمائي کي آزمائي جو نيٺ خطا کائي." خيال ڪيم تہ جي هنن کي بندر کان پري بنديخاني ۾ رکندس، تہ ڪير هنن جي سار سنڀال لهندو! بک ۽ اُڃ ۾ مري ويندا. يا وري آجا تي ڪو ظُلم ڪاريندا. تنهنڪري پڃرا نهرائي، ڪين اُنهن ۾ بند رکيو اٿم، تہ منهنجي نظر هيٺ رهن. هن ڪتي جي عزت آبرو سندس نمڪ حلالي ۽ وفاداريءَ جي سببان آهي. بيوفا ۽ ڪوڙي انسان کان وفادار ۽ احسان مند حيوان بہ ڀلو آهي. اي بادشاه سلامت، منهنجي حقيقت ۽ سرگذشت اهائي آهي، جا حضور ۾ عرض رکي اٿم. هاڻي سائينءَ جن جي اختيار آهي تہ مارايو خواه بخشيو. جيڪو بہ سائين جن جو حڪم ٿئي، مان حاضر آهيان."

اي فقيرو! مان اها ڳالهہ ٻڌي، اُن ايماندار شخص کي آفرين ڪئي ۽ چيومانس تہ "تنهنجي شرافت ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي. بيشڪ هي حرامزادا بيحياءُ آهن. سچ آهي تہ ڪُتي جي پڇ کي ٻارهن ورهيہ نڙ ۾ وڌو ويو، پر جڏهن ڪڍيائون تہ اُهوئي ڏنگي جو ڏنگو." اُن کان پوءِ مان خواجي سگ پرست کان اُنهن لعلن جي هٿ اچڻ جي حقيقت پڇي، جي ڪتي جي ڳچيءَ جي پٽي ۾ پيل هئا. هُن جواهريءَ عرض ڪيو تہ "حضور

جي عمر دراز هجي، انهيءَ شهر جي بندر تي، جا مون کي جاءِ مليل هئي، هڪ ڏينهن اُن جي مان ڪوٺيءَ تي چڙهي ويس، جو گهڻو بلند هو. درياه ۽ ميدان جي سير ۽ تماشي ۾ ويهي رهيس. چوڏاري تي ڏنم، اوچتو جهنگ جي طرف کان، جتي ڪو رستو ئي ڪونہ هو، ٻن ماڻهن کي ايندو ڏٺم. دوربين ڪڍي نهاريم تہ عجيب قسم جا انسان تي نظر آيا. چوبدارن کي اُنهن جي وٺي اچڻ لاءِ ڊوڙايم.

"جڏهن هو مون وٽ آيا، تہ ڏٺم تہ اُنهن مان هڪ مرد آهي ۽ ٻي عورت. مون هڪدم عورت کي تہ پنهنجي حاويليءَ ۾ موڪليو، ۽ مڙس کي پاڻ وٽ ويهاريم، جو ويهن ٻاويهن ورهين جو نظر ٿي آيو ۽ ڳيرو ٿي ڏٺو. اُس جي گرميءَ ڪري، اُن ٻنهي شڪل اهڙي تہ ٿي ويئي هئي، جڻ تہ ڪاريءَ مس جو ٽڪر آهي. ننهن تمام وڏي جانورن جهڙا ٿي ويا هئس. هن سان گڏ سندن هڪڙو ننگر چئن ورهين جو بہ هو، جو تنجڻ ۾ ٻڌل، ڳچيءَ ۾ پنئين پاسي پئي لڙڪيس. مون هن جو اهڙو حال ڏسي، ڪانئس پڇيو تہ "اي نوجوان خبر ڏي تہ تون ڪير آهين؟ ۽ ڪٿان ٿو اچين؟ ۽ تو پنهنجو حال هيئن ڇو بڻايو آهي؟" هيءُ ٻڌي هو ويچارو روئڻ لڳو. ڪمر مان پٽو ڇوڙي، منهنجي اڳيان رکي، چيائين تہ "خدا لڳ مون کي ڪي ڪاراءِ، جو بکايل آهيان ۽ سواءِ گاهہ ۽ پنن جو ٻيو ڪي بہ کاڌي لاءِ نہ مليو اٿم. اُن ڪري مون کي رتيءَ جيتري بہ سگهہ ڪانہ آهي، جو ڪجهہ ڳالهائي سگهان." مون اوڏيءَ مهل شربت، حلوو ۽ ماني ڪيس گهرائي ڏنو، جي ڪائڻ پيئڻ لڳو. انهيءَ وچ ۾ هڪڙو نوڪر سندس زال وٽان ڪيترين ئي ڳوٿرين ڪڍي مون وٽ آيو. اُهي ۽ اُن جوان وارو پٽو سڀ کولي ڏٺم تہ ڇا ڏسان تہ اُنهن ۾ هر طرح جا عجيب عجيب جواهر آهن! اهڙا عجيب جواهر، جو اُنهن مان هڪڙو هڪڙو ڇڳيءَ بادشاهت جي ڍل جو مَٽ ٿي سگهي. وري اُتي تور ۽ رنگ ۾ هڪٻئي کان ڪٿر تي نظر آيا. اُنهن جي تجليءَ کان سڄي جاءِ رنگين ۽ روشن ٿي ويئي. جڏهن هو کائي پي خوش ٿيو ۽ ساه ڪڻڻ جهڙو ٿيو، تڏهن پڇيومانس تہ "هاڻي پنهنجي خبر ٻڌاءِ. هيءُ بہ حقيقت ڏي تہ هي پهڻ جا ٽڪرا اصل توکي ڪٿان هٿ آيا؟" جواب ڏنائين تہ "منهنجي پيدائش جو ملڪ آذربائيجا آهي. ننڍي هوندي ئي مان پيءُ کان ڌار ٿيس. ڪيترا ڏک ڏاکڙا ڏنا اٿم، ڪيترا ڀيرا موت جي چنبي مان بچيو آهيان ۽ ڪيترو وقت جيئري قبر ۾ داخل ٿيو آهيان." تڏهن مون چيومانس تہ "پنهنجو سڄو احوال تفصيل سان ٻڌاءِ، تہ ڪجهہ معلوم ٿئي."

## قصو آذربائيجان ملڪ جي سوداگر زادي جو

"تنهن تي چوڻ لڳو تہ "منهنجو پيءُ سوداگريءَ جو ڌنڌو ڪندو هو. هميشہ هندستان، روم چين، خطان ۽ فرنگ جو سفر ڪندو رهندو هو. جڏهن مان ڏهن ورهين جو ٿيس تہ منهنجو پيءُ هندستان ڏانهن ويو. مون کي بہ پاڻ سان وٺي وڃڻ گهريائين. منهنجي والده، ماسي، مامي ۽ ڦڦيءَ ڪيس گهڻوئي چيو تہ هي ٻار اڃا سفر جي لائق نہ آهي، پر منهنجي والد نہ مڃيو ۽ چيائين تہ "مان پوڙهو آهيان. جيڪڏهن هُن منهنجي سامهون تربيت نہ ورتي، تہ مان اهو ارمان قبر ۾ کڻي ويندس. مڙس جو ٻار آهي، جيڪڏهن هاڻي نہ سکيو تہ ڪڏهن سکندو؟ جيئن تہ چيو اٿن تہ "پڪي گَهڙي کَنا ڪين پوندا آهن." ائين چئي، خواه مخواه مون کي پاڻ سان وٺي ويو. مسافريون ڪندي ڪندي اسان سک سلامتيءَ سان وڃي هندستان پهتاسين. اُتي مال وڪڻي ۽ ڪجھ خريد ڪري، زير باد جي ملڪ ڏي وياسون. هيءُ سفر بہ آرام سان گذريو. اُتي سودو سامان وڪڻي، گوٺ موٽڻ جو خيال ڪري، ڏٽيءَ جي آسري جهاز ۾ سوار ٿياسون. مهينو سانده خير سان سمنڊ ۾ سفر ڪيوسون. هڪ ڏينهن اوچتوئي اوچتو سخت طوفان چُنڪيو. مينهن چوي تہ اڄ نہ وَسان تہ ڪڏهن وسان. اُن اوندھ اَنڌوڪار ۾ هٿ هٿ کي ڏسي نہ ٿي سگهيو. آسمان ۽ سمنڊ چڻ تہ ٻيئي هڪ ٿي ويا. جهاز جون واڳون ۽ نوڙيون ڇڄي پييون. سڙھ ۽ سُکان تہ الائجي ڪاڏي ويا. ڪوهو ڀڃي پرزا پرزا ٿي پيو. سڀ ميربحر ۽ مسافر مٿو پٽڻ لڳا. سڀ کي اچي پنهنجي سر جي لڳي. اهڙيءَ ريت ڏھ ڏينهن جهاز کي جيڏانهن ٿي وٺيو، تيڏانهن ٿي ڦريو. يارهين ڏينهن جهاز وڃي هڪ جبل سان لڳو ۽ ٽڪر ٽڪر ٿي پيو. تختو نہ تختي کي مليو. خبر نہ پيئي تہ پيءُ، نوڪر چاڪر ۽ سامان ڪاڏي ويو.

"مان پاڻ کي هڪ تختي تي ڏٺو. ٽي ڏينهن اُتي بہ سخت ڇوليـن ۽ لهرين ۾ پئي هيٺ مٿي ٿيس. چوٿين ڏينهن تختو اچي ڪناري لڳو. پر مون کي پاڻيءَ ايڏو تہ ساٿو ڪري ڇڏيو هو، جو عضوو چوري نہ ٿي سگهيس. بدن ۾ طاقت ڪانہ هيم. ساه جهڙي پياري شيءِ بي ڪانہ آهي. لاچار ڏڪا ڏوما ڪائي، سُري پُري، تختي تان لهي، ريڙهيون ڏيندو، ڪناري تي آيس. پري ڪان پوک ڏسڻ ۾ آيم. اُتي ڪيترائي ماڻهو گڏ تيل ڏنم. پر اُهي سڀ رنگ جا ڪارا ۽ اُگهاڙا هئا. هُو مون وٽ آيا، مون سان ڪجھ ڳالهيائون، پر مان اُنهن جي ٻولي سمجهي نہ سگهيس. اُن ٻنيءَ ۾ چٽا پوکيل هئا، جن کي هنن باھ تي سيڪي ٿي کاڌو. اُنهن جا گهر بہ پريان ٿي ڏٺا.

شايد اُهي اُتي ئي رهيا ۽ خوراڪ بہ اِهائي هئي. اُنهن مون کي بہ کائڻ لاءِ اشارو ڪيو. مان بہ هڪ ڇٽن جي مُٺ ڀَني، سيڪي ۽ ڦڪڻ لڳس. اُن کان پوءِ پاڻي پِي، وڃي ڪنڌ ڀر ويٺس. جتي ننڊ وٺي ويم.

"ٿوريءَ دير کان پوءِ جڏهن جاڳيس، تہ انهن مان هڪ مون وٽ آيو ۽ رستو ڏيکارڻ لڳو. مان مُٺ ڇٽن جي ٻي بہ ڀَني، ۽ اُن رستي ڏانهن هليس. هڪ تونگ ميدان نظر آيم، ڄڻ تہ قيامت جي ميدان جو نمونو هو. ڇٽن کي ڦڪيندو هليو ٿي ويس. ڇئن ڏينهن جي پنڌ کان پوءِ هڪ قلعو نظر آيم. جڏهن اُن جي نزديڪ ويس، تہ هڪ اوچو ڪوٽ ڏٺم، جو سڄو پٿر جو ٺهيل هو. ايڏو تہ ڊگهو هو، جو اُن جي هر هڪ پٽ ۾ بہ ڪوهہ ڊگهي هئي. سندس دروازو بہ پٿر مان ٺڪي ناهيل هو، جنهن کي قفل لڳل هو. اُتي نہ ماڻهوءَ جو نشان هو، نڪي ڪا بستي ئي نظر آئي. جڏهن اُتان اڳيرو هليس، تہ هڪ وڏو دڙو ڏٺم، جنهن جي مٽي ڪاري سُرمي جهڙي هئي. جڏهن اُن دڙي کان اُڪري پار ٿيس، تہ هڪ وڏو شهر نظر آيو، جنهن جي چوڌاري شهر پناه ۽ جابجا برج ئي نظر آيا. شهر جي هڪڙي پاسي کان درياه ٿي وهيو. مان اُن جو ڪنارو ڏيئي هليس، تہ اُچي دروازي تي ويٺس. ڏٺيءَ جي آسري اندر گهڙي پيس. اُتي ٻہ ڏسان تہ هڪڙو ماڻهو فرنگين جهڙي پوشاڪ پهريون، ڪرسيءَ تي چڙهيو ويٺو آهي. تنهن جيئن مون کي پرديسيءَ ۽ مسافر ڏٺو ۽ الله جو نالو وٺندي ڏٺو، تہ سڏ ڪري ورتائين. مون وٽس وڃي سلام ڪيو، هن نهايت مهربانيءَ سان جواب ڏنو. جلد ئي ميز تي ماني، مکڻ، ڪکڙ جو ڪباب ۽ شراب رکي چيائين تہ "پيٽ ڀري کاءِ." مون ٿورو کاڌو ۽ پيتو، ۽ پوءِ سمهي ننڊ ڪيم. جڏهن رات آئي تہ اک کلي. اُتي هٿ منهن ڌوتم. هن وري بہ مون کي کاڌو کارايو ۽ چيائين تہ "پٽ، پنهنجو احوال ٻڌاءِ." مون تي جو ڪجهہ گذريو هو، ڪيس ٻڌايم. پوءِ چيائين تہ "هتي ڪيئن آيو آهين؟" مون کيس تنگ ٿي چيو تہ "شايد تون ديوانو ٿو معلوم ٿين. مان ڪيتري وقت کان پوءِ شهر جي صورت ڏٺي آهي. خدا مون کي مس مس هيستائين پهچايو آهي. تون چوين ٿو تہ ڪيئن آيو آهين؟" هي ٻڌي، چوڻ لڳو تہ "هاڻي آرام ڪر، سڀاڻي جو جواب هوندو، توکي چوندس."

"صبح جو اُٿيس تہ چيائين تہ "ڪوٺيءَ مان ڪوڏر، ڇاڻي ۽ ٻُوٽري ڪڍي اچ." مون دل ۾ سوچيو تہ شايد ماني ٺڪر ڪارائي، اُن جو عيوض ٿو وٺي. لاچار اُهي سڀيئي ڪڍي، سندس اڳيان رکيم. مون کي چيائين تہ "هـُـن دڙي تي وڃي، هٿ ڪن زمين

ڪوٺ. جيڪي نڪري اُن کي ڇاٽيءَ ۾ صاف ڪري، هن ڳوٺڙيءَ ۾ ڪٽي اچ." مان سندس چوڻ موجب اوڏانهن ويس. ڏٺم ته سيپيئي عجيب قسم جا رنگا رنگي جواهر آهن، جن جي شعاع ڪان منهنجيون اکيون بند ٿي ويون. اهڙيءَ ريت ساري ڳوٺڙي پري، وٺس موٽي ويس. پوءِ چيائين ته "جيڪي به هن ۾ وڌو اٿيئي، سو ڪٽي هتان جلد نڪري وڃ." مون چيس ته "اي سائين، توهان بيشڪ وڏي پلائي ڪئي آهي، جو هي پٿر تا ڏيوم. پر هي منهنجي ڪهڙي ڪم جا آهن؟ مون کي بک لڳندي ته هنن کي چباڙي ته ڪونه سگهندس. نه وري اِنهن سان پيٽ ئي پري سگهندس." تڏهن هو شخص کلي، چوڻ لڳو ته "مون کي تنهنجي حال تي بيحد افسوس ٿو ٿئي. تون شايد عجمي آهين، اُن ڪري توکي روڪيان ٿو. نه ته ايترو به نه ڪريان ها. هاڻي اڳتي پاڻ چاڻ. جيڪڏهن تنهنجي مرضي آهي ته هن شهر ۾ رهين ته هيءَ منڊي منهنجي ڪنيو وڃ. جڏهن وچ بازار ۾ پهچندين، ته توکي اُتي هڪ سفيد ريش ماڻهو وينل نظر ايندو. انهيءَ جي شڪل صورت مون وانگر آهي. هُو منهنجو وڏو ڀاءُ ٿئي. اُن کي هيءَ نشاني ڏج ته هو تنهنجي خبر گيري ڪندو. جيڪي هُو چوئي سو ڪم ڪج. نه ته بيءَ صورت ۾ مفت مارجي ويندين. چو ته منهنجو حڪم رڳو هيستائين آهي، مون کي شهر سان ڪوبه واسطو نه آهي." مون هن کان منڊي ورتي، ۽ سلام ڪري ڪانئس موڪلايم. اندر شهر ۾ گهڙيس. ڏاڍو عمدو شهر ڏٺم. گهٽيون ۽ بازار صاف، زالون ۽ مرد بيحجاب خريداريءَ ۾ مشغول هئا. سڀ خوش لباس ٿي ڏٺا. مان سير ڪندو، گهمندو ڦرندو، جڏهن چوواٽيءَ جي چونڪ تي پهتس، ڏٺم ته چڻ ميلو لڳو پيو هو. ايتري ته پيهه لڳي پيئي هئي، جو جيڪڏهن ٿالهي ڦٽي ڪئي وجي ته زمين تي نه ڪري. وچڻ جي واٽ نه ٿي ملي. جڏهن ڪجهه اُهو گوڙ ڍرو ٿيو، تڏهن ڏاڍي ڏکيائيءَ سان ٻاهر نڪري اڳيرو ٿيس. مس مس اُن ماڻهوءَ کي ڏٺم. هو هڪ صندليءَ تي وينو هو ۽ هڪ جواهرن سان جَڙيل حقو سندس اڳيان رکيو هو. مون وڃي کيس سلام ڪيو ۽ اُها منڊي ڏنيمانس. هن ڏمر جي نظر سان ڏاڍو گهوري ڏٺو ۽ اُمالڪ چيائين ته "تون هتي ڇو آيو آهين؟ پاڻ کي ناحق ڦاهيءَ ۾ ڦو وجهين! منهنجي بيوقوف ڀاءُ به توکي نه جهليو؟"

"مون چيومانس ته "هن ته مون کي روڪيو هو، پر مون نه مڃيو." پوءِ مان پنهنجي سڄي ڪهاڻي منڍ کان وٺي پڇاڙيءَ تائين کيس ڪري ٻڌائي. پوءِ هو شخص اُٿيو ۽ مون کي پنهنجي گهر ڏانهن وٺي هليو. سندس مڪان بادشاهي ڏسڻ ۾ ٿي آيو.

گهٽائي نوڪر، چاڪر، ٻانها ۽ ٻيلي هئس. جڏهن اندر هلي وينو تہ مون کي چوڻ لڳو تہ "اي پٽ، تو هيءُ ڪم خراب ڪيو آهي. جو پاڻهي اَچي قبر جي ڪريو آهين. ڪوبہ ماڻهو بدبختيءَ ۽ نياڳ ڪان هن جادوگر شهر ۾ آيو آهي تہ ڏاڍو هلاڪ ٿيو آهي." مون چيومانس، تہ "سائين قسمت ڪٽي هتي آندو اٿم، توهان مهرباني ڪري، هن شهر جي رسم ۽ رواج کان واقف ڪري ڇڏيوم تہ مان بہ ڇاڻان تہ اوهان جي پاءُ ڇو ٿي مون کي منع ڪئي." تڏهن هن نيڪ شخص چيو تہ "هن شهر جو بادشاہ ۽ سڀ امير شيطاني راهہ تي بيٺل آهن. سندس مذهب ۽ هلت چلت نهايت عجيب قسم جي آهي. هتي هڪڙو وڏو بت آهي، جنهن جي پيٽ ۾ شيطان ويهي، نالو، ذات ۽ مذهب هر ڪنهن ماڻهو جو ٻڌائيندو آهي. جڏهن ڪو مسافر شهر ۾ ايندو آهي تہ بادشاہ کي اُن جي خبر پوندي آهي. هُو اُن کي مندر ۾ وٺي ويندو آهي ۽ ڪانئس بت کي سجدو ڪرائيندو آهي. جيڪڏهن هُن بت کي سجدو ڪيو تہ واهہ، نہ تہ ڪيس درياہ ۾ ڦٽو ڪيو ويندو آهي. هُو جيڪڏهن اُتان نڪري ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندو آهي تہ سندس شرمگاہ وڏي ويندي آهي ۽ اُن جي بار کان هُو گهمي نہ سگهندو آهي. اهڙي قسم جو طلسم هن شهر ۾ ٻڌايو ويو آهي. مون کي تنهنجي حالت تي رحم ٿو اَچي. تنهنجي خاطر ڪا صلاح ڪريان ٿو، جيئن ڪجهہ ڏينهن تہ جيئرو رهين ۽ هن عذاب کان ڇٽين."

"مون پڇيس تہ "اُهان ڪهڙي تجويز آهي؟" چيائين تہ "وزير جي ڌيءُ توکي پرڻائي ايندس." چيومانس تہ "وزير مون جهڙي سڃي ۽ غريب کي پنهنجي ڌيءُ ڪيئن ڏيندو؟ پر جي ڏئي بہ تہ مون کي پنهنجو دين مٽائڻو پوندو، جو مون کان ڪڏهن بہ نہ ٿيندو." تڏهن چيائين تہ "هن شهر جي اصل کان رسم آهي تہ جيڪو هن بت کي سجدو ڪندو آهي، پوءِ توڙي جو فقير هجي، بادشاہ جي ڌيءُ گهري تہ بہ ڪيس ملي. هو اُن کي ڪڏهن بہ نہ ڏڪوئين. منهنجو بہ بادشاہ وٽ مان آهي ۽ مون کي ڏاڍو پيارو گهرندو آهي. اُن ڪري سڀيئي اُمير ۽ اُڪابر مون کي تعظيم ڏيندا آهن. هُو هفتي ۾ بہ ڏينهن پاڻ ۾ گڏ ٿيندا آهن، ۽ بتخاني ۾ ويندا آهن. مان بہ ساڻن گڏ هوندو آهيان. اُن موقعي تي مان توکي اُتي وٺي هلندس." ائين چئي، مون کي ڪارائي پياري سمهاريائين. ٻئي ڏينهن سوير صبح جو مون کي پاڻ ساڻ وٺي، بتخاني ڏي هليو. اُتي وڃي ڏٺم تہ ماڻهو عام جام اچن ٿا ۽ پوڄا ڪيو وڃن ٿا.

"بادشاہ ۽ اُمير بت جي سامهون، پنڊتن وٽ مٿي اُگهاڙا، گوڏا پچيو ويٺا هئا.

ڪنوارين ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا، حورن ۽ غلمانن جهڙا، چئني طرفن کان صفون ٻڌي بيٺا هئا. تڏهن هو شخص مون کي چوڻ لڳو تہ "هاڻي جيئن مان توکي چوان تيئن ڪر." مون قبول ڪري چيو تہ "جيئن فرمايو." هن چيو تہ "پهريائين بادشاه جي هٿن ۽ پيرن کي چمي ڏي ۽ پوءِ وڃي وزير جي دامن کي وٺ." مون ائين ئي ڪيو. بادشاه پڇيو تہ "هيءُ ڪير آهي، ۽ ڇا ڇوڪرو اٿس؟" هن شخص جواب ڏنس تہ "هيءُ منهنجي لاڳاپي ۾ قريبي عزيز آهي. بادشاه جي قدمبوسيءَ لاءِ پري کان آيو آهي، اِنهيءَ اُميد سان تہ وزير ڪيس پنهنجي غلاميءَ ۾ وٺي." بادشاه چيو تہ "هي اسان جو ڏرم قبول ڪندو؟" منهنجي هائو ڪرڻ تي، بتخاني جا نغارا وڄڻ لڳا ۽ قيمتي سروپاءِ مون کي پهرائي ويئي. پوءِ هڪ ڪاري رسي منهنجي ڳچيءَ ۾ وجهي، مون کي بت جي سنگهاسن اڳيان گهليندا وٺي ويا ۽ مون کي سجدو ڪرايائون.

"بت کان آواز آيو تہ "اي خواجہ زاده، چڱو ٿيو جو تون اسان جي بندگيءَ ۾ آئين. هاڻي اسان جي مهربانيءَ جو اميدوار رهہ." هي ٻڌي، سڀني سجدو ڪيو. جڏهن شام ٿي تہ بادشاه ۽ وزير سوار ٿي، وزير جي محلات ۾ پهتا. اُتان جي رسم ۽ رواج موجب وزير پنهنجي ڌيءُ منهنجي حوالي ڪئي. گهڻوئي ڏاج ۽ ڏيب ڏنائين. اُن کان سواءِ هُو ڏاڍو خوش هو. جو وڏي بت جي حڪم جي پيروي ڪئي هئائين. هڪ گهر بہ رهڻ لاءِ مليم. اُن نازنين کي جڏهن مون ڏٺو. تہ ساڪيات پري پئي معلوم ٿي. ڪيس شڪل ۽ شباهت ۾ هر طرح درست ڏٺم. صبح سان غسل ڪري، بادشاه جي حضور ۾ حاضر ٿيس. بادشاه داماديءَ جي سروپاءِ ڏني ۽ حڪم ڪيائين تہ "سدائين دربار ۾ رهندو ڪر." تورن ڏينهن کان پوءِ بادشاه جي خاص ماڻهن ۾ ڳڻجڻ لڳس.

"بادشاه منهنجي صبحت کان نهايت خوش هو. اڪثر سروپاءِ ۽ انعام ڏيندو ٿي رهيو. دنيا جي لحاظ کان مان بيحد شاهوڪار هوس. منهنجي زال وٽ نقد، جنس ۽ جواهر ايترا هئا، جن جو ڳاڻيٽو ٿي نہ ٿي سگهيو. ٻن سالن تائين زندگي نهايت عيش ۽ آرام سان گذري. اتفاقاً وزير زاديءَ کي پيٽ ٿيو. آخر ڏينهن پورا ٿيا ۽ پيرين لڳي. دائي وير تي آئي. پر افسوس جو ڪيس مُئو پٽ ڄائو. اُن جو اهڙو تہ ڪو زهر چڙهي ويس، جو هوءَ پاڻ بہ مري ويئي. مان سندس غم ۾ چريو ٿي پيس. اُن جي مٿي کان ويهي روئڻ ۽ پٽڻ لڳس. منهنجي روئڻ جي آواز کي ٻڌي، چئني ئي طرفن کان زالون اچڻ لڳيون. جيڪا آئي ٿي، تنهن مون کي بہ بُڇا منهن ۾ وهائي ٿي ڪڍيا، ۽ پوءِ روئڻ پٽڻ ٿي لڳي. زالون ايتريون تہ اچي گڏ ٿيون هيون، جو اُنهن کي ڏسي،

منهنجو دم ٿي گهٽيو. ايتري ۾ ڪنهن اچي منهنجي ڪپڙي کي پوئتان ڇڪيو. مون ڏٺو تہ اُهوئي عجمي هو، جنهن منهنجي شادي ڪرائي هئي. چوڻ لڳو تہ "احمق، تون ڇا جي لاءِ ٿو روئين؟" مون چيو مانس تہ "ظالم، تون ٿو چوين تہ مان ڇو ٿو روئان!" هُو شخص مشڪي چوڻ لڳو تہ "هاڻي تون پنهنجي موت لاءِ روءُ. مون پهريائين توکي چيو هو تہ هن شهر ۾ توکي موت گهلي آيو آهي ۽ ائين ئي ٿيو. هاڻي مرڻ کان سواءِ بيو تنهنجو ڪوبہ ڇوٽڪارو نظر نہ ٿو اچي." آخر ماڻهو مون کي گهلي بتخاني ۾ وٺي ويا. ڏٺم تہ بادشاهہ، امير ۽ سڀ پرجا حاضر آهي. وزير زاديءَ جو سڀو مال متاع ۽ اسباب موجود آهي. جا شيءِ جنهن کي وڻي ٿي، اُن کي اُن ڪنيو ٿي ۽ ان جي قيمت رکندو ٿي ويو. مطلب تہ سڀو مال متاع نقديءَ جي صورت ۾ گڏ ٿي ويو، جن روپين مان وري جواهر خريد ڪيا ويا، جن کي هڪ صندوق ۾ رکيو ويو. ٻيءَ صندوق کي مانين، ڪباب ۽ سڪل ۽ آلي ميوي سان پريو ويو. منهنجي زال جو لاش وري هڪ ٻئيءَ پيتيءَ ۾ بند ڪيو ويو. اهڙيءَ ريت سڀيئي پيتيون هڪ اُٺ جي مٿان رکي، مون کي بہ سوار ڪيائون. سڀ ٻانهڻ ۽ ٻاوا، پڇن ڳائيندا ۽ سنک وڄائيندا، اڳيان هلڻ لڳا. جن جي پويان هڪ خلقت هئي، جا مون کي مبارڪون ڏيندي ٿي آئي. اهڙيءَ ريت، اُنهي ئي دروازي کان ٻاهر نڪتس، جنهن مان پهرئين ڏينهن اندر داخل ٿيو هوس. جيئن ئي اُن نگهبان عجميءَ جي مون تي نظر پيئي تہ مون کي چوڻ لڳو تہ "اي ڪمبخت، تو منهنجي چوڻ کي نہ ٻڌو ۽ هن شهر ۾ وڃي مفت جان وڃائي. منهنجو ڪوبہ ڏوهہ نہ آهي، ڇو تہ مون توکي چڱيءَ ريت منع ڪئي هئي." هن تہ ائين چيو، پر مان وائڙو ٿي ويو هوس. نہ وري ورنديءَ جي طاقت هيم. سوچيم ٿي تہ هاڻي الائجي ڇا ڪندا؟ آخر وٺي اُن قلعي وٽ آيم، جنهن جو دروازو پهرئين ڏينهن ايندي بند ٿيل ڏٺو هوم، پوءِ ڪيترن ماڻهن گڏجي، اُن قفل کي کوليو ۽ سڀيئي صندوقون اندر نيائون. ايتري ۾ هڪڙو پير مرد مون کي سمجهائڻ آيو تہ "ماڻهو هڪڙي ڏينهن دنيا ۾ پيدا ٿيندو آهي ۽ هڪڙي ڏينهن مرندو آهي. اها دنيا جي ڪيڏ آهي. هوءَ تنهنجي گهر واري، چاليهن ڏينهن جو کاڌو مال ملڪيت موجود اٿئي. هاڻي اِنهن سان گڏ ڪوٽ ۾ وڃي گذار. مون کي سخت ڪاوڙ آئي تہ اُتان جي رهاڪن جي اهڙي رسم تي لعنت وجهان، تہ اُن عجمي مرد، منهنجي بدليل پيشانيءَ کي ڏسي، چيو تہ "خبردار، پاڻ سنڀال! نہ تہ اِنهيءَ کان بہ وڌيڪ بڇڙو ٿيندين. خير، جو تنهنجي قسمت ۾ هو، سو ٿيو. هاڻي خدا جي مهربانيءَ ۾ اُميدوار رهہ. شايد اُهو توکي هتان جيئرو

ٻاهر ڪڍي."

"آخر سڀ مون کي اُتي اڪيلو ڇڏي، اُن ڪوٺ کان ٻاهر نڪري ويا ۽ موٽائي اُهو قفل دروازي کي ڏيئي ڇڏيائون. پنهنجي اڪيلائي ڏسي، مون روئي ڏنو. جڏهن روئي دل هلڪي ڪيم، تڏهن زال جي لاشي وٽ ويس. چيومانس تہ "اي ڪم نصيب جيڪڏهن تون نہ ڄمين ها تہ مان تو سان پرڻجا ئي نہ ها ۽ نڪي هھڙن جنجلن ۾ پوان ها!" آخر ماٺ ڪيم. جڏهن ڏينهن مٿي ٿيو ۽ اُس تـَـتي، تڏهن مُـردن مان اهڙي تہ بدبوءِ اُٿي، جو ڇڻ تہ ڪا پار مان ميڇالي نڪرڻ جي ٿي ڪئي. انهيءَ بدبوءِ کان اڃي نيٺ اهڙو تہ ماندو ٿيس، جو سمجهيم ٿي تہ اِجهو ٿو مران. جاڏي بہ نظر ٿي ويئي ٿي، تاڏي مُـردن جا ڍير ۽ جواهرن جو پيٽيون ٿي نظر آيون. جي پئي ٿي اُس ۾ سڙيون. مان جو اُٿيس، سو سڀيئي پيٽيون ڪٺي هڪبئي مٿان ڍير ڪيم. اُس جي بچاءَ لاءِ ڇڻ پت جوڙيم. ڏينهن تـَتي جو اُن جي ڇانوَ ۾ ويهندو هوس. پوءِ پاڻيءَ جي تلاش ڪيم. چا ڏسان تہ هڪڙو ننڍڙو حوض اُن قلعي جي پت جي پرسان موجود آهي، جنهن جو منهن دلي وانگر آهي. مون ڪيترا ڏينهن مليل ڪاڌي ۽ پاڻيءَ تي گذران ڪيو. نيٺ اُهو سڀ ڪاڌو ختم ٿي ويو، تڏهن اچي غم ورايو. ڌڻيءَ جي درگاه ۾ دانهن ڪيم تہ "اي منهنجا ڌڻي، تون سدائين مهربان آهين!" اوچتو هڪڙي ڏينهن دروازو کُليو ۽ مون وانگر هڪ مرد کي لاش سان آندائون. هُو هڪ پوڙهو مڙس هو. مان اُن مهل لڪي ويهي رهيس. پوءِ جڏهن هن کي سندس زال جي مئل مڙهہ سوڌو ڇڏي ويا، تڏهن مان هڪ تختو هٿ ۾ کڻي، اُن پوڙهي وٽ آيس. هُو ويچارو پنهنجي ئي جهوريءَ ۾ گوڏن ۾ ڪنڌ وجهيو ويٺو هو. لڪي پٺيان ڪنڌ وارو اهڙو تہ تختو هيومانس، جو ميڇالو نڪاءَ ڏيئي ٻاهر نڪري پيس. هُـو ڪـِري پيو ۽ مري ويو. سندس ڪاچ واري صندوقڙي کڻي مان کائڻ وينس. اِهو قاعدو ڪري ڇڏيم تہ جيڪو مردي ساڻ جيئرو ايندو هو، تنهن کي ماري، سندس طعام آڻي، مزي سان کائيندو هوس، ۽ اهڙيءَ ريت پيو تڳندو هوس.

"هڪ پيري هڪ لاش سان، هڪ جوان زال آئي. ڏاڍي سهڻي ٿي ڏني. اُن تي مون کي رحم آيو. هوءَ حسين عورت مون کي ڏسڻ سان بيهوش ٿي ويئي. مان هن جو ڪاڌو تہ کڻي آيس، پر اُن کان سواءِ مون کان کائڻ نہ ٿي اُجهيو. جڏهن اوچتو بک ٿي ورايم، تڏهن ڪاچ کنيو سندس روبرو ٿي ويس ۽ کيس کائڻ لاءِ ٿي چيم. ٻن ٽن ويلن کان پوءِ هن زال ڏٺو تہ هي شخص منهنجو مـَـٺ گهرو نہ آهي پر همدرد آهي، تڏهن

هوريان هوريان اُن جي دل مان ڊپ لهي ويو. هڪڙي ڏينهن چيومانس تہ "ٻڌاءِ تہ تون ڪير آهين؟" چيائين تہ "مان هن ملڪ جي بادشاه جي ڌيءُ آهيان ۽ پنهنجي سوٽ سان پرڻي هيس. پر شاديءَ واري ڏينهن ئي، منهنجي مڙس کي اَچي پيٽ جي سور جو مرض پيدا ٿيو، جنهنڪري گهڙي کن ۾ ڦٿڪي ڦٿڪي مري ويو. پوءِ هتي جي رسم موجب مون کي بہ گهلي سندس چڪيا سان گڏ، هتي آڻي اوڙاهہ ۾ وڌو اٿائون." اتي هُن مون کان حالِ احوال پڇيو. مون بہ پنهنجو سڄو حال احوال ذري پرزي هن کي ڪري ٻڌايو. پڇاڙيءَ ۾ چيومانس تہ "خدا ڪٿي توکي هن قيدخاني ۾ مون لاءِ موڪليو آهي. تڏهن هوءَ کلي ماٺ ڪري ويئي. اهڙيءَ ريت اسان جي محبت وڌندي رهي. مون هن کي پنهنجي مذهب جي تعليم ڏني، ۽ پاڻ ۾ محبت ڪئيسون. آخر هن کي حمل ٿيو ۽ ڏينهن پُني ٻار ڄائس. اهڙيءَ ريت اسان کي اُتي پورا ٽي ورهيہ گذري ويا. پوءِ جڏهن ڇوڪري کي ٽج ڇڏائيسون، تڏهن مون اُن عورت کي چيو تہ "ٻيلي، هاڻي هتي ڪيترا ڏينهن پوريا پيا هونداسون؟ نڪرڻ جي ڪا تہ واهہ ئي نظر نہ ٿي اَچي!" تڏهن هن چيو تہ "هن بنديخاني مان ڌڻيءَ ڪڏي تہ نڪرنداسون، ٻي تہ تجويز ڪانہ آهي. شايد اِتي ئي مري وينداسون." سندس هن جواب ٻڌڻ تي، مون کي اُن جي لاءِ وڏيڪ محبت پيدا ٿي ۽ مان روئي ويٺس. روئندي روئندي ننڊ وٺي ويم. خواب ۾ ڏٺم تہ هڪ شخص ٿي چيو تہ "جيڪڏهن حوض واريءَ موريءَ مان نڪري سگهين تہ نڪري وڃ، ٻيءَ ڪنهن بہ ريت نڪري نہ سگهندين." مان ڏاڍي خوشيءَ مان جاڳي پيس. زال کي چيم تہ "اُنهن پراڻين صندوقن مان ويهي ڪليون ڪڍ." پوءِ مان اُهي ميخون ڪٺي، پهڻ جي ٽڪرن سان پيو موريءَ کي ٽڪيندو هوس. نيٺ هڪ سال تائين اُهو سوراخ ايڏو وڏو ٿي پيو، جو منجهانئس ماڻهو آسانيءَ سان ٻاهر نڪري سگهي. پوءِ مُردن جي پيٽين مان جواهر گڏ ڪري، سندن ڪفن جي ڪپڙن ۾ ٻڌي، اُنهيءَ ڏرڙ مان ٻاهر آياسون. اوڏيءَ مهل ڌڻيءَ پاڪ جا شڪرانا بجا آنداسون. پُٺ کي ڪلهي تي چاڙهي پنڌ پياسون. اِن کي مهينو برابر گذريو. خوف کان شاهي رستو ڇڏي، جهنگ ۽ برپٽ منجهان تاپا ڪائيندا، پئي وياسون. جڏهن بک ٿي لڳي، تڏهن وڻن جا پن پٽي کاڌاسون. تنهنڪري ڪابہ طاقت نہ رهي آهي. ايتريقدر جو گهڙي اڳ ڳالهائي بہ نہ ٿي سگهياسون. منهنجي جيڪا حقيقت هئي، سا سڀ اوهان کي ٻڌائي اٿم."

... مون کي سندن حال تي ڏاڍو ترس آيو. ڪيئن منهنجي

سهنجاري، نوان ڪپڙا ڍڪارايم. پوءِ ان کي ڪٺي پنهنجو نائب مقرر ڪيم."

"هيڏانهن مون کي اُن شهزاديءَ مان ڪيترائي ڀار ٻار پيدا ٿيا، پر ٻچيو ڪوبہ نہ ٿي. آخر هڪڙو ٻار پنجن ورهين جو ٿي مري ويو. اُن ڏک ۾ راڻي بہ مري ويئي. پوءِ مون کي بہ اچي جهوريءَ ورتو. اُن راڻيءَ کان سواءِ مون کي اُهو ملڪ ڇڻ تہ ڪائڻ ٿي لڳو. اُداس ٿي پيس. آخر عجم هلڻ جو ارادو ڪيم. آخر بادشاه کي عرض ڪري، شاه بندر جو عهدو آذربائيجان جي اُن سوداگر زادي کي ڏياريم. انهيءَ وچ ۾ بادشاه بہ مري ويو. ۽ مان هي وفادار ڪتو ساڻ وٺي، سڀ مال ۽ اسباب پنهنجو ڪٺائي، خير سان اچي پنهنجي وطن نيشاپور ۾ پهتس. پوءِ ڏنم تہ هنن ڀائرن جا مون سان آخر تائين برائي پئي ڪئي آهي، تنهنڪري بهتر آهي تہ راز جي ڪنهن کي بہ خبر نہ پوي، تنهنڪري پنهنجو نالو رکايم "خواجہ سگ پرست". اِنهيءَ بدناميءَ ۾ اجا تائين ايران جي سرڪار ۾ ٻيڻو محصول ڀريندو آهيان. اوچتو هي سوداگرزادو اوهان جي شهر جو اُتي آيو، جنهن جي وسيلي اچي اوهان جي قدمبوسي ڪئي اٿم."

تنهن تي مون چيس تہ "تڏهن هي تنهنجو پٽ ڪين ٿئي؟" جواهر فروش جواب ڏنو تہ "جيئندا قبلا! هي منهنجو وارث آهي." هي ٻڌي، سوداگر زادي کان مون پڇيو تہ "تون ڪهڙي سوداگر جو پٽ آهين، ۽ تنهنجا مائٽ ڪٿي آهن؟" تڏهن هن تخت جو پايو چميو ۽ جان جي امان گهريائين ۽ چيائين تہ "مان ٻانهي، سرڪار جي وزير جي ڌيءَ آهيان. منهنجو پيءُ سائين جن جي عتاب هيٺ اچي، اِنهيءَ خواجي جي ڪُتي جي لعلن جي ڪري قيد ۾ پيو آهي. سائينءَ جن جو حڪم هو تہ اِها ڳالهہ جيڪڏهن ٻارهن مهينن ۾ سچي نہ نڪتي، تہ اُن کي قتل ڪيو ويندو. هي ٻڌندي ئي، مان ويس بدلائي، وڃي نيشاپور نڪتيس. پوءِ ڌڻيءَ جي مهربانيءَ سان خواجي ۽ ڪُتي کي لعلن سميت حضور ۾ حاضر ڪيو اٿم. جنهن جو اوهان سڄو احوال روبرو ٻڌو. هاڻي حضور ۾ عرض آهي نہ منهنجي پوڙهي پيءُ کي آزاد ڪيو وڃي."

وزير زاديءَ جو اِهو بيان ٻڌي، سڀيئي حيران ٿي ويا. خواجو ٽڏا شوڪارا ڀرڻ لڳو ۽ بيهوش ٿي ڪري پيو. گلاب ڇڻڪارڻ سان مس مس هوش ۾ آيو. چيائين تہ "افسوس جو منهنجو پنڌ ۽ ڪشالا اجايا ويا. مان هيءُ پنڌ اِنهي اميد تي ڪري آيو هوس تہ هن سوداگرزادي کي پنهنجي گود جو پٽ ڪندس ۽ منهنجي مٺي کان پوءِ هيءُ ئي منهنجو وارث ٿيندو. اِئين البت منهنجو نالو ياد رهندو ۽ هن کي هر ڪو خواجي جو پٽ سڏيندو. ٻُري قسمت منهنجي، جو اِهي سڀ خيال خام نڪتا. هن

وزير زاديءَ مون پوڙهي کي مکر ڪري رولي ۾ وڌو. شايد ماڻهو ائين چوندا تہ خواجو هڪ عورت جي پنيان اٿي هليو هو. خواري بہ ٿي، گهرتڙ ڪان بہ ويس ۽ من جي مراد بہ حاصل نہ ٿي."

مون خواجي جون درد ڀريون دانهون ٻڌي، چيو تہ "اي خواجا، تون دلجاءِ ڪر." پوءِ ويجهو گهرائي، آهستي چيومانس تہ "جيڪڏهن هيءَ عورت آهي تہ فکر نہ ڪر. ڪوشش ڪري، اُن سان تنهنجي شادي ڪرائيندس. خدا جي مهربانيءَ سان توکي اُن مان اولاد ٿي پوندو، جو تنهنجو وارث ٿيندو." هيءَ ڳالهہ ٻڌي، خواجي سانت ڪئي. پوءِ مون حڪم ڪيو تہ "وزيرزاديءَ کي سندس محلات ۾ وٺي وڃو. ۽ وزير کي قيدخاني مان ڪڍي، وهنجاري ۽ خلعت ڍڪائي، مون وٽ جلدي وٺي اچو." جنهن وقت وزير آيو، اُن وقت مان تخت تان لهي اڳيرو ٿي، سندس استقبال ڪيو، ۽ پنهنجو بزرگ سمجهي، کيس ڀَڪُر لاتو. نئين سر کيس وزارت جو قلمدان سپرد ڪيم. خواجي کي بہ جاگير ۽ منصب ڏنم، ۽ نيڪ ساعت ڏسي، وزيرزاديءَ سان سندس نڪاح ڪيم.

ڪيترن سالن ۾ خواجي کي بہ پٽ ۽ هڪ ڌيءَ ڄايا. جن مان سندس وڏو پٽ ملڪ التجار آهي ۽ ننڍو پٽ اسان جي سرڪار ۾ عهديدار آهي. اي درويشو! مان هيءَ حقيقت انهيءَ لاءِ اوهان جي سامهون ڪئي، جو ڪلهہ رات ٻن فقيرن جي سرگذشت ٻڌي چڪو آهيان. هاڻي بہ باقي رهيا آهن، اُهي هن جاءِ کي پنهنجو گهر سمجهي، بنا ڪنهن وسواس جي پنهنجي حقيقت مون کي ٻڌائين، ۽ اوهان ڪجهہ وقت مون وٽ رهي پئو.

فقيرن بادشاهہ جي اهڙي خاطرداري ڏسي، چيو تہ "جيڪڏهن اوهان جي اسان پينارن سان محبت آهي، تہ هي ٻہ بہ هاڻي پنهنجي ماجرا بيان ڪن ٿا."

# ٽئين درويش جو سير

ٽيون فقير گوڏو ڪوڙي پنهنجي سير جو بيان هيئنءَ ريت ڪرڻ لڳو:

يارو، هيءَ درد واري منهنجي آهي ماجرا،
ڇاڇا عجب عجائب ڏيڪار يا خدا!
بيشڪ هي عشق آفت بڇڙي بري بلا،
ويڇهو ويهاري دل ۾ پوءِ تو ڏئي ڏڪا.

- هيءُ غلام تابعدار عجم جو شهزادو آهي. منهنجي پيءُ کي مون کان سواءِ ٻيو ڪو اولاد نہ هو. مان جڏهن جوانيءَ ۾ آيس، تڏهن هڪجيڏهن يارن سان پاڻ وندرائڻ لاءِ شطرنج کيڏندو هوس ۽ پلن گهوڙن تي سوار ٿي گهمندو هوس. شوق ۽ شڪار ۾ مشغول رهندو هوس. هڪڙي ڏينهن گهوڙن کي سنجائي، تيار ڪرائي، دوستن کي وٺي، ميدان جي طرف نڪتس. باز، شڪرو، جره ۽ سرخاب، تترن تي اڏائيندو، پري نڪري ويس. هڪ عجيب بهار پريل ٽڪرو نظر آيو. جيڏي بہ نظر ٿي ويئي، ڪوهن تائين سبز ۽ گلن سان زمين لعل نظر ٿي آئي. هيءُ نظارو ڏسي، گهوڙن جون واڳون ڍريون ڪيونسين. قدم قدم سير ڪندي ٿي وياسون. اوچتو اُن ميدان ۾ ڏٺم تہ هڪ ڪارو هرڻ، جنهن تي زربفت جي جُهل پيل هئي ۽ ڳچيءَ ۾ زريءَ سان پريل پٽو، جنهن تي سونا گهنگهرو جڙيل هئا، نهايت آرام سان، جت نہ انسان هو نہ پکي پر هٽي ٿي سگهيو، پئي ٿي گهميو ۽ چريو. اُهو اسان جي گهوڙن جي سنبن جو آواز ڪان چوڪنو ٿيو، ۽ مٿي کي ڪنيائين ۽ هوريا هوريا هلڻ لڳو.

مون کي اُن جي ڏسڻ سان دل ۾ عجيب شوق پيدا ٿيو. پنهنجي رفيقن کي چيم تہ "اوهان اتي ترسو، مان هن کي جيئرو وٺندس، خبردار متان توهان قدم اڳتي کنيو آهي! منهنجي پوٺتان بہ نہ اچجو." گهوڙو، جو منهنجي هيٺان هو، سو پکيءَ کان تيز، ۽ جنهن کيئي دفعا تکو ڊوڙي، مون کان هرڻ شڪار ڪرايا هئا. اُن جي پويان ڊوڙايم. هُن بہ ٽپا ڏيڻ شروع ڪيا ۽ تيز ٿي ويو. منهنجو گهوڙو بہ هوا سان ڳالهيون ڪري رهيو هو، پر اُن جي مٽيءَ کي بہ پهچي نہ سگهيو. ويچارو پگهر پگهر ٿي ويو. منهنجي ڇپ بہ پياس کان تارونءَ سان لڳي پيئي. آخر منهنجو ڪوبہ وس نہ هليو. شام ٿيڻ لڳي، مون کي تہ ڪابہ خبر نہ پيئي تہ ڪٿان کان ڪٿان اچي نڪتو آهيان؟ اتي اُهو هرڻ وري نظر آيو. جهٽ پٽ ڪمر مان تير ڪڍي ڪمان کي ڪشي،

ڏاڙھيءَ کي سنيالي، ڇتائي ھيومانس، جو وچي ٽنگ ۾ لڳس ۽ ھو منڊ ڪائيندو منڊڪائيندو. وچي ھڪڙي جبل جي پاڙ ۾ پھتو. اُتي مان بہ پيادو ٿي، گھوڙي کي واڳ کان وٺي، پنيان پيومانس. تان جو ھُو ڏونگر کان ھيٺ لٿو. مان بہ جبل تان ھيٺ لھندو چڙھندو پٺي ويس، تہ ايتري ۾ پري کان ھڪ قبو ڏٺم. جڏھن نزديڪ ويس، تڏھن اُتي ھڪڙو باغيچو ۽ حوض نظر ۾ آيو. اِتي ھرڻ منھنجي نگاھ کان غائب ٿي ويو. مان ڏاڍو ٿڪل ھوس. اُتي ويھي ھٿ منھن ڌوئڻ لڳس. ايتري ۾ قبي مان روئڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. پارانا بہ پئي آيا تہ "ٻچڙا، جنھن توکي تير ھنيو آھي، تنھن جي جگر ۾ شال منھنجي دانھن جا تير لڳندا! شال جواني نہ ماڻيندو! خدا ڪندو، جو مون وانگر پيو ڏجھہ ڏسندو!" مان ٻڌندي ئي اُتي اوڏانھن ھليس. ڇا ڏسان تہ ھڪ پير مرد سفيد ريش پورا پنا ڪپڙا ڍڪيو، ھڪڙي گاديءَ تي چڙھيو وينو آھي، ۽ ھرڻ سندس اڳيان ليٽيو پيو آھي. پاڻ ھرڻ جي ٽنگ مان تير ڪڍي رھيو آھي ۽ پاراتا پيو ڏئي. مون وچي نئڙت سان سلام ڪيس، ۽ ھٿ ٻڌي، چيومانس تہ "سائين منھنجا، ھيءَ خطا ازخود يا ڄاڻي ٻجھي نہ ٿيل آھي. مون کي اوھان جي سُڌ نہ ھئي. الله لڳ معاف ڪريو." چيائين تہ "تون ھن بي زبان گگدام حيوان کي ڏک ڏنو آھي. پر جيڪڏھن توکان غلطي ٿي ويئي آھي، تہ خدا توکي معاف ڪندو." اِتي مان بہ وچي پرسان وينو مانس، ۽ ھرڻ جي ڄنگھہ مان تير ڪڍايومانس، ۽ پوءِ ڦٽ تي مرھم پٽي ڪري ڇڏيمانس. پير مرد ھٿ صفا ڪري، جيڪي حاضر ھوس، مون کي کائڻ لاءِ ڏنو. مان کائي پي ڍءُ ڪري، ھڪڙي کٽ پيئي ھئي، اُن تي ليٽي پيس. ننڊ ۾ اِئين ئي ٿي سمجھيم تہ ڪٿان روئڻ جو آواز ٿو اَچي. ڇڻ تہ ڪو پارَ پيو ڪڍي.

اکيون پٽي جان ڏٺم، تہ نہ اُھو پريو مڙس نظر آيو نہ ھرڻ! فقط مان اَڪيلو کٽ تي سمھيو پيو آھيان ۽ سڄي جاءِ خالي آھي. مان اُتي ڇٺن ئي پاسي ڳولا ڪرڻ لڳس. آخر ھڪ پاسي نظر پئي، ھڪ در ڏٺم، جنھن تي ڇپري پيل ھئي، اھا ڇپري مٿي ڪري، دروازو کولي ڏٺم تہ ھڪڙو تخت وڇايل آھي، جنھن تي ھڪ نوجوان نينگر تيرھن چوڏھن ورھين جي عمر جي پريءَ کان صورت ۽ شڪل ۾ وڌ، جنھن جون ٻيئي چوٽيون ٻنھي پاسن کان کُلي پيون آھن ۽ منھن پيو مرڪيس، قيمتي نازڪ پوشاڪ پھريل، ڏاڍي ناز سان ويٺي آھي ۽ پيئي ٿي نھاري! ھُو پير مرد سندس پيرن تي سَر رکيون زار زار روئي رھيو آھي. مان اُن پريءَ جي من موھڻي صورت ڏسي، اچرج ۾ اچي، بي سرتو ٿي ڪري پيس. ھن پير مرد مون کي بيھوش ڏسي، ھڪدم گلاب

ڇڻڪاري هوش ۾ آندو. پوءِ مان اُن دلدار جي سامهون وڃي سلام ڪيو. پر نه هن هٽ ٿي ڪنيو، نه چپ ٿي چوريو. مون چيومانس ته "اي دلبر، ايڏو فخر! سلام جو جواب نه ڏيڻ ڪهڙي به مذهب ۾ روا نه آهي. اگرچه نه ڳالهائڻ به هڪ ناز آهي، پر اهڙو ستم ته ڪٿي نه ڏٺم. هاڻي اُنهيءَ خدا جي نالي، جنهن توکي پيدا ڪيو آهي، ڪي ته واتئون ڪُڇ! زبان کول! مان به قسمت سانگي اچي هت نڪتو آهيان. مهمان جي خذمت ڪرڻ فرض آهي." مون ڪيتريون ئي منٿون ڪيون، پر قبول نه پيون. ماٺ ڪري بُت وانگر ويٺي رهي. تڏهن مون اڳتي وڌي، پير کي هٿ لاتومانس، ته سخت لڳو. سمجهيم ته نازنين پٿر مان ٺهيل آهي يا پنڊ پاهڻ آهي. مون هن پير مرد کي چيو ته "مون تنهنجي هرڻ جي ٽنگ زخمي ڪئي، پر تنهنجي زبان جي نيزي منهنجي اندر ٿي چيري وڌو آهي. بيشڪ تنهنجي بد دعا مون کي لڳي ويئي. پر هاڻي مهرباني ڪري ٻڌاءِ ته هيءَ طلسم ڪيئن ٺهيو آهي، ۽ تون وسندي ڇڏي، ڇو اُچي رڻ ۾ رُليو آهين؟ جيڪي توسان ٿي گذريو آهي، سو سربستو ٻڌاءِ. مون جڏهن هن کي گهڻي آزي ڪئي، تڏهن هُن جواب ڏنو ته "اِنهيءَ ڳالهه تان لهي وڃ. توکي به برباد ۽ هلاڪ ٿيڻ تي شوق ٿيو آهي ڇا؟ شال رب پاڪ هر ڪنهن کي عشق کان بچائي. هن برهه ڪيڏيون نه هچائون ۽ بلائون پيدا ڪري ڇڏيون آهن. فرهاد ۽ مجنون جو قصو ته عام آهي. توکي هن نئين قصي جي ٻڌڻ مان ڪهڙو فائدو ٿيندو؟ ناحق گهر ٻار، دولت ۽ دنيا کان وڃڙي ويندين." مون ترش ٿي، جواب ڏنومانس ته "پنهنجي دوستيءَ جو گهڻو اظهار نه ڪر. جيڪڏهن توکي جان پياري آهي ته صاف ڇٽي ڏي!" لاچار ٿيو، ۽ سندس اکين ۾ ڳوڙها ڀرجي آيا، ۽ چوڻ لڳو ته-

## قصو نعمان سوداگر ۽ فرنگ جي شهزاديءَ جو

"هن عشق جي آزاريل جو نالو نعمان آهي. مان هڪ وڏو واپاري هوس. سوداگر هئڻ ڪري، سڄيءَ دنيا ۾ پيو ڦرندو هوس، ۽ اڪثر بادشاهن سان واقفيت هيم. هڪ ڀيري دل ۾ خيال آيم ته جهان جا چارئي طرف گهميو آهيان، مگر فرنگ جو بيٽ اکين سان نه ڏٺو اٿم. اِهو ملڪ به ڏسان ته بهتر. دوستن سان صلاح ڪري، اوڏانهن وڃڻ جو ٺهراءُ ڪيم. پوءِ جيڪي شيون اُتي گهربل ۽ اڻ لڀ هيون، سي سڀ خريد ڪيم. ۽ هڪڙي وڏي ٽولي سوداگرن جي گڏ ڪري، جهاز تي چڙهي روانا ٿياسين. واءُ سٺائو هو. سو هڪ مهيني ۾ وڃي اتي پهتاسون. شهر ۾ رهڻ لاءِ جاءِ مسواڙ تي ورتيسون. شهر عجيب ۽ ڇهڇٽي وارو نظر آيو. ڀيو ڪو به شهر اُن جهڙو عمدو ۽

سهڻو مون اڳي ڪڏهن ڪونہ ڏٺو هو. ڇا بازار، ڇا گهٽيون ۾ فرش لڳل، مطلب تہ هر طرف عجب بهاري ٿي نظر آئي. صفائي ۽ سٿرائي تہ ايڏي اعليٰ هئي، جو ڪٿي بہ گند ۽ غلاظت جو ذرو بہ نظر نہ ٿي آيو. رنگ برنگ عمارتون ٿي ڏٺيون، جن جي رستن تي رات جو قدم قدم تي روشني جو بندوبست موجود هو. شهر جي پسگردائيءَ ۾ چوڌاري باغ ٿي ڏٺا، جن ۾ عجب گلن جا ٻوٽا ۽ ميويدار وڻ هئا، جن جي سُڳنڌ ڪان دماغ معطر ٿي ٿي ويو. جيڪڏهن مان اُن کي زمين تي بهشت چوان تہ برابر ٿيندو.

"جڏهن شهر ۾ خبر پيئي تہ واپارين جو قافلو اچي شهر ۾ لٿو آهي، تڏهن معتبر نمائندو، گهوڙي تي سوار ٿي، اسان وٽ آيو ۽ پڇيائين تہ توهان جو سردار ڪير آهي؟ سڀني مون ڏانهن اشارو ڪيس. اُهو شخص مون وٽ آيو. مون سندس گهڻي عزت ڪئي. مٿاهينءَ جاءِ تي ويهاري پڇيومانس تہ "ڪهڙيءَ ريت اچڻ ٿيو آهي؟" جواب ڏنائين تہ "شهزاديءَ ٻڌو آهي تہ سوداگر آيا آهن، جي پاڻ سان گهڻوئي سامان کڻي آيا آهن. اُن ڪري مون کي حڪم ٿيو آهي تہ وڃي اُن قافلي جي سردار کي وٺي اچ. هاڻي جو ڪجهہ بادشاهن جي لائق اسباب هجي، اُن ساڻ کڻي، سرڪار جي چانئٺ چمڻ جي سعادت حاصل ڪر."

"چيومانس تہ "اڄ تہ ٿڪ جي ڪري هلي نہ سگهندس. سڀاڻي جان ۽ مال حاضر آهي. جو ڪجهہ هن مسڪين وٽ موجود آهي. هلي نذر ڪندس." هي وعدو ڪري ۽ ڪيس عطر ۽ پان سان خوش ڪري، ڪانئس موڪلايم. پوءِ رفيقن کي سڏي، جيڪي سوکڙيءَ جهڙيون شيون وٽن موجود هيون، سي وٺي گڏ ڪيم. جيڪي مون وٽ هيو، سو سنڀاري رکيم. صبح جو سوير ڪيل انجام موجب، شاهي محل جي دروازي تي وڃي پهتس. دربانن منهنجي خبر اندر پهچائي. اُهو ساڳيو نمائندو نڪري آيو، ۽ منهنجو هٿ هٿ ۾ وٺي، گهڻيءَ تعظيم سان اندر وٺي هليو. اي دوست، اندر وڃي ڇا ڏسان تہ ڇڻ پرين جا پر ڪاٽي، اُتي کين ڇڏيو ويو آهي. جنهن طرف نهاريم ٿي، نظر کپي ٿي ويئي ۽ ٻئي پاسي ڏسڻ جي خواهش ئي نہ پئي ٿي. عقل ۽ هوش ڇڏائجي ويو. بيهوش ٿي ڪرڻ تي هوس، پر جيئن تيئن پاڻ سنڀالي وڃي شهزاديءَ جي سامهون ٿيس. ڏسندي ئي ڏند چپن سان لڳي ويا، غشيءَ جو دورو پوڻ لڳو ۽ عضون ۾ ڏڪٽي پيدا ٿي ويئي. ڏاڍي همت ڪري پاڻ هوش ۾ رکيم ۽ نوڙي سلام ڪيم.

"ٻنهي طرفين، سڄي ۽ کٻي، قطار در قطار، نازنين ۽ مهجبين تخت جي سامهون

هٿ ٻڌيون بيٺيون هيون. مون جيڪي لعل، زمرد، ياقوت، جواهر ۽ عمدا عمدا ڪپڙا آندا هئا، سي سيٺيءَ پيش ڪيم. جيڪو بہ سامان تي ڏيکاريم سو پسند ٿي آيس. خوش ٿي سمورو مال خزانچيءَ جي حوالي ڪيائين ۽ حڪم ڏنائين تہ "هن جي قيمت تنهنجي چوڻ موجب سڀاڻي توکي ملي ويندي." مون سلام ڪيو. دل ۾ خوش ٿيس تہ هئي ڏينهن بہ ڏسڻ جو موقعو مليو. جڏهن ٻاهر آيس، تہ چرين وانگر بڪڻ لڳس. نيٺ انهيءَ حال ۾ پنهنجي جاءِ تي آيس. پر منهنجون تہ وايون ولڙيون ۽ حواس گم ٿي ويا. سيٺيءَ رفيق پڇڻ لڳا تہ "توکي ڇا ٿي ويو آهي؟" مون جواب ڏنو تہ "ڪجھ پنڌ ۽ گرميءَ ۾ اچ وڃ سبب دماغ تي حرارت چڙهي ويئي آهي، ٻيو سڀ خير آهي." اُها رات لڇندي لڇندي گذاريم. صبح ٿيو تہ وڃي حاضر ٿيس. وري بہ اُن ساڳيءَ محلات ۾ ويس. منهنجي اُها ئي ساڳي حالت ٿي ويئي. اڪيون اُتي ئي اڪيل هيون. بادشاهزاديءَ هيءَ ڏسي، سڀني حاضر ٻانهين کي ڪنهن نہ ڪنهن ڪم تي موڪلي ڏنو. جڏهن اڪيلي ٿي تہ خلوت ۾ ويئي ۽ مون کي سڏيائين. مان اندر ويس تہ ويهڻ جو حڪم ڪيائين. مان گهڻي ادب سان ويٺس. چيائين تہ "هتي تون سامان کڻي آيو آهين، اُن جو فائدو ۽ نفعو گهڻو وٺندين؟" مون عرض ڪيو تہ "مون کي رڳو اوهان جي ديدار جي سڪ هئي، سا ڏٺيءَ پوري ڪئي. جيڪا قيمت مون لکي آهي، سا حقيقتي قيمت کان ٻيڻي آهي- جيئن تہ اُن ۾ اَڌ آهي خريدي ۽ اڌ آهي نفعو." چيائين تہ "جيڪا قيمت تو لکي آهي، سا سموري توکي ملندي، بلڪ انعام بخشش ان کان وڌيڪ، مگر هن شرط تہ هڪ ڪم اٿم، جيڪڏهن تون اُن کي ڪري سگهين!"

"مون چيو تہ "مان حاضر آهيان. هي منهنجو ساهہ بہ جي سرڪار جي ڪم اچي تہ مان پنهنجو وڏو نصيب سمجهندس. اِئين چئي، مس قلم کڻي، هڪ ڪاغذ تي ڪجھ لکي، موتين سان مڙهيل دٻليءَ ۾ وجهي، ريشمي رومال ۾ ويڙهي، منهنجي حوالي ڪيائين. هڪڙي منڊي هٿ مان لاهي نشانيءَ لاءِ پڻ ڏنائين، ۽ چيائين تہ "شهر جي ساڄي پاسي هڪڙو باغ اٿيئي، جنهن جو نالو "دلڪشا باغ" آهي، اُتي وڃج. سندس دروازي تي ڪيخسرو نالي دربان ويٺو آهي، تنهن کي هيءَ منڊي ڏيئي منهنجي طرفان سلام ڏج. هن خط جو جواب ڪانئس وٺي جلدي موٽج. جيڪڏهن ڪاڏو اُتي کائين تہ پاڻي هتي اچي پيئج. هن ڪم جو انعام مان توکي ايترو ڏينديس، جو تون پاڻ ڏسندين." مان موڪلائي روانو ٿيس. ڏس پڇائيندو ٿي ويس. نيٺ اُن باغ جي ويجهو پهتس. اُتي هڪ سپاهي، جو هٿيار پنهوار پهريل هو، مون کي وٺي دربار وٽ

آيو. ڇا ڏسان تہ هڪڙو شخص شينهن جهڙو، رُڪ جي زرهہ پهريل ۽ رُڪ جي ٽوپي متي تي رکيو، سوني ڪرسيءَ تي ويٺو آهي. سندس سامهون پنج سوء سپاهي هٿيارن سان حاضر بيٺا آهن. مون کيس سلام ڪيو. هن مون کي پاڻ وٽ سڏيو. اُها منڊي ۽ ريشمي رومال مون کيس ڏنو. اُن سان گڏ مون کيس خط جي اٽڻ جو بہ احوال ڪيو. هُن پڙي مون ڏانهن ڏنو، ارمان ڪيو، ۽ ڪنڌ ڌوڻي چيائين تہ "افسوس آهي، جو اڄ اجل توکي هتي ڇڪي آندو آهي. خير، باغ جي اندر گهڙي وڃ، اُتي هڪ سَرو جي وڻ ۾ هڪڙو وڏو پڃرو لٽڪيل اٿيئي، جنهن ۾ هڪڙو جوان قيد آهي، اُن کي اِهو پرزو ڏيئي، جلد جواب وٺي، پنهنجي موٽڻ جي ڪر." مان جلدي جلدي اُن باغ ۾ ويس. اُن باغ جي ڪهڙي واکاڻ ڪريان، ڄڻ تہ جيئرن لاءِ خدا جهان ۾ڪٽي بهشت پيدا ڪيو هو. سيڪو ٽڪر باغ جو قسمين قسمين گلن سان پٽي تي ٻهڪيو. ڦوهارن مان پاڻي ٽي نڪتو ۽ عجيب عجيب پکين پنهنجيون مٺڙيون ۽ وڻندڙ لاتيون پئي ڪيون. اڳتي وڌيس تہ هڪڙو سَرَو جو وڻ ڏٺم، جنهن ۾ اُهو پڃرو ٽي لٽڪيو، جنهن ۾ اُهو جوان وينل نظر آيو. مون ادب سان نوڙي سلام ڪيو ۽ اُهو ريشمي رومال پڃري ۾ کيس پهچائي ڏنم. جوان اُهو رومال وٺي، ڪاغذ کولي پڙهڻ لڳو. مون کان ويڳاڻن وانگر راڻيءَ جو احوال پڇڻ لڳو. اسان اڃان ڳالهين ۾ هئاسين تہ هڪ فوج حبشين جي اُچي مٿان پيئي. مون کي چوڌاري، ويڙهي ويئي ۽ تلوارون جو وسڪارو ٿيڻ لڳو. اڪ ڇنپ ۾ مون کي زخمي ڪري وڌائون. پوءِ مون کي ڪابہ سڌ نہ رهي، مان بي سُرت ٿي ڪري پيس، ڄڻ تہ مري ويو آهيان. ڪجهہ وقت کان پوءِ جڏهن هوش ۾ آيس، تڏهن ڏٺم تہ مون کي کٽولي تي کنيو ٿا وڃن، ۽ اُهي ماڻهو چوندا ٿا وڃن تہ "هن مردي کي کٽي ٿا کڏ ۾ اُڇلايون. پلي تہ ڪُتا ۽ ٻلا ۽ ڳجهيون کيس کائي وڃن." هڪ چيو تہ "جيڪڏهن اها خبر بادشاه کي پوي تہ اسان جي ڪَل بُهہ سان پرائي ڇڏي." مون هيءَ گفتگو ٻڌي هنن کي چيو تہ "ڌڻيءَ جي نالي ٻاجهہ ڪري مون کي ڇڏي ڏيو. مون کي اڃا حياتي آهي. جيڪڏهن مئل هجان ها تہ پوءِ تہ توهان بيڏوها هئا. مهرباني ڪري ٻڌايوم تہ مون کي ڪهڙي خطا تي آهي، جنهن ڪري هن حال کي پهتو آهيان؟" هنن کي منهنجي حال تي رحم آيو. ۽ چيائون تہ "هو نوجوان جو پڃري ۾ آهي، بادشاه جو ڀائٽيو آهي. هن جو پيءُ، جو بادشاه جو، مرڻ مهل پنهنجي ڀاءُ کي چيو هو تہ "هي منهنجو پٽ وارث آهي، جو اُڃا ننڍو آهي ۽ بادشاهي هلائڻ لائق نہ آهي، جيستائين جوان ٿئي تہ پنهنجي نياڻي کيس پرڻائي، سندس سڄي سلطنت کيس موٽائي ڏج." اِها



- هڪ فوج حبشين جي اچي متان پيئي.

وصيت ڪري ٿوري وقت کان پوءِ بادشاه مري ويو. سندس چاچي پياءُ جي وصيت تي ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو پر اُلٽو پائنئي کي چريو مشهور ڪري، پڃري ۾ بند ڪري ڪٽي هن باغ ۾ رکيو اٿس، جتي پکيءَ کي بہ پر هڻڻ جي طاقت نہ آهي. ڪيترائي پيرا ڪيس زهر ڏياريو اٿس. پر ڏٽيءَ جي طرفان ڪا وڏي عمر اٿس، جنهنڪري جو ڪوبہ اثر مٿان نہ ٿو ٿئيس. هاڻي، اُها شهزادي، جا اُن جي نالي ۾ وينل آهي، سندس عاشق آهي. هوءَ گهر ۾ ويٺي ڦٿڪي ٿي ۽ هيءُ پڃري ۾ پيو ڦٿڪي. اڄ تنهنجي ڪاغذ آڻڻ جي خبر بادشاه جي ڪن وڃي پيئي، جنهن فوج چاڙهي موڪلي، جنهن توکي زخمي ڪري ڇڏيو. هاڻي هن پڃري واري شهزادي جي مارائڻ لاءِ وزير سان صلاح ڪئي اٿس، جنهن نمڪحرام بہ ساڻس هائو ۾ هائو ڪئي آهي. شايد هوءَ شهزادي خود پنهنجي هٿن سان ڪيس قتل ڪندي."

"مون چيومانِ تہ "مان بہ اوڏانهين ويندس. پلي تہ منهنجو موت ڇو نہ ٿئي، مگر مان اِهو تماشو ضرور ڏسندس." تنهن تي هنن مون کي ڦٽو ڪيو، ۽ مان رڙهي رڙهي ڪنهن طرح وڃي تماشہ گاه ۾ پهتس، ۽ وڃي هڪ ڪنڊ ۾ وينس. مون ڏٺو تہ تخت تي بادشاه وينل هو ۽ اُن نازنين جي هٿ ۾ اُگهاڙي ترار هئي. شهزادي کي پڃري مان ٻاهر ڪڍي بيهاريو ويو. اُتي شهزادي جلاد وانگر پنهنجي عاشق کي مارڻ لاءِ وڌي. جڏهن سندس ويجهو آئي، تہ ترار يڪدم هيٺ اُڇلائي، وڃي اُن دوست جي ڳچيءَ ۾ ٻاڪر وڌائين. هي ڏسي اُن بدبخت شهزادي چيو تہ "مان هن موت تي راضي آهيان. هتي بہ تنهنجي يادگيري آهي ۽ هُتي بہ تنهنجي يادگيري رهندي." شهزاديءَ چيو تہ "مان فقط اِنهيءَ طريقي سان توکي ڏسڻ لاءِ آئي آهيان." بادشاه هي نظارو ڏسي، سخت ڪاوڙ ۾ پرجي ويو، ۽ وزير کي چيائين تہ "شايد تو مون کي هن تماشي ڏيکارڻ لاءِ اُچي هتي ويهاريو آهي!" وزير ڪاوڙجي، ترار کڻي، اُن شهزادي کي مارڻ لاءِ هليو. ايتري ۾ اوچتو هڪ تير اُچي ڪاپار ۾ لڳس، جنهنڪري هُو ڪري پيو. بادشاه هيءَ حالت ڏسي، اُن شهزادي کي وري پڃري ۾ بند ڪري، باغ ڏانهن ڏياري موڪليو. مان اُتان رڙهندو ٻاهر ٿيس ۽ بادشاهزاديءَ جو هڪ موڪليل ماڻهو مون کي پاڻ سان وٺي وڃس ويو. شهزاديءَ هڪ جراح کي سڏايو ۽ ڪيس منهنجي علاج لاءِ مقرر ڪيو ۽ ڪيس وڏي انعام جو وعدو ڪيو.

"مان ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ شفاياب ٿيس. شهزاديءَ ۽ رب پاڪ جا شڪرانا ڪيم. شهزاديءَ جراح ۽ مون کي وڏو انعام ڏيئي رخصت ڪيو. مان پنهنجي سيني

ساٿين سان روانو ٿيس. جڏهن هن جاءِ تي سهڙياسون، تڏهن سپني کي چيم تہ "اوهان پنهنجي وطن وڃو. مان هتي ئي رهندس." پوءِ شهزاديءَ جي صورت ناهي هتي رهي پيس. نوڪرن کي هيترو چيم تہ "جيستائين مان جيئرو رهان، منهنجي قوت جي پرگهور لهندا ڪجو." هاڻي هُو پنهنجي نمڪ حلاليءَ سان منهنجي کاڌي ۽ خوراڪ جي خبر گيري ڪندا رهن ٿا. مان هميشہ هن بت جي پوڄا ۾ مشغول آهيان. هيءَ آهي منهنجي سرگذشت جا تو ٻڌي."

اي فقيرو مان هن قصي کي ٻڌندي ئي ڪفني ڳچيءَ ۾ وجهي، وڏي شوق مان فرنگ جي ملڪ ڏسڻ لاءِ روانو ٿيس. ڪيتري وقت کان پوءِ جهنگ ۽ جبلن جو سير ڪندي، مجنون ۽ فرهاد جي صورت بڻجي ويس. نيٺ وڃي اُن شهر ۾ پهتس. گهٽين ۾ ڇرين وانگر پيئي گهميس. شهزاديءَ جي محلات جي آسپاس پيئي ٿي رليس، پر اُن تائين پهچڻ جو ڪوبہ وسيلو نظر نہ ٿي آيو. عجيب حيراني هئي. جنهن لاءِ هيڏو پورهيو ڪري آيو هوس، اُهو مطلب هٿ ئي نہ آيو. هڪ ڏينهن بازار ۾ ويٺو هوس، تہ هڪدم ماڻهو ڀڄڻ لڳا. دڪاندار دڪان بند ڪري هليا ويا. يا تہ هوءَ رونق هئي، يا تہ چوڌاري ويراني ٿي ڏني. ايتري ۾ هڪ رستم جهڙو جوان، جنهن جي ڇاتي شينهن وانگر ٿي ڏني، ٻن هٿن سان هوا ۾ تلوار هڻندو ٿي آيو. سندس بدن تي فولادي زره چڙهيل هئي، مٿي تي هول ۽ ڪمر ۾ طمنچو ٿي لڙڪيس. نشئيءَ وانگر بڪندو ٿي ويو. سندس پويان ٻہ غلام هئا، جن کي بنات جي پوشاڪ پهريل هئي، جي هڪ تابوت کي کنيو ٿي ويا، جنهن تي ڪاشاني بخمل جو پوش چڙهيل هو.

مون هي تماشو ڏسي، اُن سان گڏجي وڃڻ جو ارادو ڪيو. جنهن بہ ماڻهوءَ جي مون تي نظر پيئي، اُن مون کي ائين ڪرڻ منع ٿي ڪئي. مگر مان ڪين ٻڌڻ وارو نہ هوس. هلندي هلندي هُو جوانمرد هڪ عاليشان مڪان ڏانهن هليو. مون بہ سندس پٺ ورتي. هُن ڦرندي ئي گهريو ٿي تہ مون کي ترار سان ٻہ ٽڪر ڪري، تہ مون چيومانس تہ "مان بہ اهو ئي ٿو چاهيان. مون توکي پنهنجو خون معاف ڪيو. مون کي ڪنهن بہ ريت هن عذاب جي زندگيءَ کان ڇڏاءِ، ڇو تہ مان اُن کان بيحد تنگ آهيان. مان ڇاٽي ٻجهي تنهنجي سامهون آيو آهيان. دير نہ ڪر." مون کي مرڻ لاءِ تيار ڏسي، خدا سندس دل ۾ رحم وڌو ۽ ڪاوڙ ڍري ٿي ويس. نهايت توجهہ ۽ مهربانيءَ سان پڇيائين تہ "تون ڪير آهين، ۽ ڇو پنهنجي زندگيءَ کان بيزار آهين؟"

مون چيس تہ "ويهو تہ پنهنجو احوال اوهان کي ٻڌايان. منهنجو قصو وڏو آهي.

مان ڪنهن جي محبت جي آزار ۾ اڙيل آهيان. تنهنڪري بيوس آهيان." اهو ٻڌي هُو ويهي رهيو. هٿ منهن ڌوئي ڪجهه ڪاڌائين ۽ مون کي کائڻ لاءِ ڏنائين. جڏهن خلاصا ٿي ويناسون، تڏهن مون سمورو احوال نعمان سوداگر جو ڪري ٻڍايومانس ۽ پنهنجي شڪار تي وڃڻ جو ذڪر ٻه ڪيومانس. ٻڌي اکين ۾ پاڻي آنڌائين. چيائين ته "نراس نه ٿيءُ. اُميد ته تون منهنجي مدد سان پنهنجي مطلب کي حاصل ڪندين." حجام کي حڪم ڪيائين، جنهن منهنجي سنوارت ناهي، مون کي وهنجاري سهنجاري، ۽ عمدي پوشاڪ پهرائي، اُن شخص جي سامهون پيش ڪيو. هن چيو ته "هي لاشو جو تو ڏٺو، سو اُن شير شهزادي مرحوم جو آهي، جو باغ جي اندر پڃري ۾ بند هو. اُن کي آخر ٻئي وزير فريب سان ماري وڌو. مون اُن جي پالنا ڪئي هئي. مون ٻه ان وزير کي اُڪٽ ماري وڌو. بادشاه کي مارڻ لاءِ ويس، پر هُو اڃي ششدر ٿيو. قسم کڻي چوڻ لڳو ته "مان بيڏوهي آهيان. مون کي اُن واقعي جي ڪابه خبر نه آهي. مون ان کي نامرد سمجهي ڇڏي ڏنو. اُن وقت کان وٺي اڄ تائين، منهنجو اهو ڪم آهي ته هر ماه جي پهرين جمعي تي اِنهيءَ تابوت کي انهن ٻن ٻانهن کان کڻائي، انهيءَ شهر ۾، اُن شهزادي جو ماتم ڪندو آهيان." شهزادي جي موت جو ٻڌي ارمان ٿيم. سندس ڳالهه ٻڌي پڪ ٿيم ته هيءُ مون سان هاڻي ضرور مدد ڪندو ۽ سندس ئي هٿان منهنجو مطلب پورو ٿيندو. سچ آهي ته رب راضي ته ڇا ڪري ملا قاضي.

جڏهن سج لٿو ته هن جوان هڪڙي ٻانهي جي مٿان تابوت لاهي منهنجي مٿي تي رکيو ۽ پاڻ سان وٺي هليو. چيائينم ته "هاڻي هلان ٿو شهزاديءَ وٽ، تنهنجي پارت ڪندومانس. تون اُتي نه ڪڇج. ماٺ ڪري وينو ٻڌج." مون عرض ڪيومانس ته "تنهنجي حڪم مطابق هلندس، ڪڏهن ٻه غافل نه رهندس." پوءِ هُو جوان شاهي باغ ڏانهن هليو. جڏهن اندر ٿياسون، تڏهن اُتي هڪ بنگلو سنگ مرمر جو نظر آيو، جنهن جي چوڌاري عجيب باغ رکيل هو. هڪ تخت تي اطلسي گادي هئي، جنهن تي وهاڻا رکيل هئا. سڄو تخت هيرن ۽ جواهرن سان جڙيل هو. هُن جوان اُهو تابوت اُتي رکايو ۽ اسان کي چيائين ته "وڃي وڻن هيٺ لڪو." اسان وڃي لڪاسون. ٿوريءَ دير کان پوءِ شمعدان، مشعل ۽ شمعون روشن نظر آيون. راڻي ڪيترن سهيلين ۽ ٻانهين سان اُتي آئي ۽ ايندي ئي تخت تي ويٺي. هُو جوان ادب سان هٿ ٻڌي بينو ۽ پوءِ تخت کان گهڻو پري نياز سان ويهي رهيو. فاتحه پڙهي، دعا گهري، پاڻ ۾ ڳالهيون ٻولهيون ڪرڻ لڳا. مون ٻه پئي اُنهن جون ڳالهيون ٻڌيون. هن جوان چيس ته "ڏاڍي شال اوهان

ڪي سلامت رکي، التجا آهي تہ هڪڙو عجم جو شهزادو، اوهان جي نيڪيءَ جي واڪاڻ ۽ سونهن جي صفت ٻڌي، پنهنجي بادشاهي ڇڏي، ڏک ڏاڪڙا سهي، هتي اچي سهڙيو آهي. هُو اوهان جي سِڪ ۾ سڙي ۽ ڳري پيو. اوهان ڪان سواءِ ٻي ڪابہ وائي وات ڪانہ آهيس. مون ڪيس چڱيءَ ريت آزمايو آهي. هُو پوريءَ ريت لائق ڏسڻ ۾ آيو. تنهنڪري مون هن جو ذڪر ڪيو آهي. جيڪڏهن حضور هُن مسافر تي نوازش فرمائي، تہ چڱو."

شهزاديءَ ايترو ٻڌي، چيو تہ "جيڪڏهن شهزادوآهي تہ ڪا حرڪت نہ آهي. پلي اچي." تڏهن اُهو پهلوان اُتان اُٿي مون وٽ آيو ۽ مون کي وٺي، سندس ڪچهريءَ ۾ پهتو. شهزاديءَ کي روبرو ڏسندي ئي، عقل ۽ مَت هلي ويئي. حيرت ڪان ڳالهائي نہ سگهيس. ايترو سَتَ نہ ٿي ساريم، جو ڪجھ ڳالهائي سگهان. ايتري ۾اُها نازنين اُٿي ويئي ۽ هُو جوان بہ پنهنجي گهر ڏانهن هليو. گهر اچي چيائين تہ "مون تنهنجي سڀ حقيقت اول ڪان آخر تائين راڻيءَ کي ٻڌائي آهي. هاڻي تون هميشہ رات جو اُن وٽ ويندو ڪر." هيءُ ٻڌي، مان سندس پيرن تي ڪري پيس. هن بہ مون کي ڀاڪر پاتو. مون سڄو ڏينهن پئي ٿي گهڙيون ڳڻيون تہ ڪڏهن تي سانجهي ٿئي، جو مان وڃان. جڏهن رات ٿي، تہ مان اُن جوان ڪان موڪلائي، هليس، ۽ باغ ۾ پهچي، ملڪ جي چبوتري کي ٽيڪ ڏيئي، ويهي رهيس. ڪن پل ڪان پوءِ اُها نازنين هڪ ٻانهيءَ سان گڏجي آئي ۽ اچي پنهنجي تخت تي ويٺي. خوش قسمتيءَ سان هيءُ ڏينهن ميسر ٿيو هو. مان سندس قدمن ۾ ڪري پيس. هن منهنجو مٿو ڪڻي، مون کي بہ ڳل لڳايو. چوڻ لڳي تہ "هن فرصت کي غنيمت سمجھ ۽ منهنجو چوڻ مڃ. مون کي هتان وٺي ڪنهن ٻئي ملڪ ڏي هل." مون عرض ڪيو تہ "هلو!" ائين چئي، اسان ٻئي باغ ڪان ٻاهر نڪتاسون. حيرت ۽ خوشيءَ ڪان ڪپڙن ۾ نہ ٿي ماپيس. انهيءَ وچ ۾ رستي ڪان ڀلجي وياسون. هڪ طرف پنڌ ڪندا رهياسون. پر ڪابہ منزل ۽ مقصد هٿ نہ ٿي آيو. آخر ملڪ ڪاوڙجي چيو تہ "هاڻي مان ٿڪجي پيئي آهيان. آخر تنهنجي جاءِ ڪٿي آهي؟ جلدي هلي پهچ، نہ تہ الائجي ڇا ٿيندو؟ منهنجي پيرن ۾ لڙون ۽ ڦوڪڻا پئجي ويا آهن. مٿان ڪٿي ويهي رهان، تہ پوءِ اُٿڻ اوکو ٿيئم." مون ڪوڙ ڪري ٻڌايس تہ "منهنجي هڪ غلام جي جاءِ ويجهي آهي، تنهن کي اِجهو ٿا پهچون. ڪجھ اڳتي هلو تہ جاءِ پهتاسون." دل ۾ چيم تہ ڪوڙ تہ ڏاڍو هنيو اٿم، هاڻي وٺي بہ ڪيڏانهن وڃانس!

اوچتو ئي رستي تي هڪڙيءَ جاءِ جو بند ٽيل دروازو ڏٺم. مان ڏڪ هڻي، قفل پڇي، دروازو کولي، اُن جي اندر وڃي ويس. جاءِ عاليشان هئي. فرش وڇايل هئا، رنڌڻي ۾ هر هڪ قسم جا طعام تيار ٿيل رکيا هئا. اسان ماني کائي پي، سڄي رات گذري گذاري. صبح ٿيو ته شهر ۾ اُچي هل متو ته شهزادي الائجي ڪيڏانهن هلي ويئي آهي. در در، گلي گلي ۽ رستن تي ڍنڍورا پئي گهميا. ڏوتيون ۽ سپاهي گهر گهر ڳوليندا پئي وتيا. شهر جي سڀني دروازن تي بادشاهي نگهبان ويهجي ويا. مسافرن کي حڪم ٿيو ته اجازت کان سواءِ ڪوبه ٻاهر نه وڃي ۽ جيڪو شهزادي جو پتو ڏيندو، اُن کي هزار اشرفين جو انعام ملندو.

مون کي خبر ئي نه پيئي ڪو ٻاهريون دروازو کليل آهي اوچتو هڪ پوڙهي ڏوتي، هٿ ۾ مالها کڻي، اندر لنگهي آئي، ۽ اُن نازنين اڳيان هٿ کڻي دعائون ڪرڻ لڳي ته "سها ڳڻ پاڳ واري هجين، مون مسڪين رن زال کي هڪ ڌيءُ آهي، جا ستين مهيني تي آهي. اوچتو اڄي سور ٿيا اٿس. سندس ويم لاءِ مون وٽ هڪ پائي به نه آهي. خدا شال خير ڪري! جي مري پيئي، ته ڪفن دفن لاءِ به ڪوڙي ڪانه اٿم. جي پار ڇٽيائين ته دائيءَ کي ڇا ڏينديس. ڪيس ڇا ڪارائينديس ۽ ڪٿان دوا درمل ڪنديس! اڄ ٻيو ڏينهن ٿيو اٿئون جو لنگهڻ تي آهيون. اي صاحبزادي، پنهنجي مٺي سر جو صدقو ڪجهه ڏينم ته ڪائي پاٽيءَ ڍڪ پيان، من بٽ ۾ سانت اچيم." شهزاديءَ ترس کائي به چار مانيون ۽ ڪباب ۽ هڪ سوني منڊي آڱر مان لاهي ڪيس کڻي ڏني، ۽ چيائينس ته "اِها وڪڻي وڃي پنهنجو پيٽ گذران ڪر."رن خوش ٿي، جو راڻيءَ جي تلاش لاءِ آئي هئي سا اکين سان ڏٺائين ۽ نشاني به حاصل ڪيائين. پر خدا کڻي اُن آفت کان اسان کي بچايو. جيئن هُوءَ رن ٻاهر نڪتي، تيئن جاءِ جو اصل مالڪ اچي سهڙيو. تنهن جو پنهنجي جاءِ جو قفل لٿل ۽ دروازو پٽيل ڏٺو. تنهن اُنهيءَ کي چوٽيءَ کان جهليو، ۽ گهليندو اندر وٺي آيس، ۽ ٻيئي پير نوڙيءَ ۾ ٻڌي، قابو ڪري کڻي هڪ وڻ ۾ لٽڪاياٿينس، جتي هن ڦٿڪي ڦٿڪي ساه ڏنو. مان ان ڏاڙئي شخص کي ڏسي، ايترو ڊنس، جو بيهوش ٿيڻ تي هوس. پر اُن نيڪمرد اسان کان ڊڄندو ڏسي، دلداري ڏني ۽ چيائين ته "اوهان جو نصيب ڦٽو هو، جو دروازي کي کولي ڇڏيو اٿـوَ." راڻيءَ مرڪي چيس ته "شهزادي مون کي چيو ته هي اسان جي غلام جي جاءِ آهي، پر لاشڪ اهو بهانو ڪيو اٿس." تڏهن اُن شخص چيو ته "شهزادي جيڪي فرمايو آهي، سو سڀ سچ آهي، ڇو ته رعيت هر بادشاه جي لاءِ اولاد جي برابر آهي ۽ اولاد غلام ئي

ٽيندو آهي. مان اوهان جو غلام آهيان. پر گجهه لڪائڻ به دانائن جو ڪم ٿيندو آهي. اي شهزادا، تنهنجو ۽ شهزاديءَ جو هن گهر ۾ اچڻ منهنجي لاءِ وڏي سعادت ۽ نعمت آهي. هي سڀ مال، جان ۽ اسباب اوهان لاءِ حاضر آهي. خوشيءَ سان هتي رهو ۽ بيفڪر گذاريو. اِها ڏائڻ جيڪڏهن سلامت پاهر وڃي ها ته وڏو فساد اُٿاري ها، اُن ڪري مان اُن کي ماري وڌو. هاڻي جيڪي اوهان کي گهرجي، اُهو بيحجاب چئي ڏيو."

اُن جوان جون اهڙيون ڳالهيون ٻڌي، بلڪل تسلي ۽ دلجاءِ ٿي. مون ڪيس شاباس ۽ آفرين چئي ته "بيشڪ تون لائق ۽ نيڪ مرد ٿو ڏسجين. هنن مهربانين جو بدلو ڪنهن نه ڪنهن وقت ادا ڪندس. تنهنجو نالو ڇا آهي؟" هن چيو ته "غلام جو نالو بهزاد آهي."

هن ڇهه مهينا برابر اسان جي خذمت، دل ۽ جان سان ڪئي. هڪڙي ڏينهن مون کي پنهنجا والدين ياد پيا ۽ دلگير ٿيس. منهنجو منهن ملول ڏسي، بهزاد خان هٿ ٻڌي، اڳيان اچي بيٺو ۽ چيائين ته "اي صاحب، جيڪڏهن مون کان ڪا ڪوتاهي يا خطا ٿيل آهي ته معاف ڪندا. اوهان اڄ ڇو اُداس ٿا ڏسجو؟" تڏهن مون چيس ته "ڏٺي شاهد آهي ته اسان کي تو اهڙو خوش رکيو آهي، جو جيئڻ ڪو ماءُ پيءُ پنهنجي اولاد کي رکندو آهي. نه ته اهڙي سخت حرڪت مون کان ٿيل هئي، جو جيڪر ٻيو ڪو هجي ها ته ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏي ها. هتي ڪوبه سڄڻ اسان جو ڪونه هو. جنهن وٽ ڪو ٿورو دم رهي آرام ڪجي ها. ڏٺي پاڪ توکي خوش رکندو. هاڻي مون کي پنهنجي وطن جي يادگيري پيئي آهي، خيال اٿم ته اوڏانهين روانو ٿيان." تڏهن چيائين ته "جيڪڏهن اوهان جي دل هت خوش نه آهي، ته حڪم ڪريو ته جتي به چئو ته سلامت پهچايان." مون چيوما: "جيڪڏهن وطن پهچائين، ته چڱو. ماءُ پيءُ کي وڃي ڏسان. جڏهن منهنجو حال هتي هيءُ آهي ته هُو ڪيترا نه غمگين ۽ اُداس هوندا! مان جنهن ڪم لاءِ نڪتو هوس، سو ڏٺيءَ پورو ڪيو آهي. هاڻي خبر نه آهي ته مران يا جيئان، اُن ڪري هيڪر ته وڃي پنهنجي مائٽن کي ملان. هُو ته مون کي مئل سمجهي ويٺا هوندا."

بهزاد خان چيو ته "ڀلي تيار ٿيو." اِئين چئي، هڪ ساموندي گهوڙو، جو سَوَ ڪوهه جي هڪ منزل ڪندو هو، آندائين. اسان ٻنهي کي اُن تي چاڙهيائين، ۽ پاڻ سڀ هٿيار پنهوار پهري، پنهنجي گهوڙي تي چڙهي تيار ٿيو. چيائين ته "مان اڳ ۾ ٿو هلان ۽ اوهان منهنجي پويان ٻي دِپا تي هليا اچو. جڏهن شهر جي دروازي تي

آياسون، تڏهن بهزاد خان دربانن کي سخت الفاظ ڳالهائي ۽ گهوري چيو تہ "پنهنجي بادشاه کي وڃي چئو تہ بهزاد خان راڻي مهرنگار ۽ شهزادي ڪامگار کي، جو تنهنجو چاڪو ٿئي، سيني جي سامهون ونيو ٿو وڃي، جيڪڏهن ڪا طاقت اٿئي تہ نڪري نروار ٿيءُ! ائين نہ ٿئي جو، پوءِ چوين تہ چورن وانگر اُنهن کي وٺي ويو." بادشاه کي جڏهن اِها خبر پهتي، تڏهن هن وزير ۽ حاضريءَ جي اميرن کي حڪم ڏنو تہ "انهن ٽنهي ڪمبختن کي ٻڌي مون وٽ آڻيو. يا سندس سسيون لٽي حاضر ڪيو." اجا ڪن نہ گذري تہ ميدان لشڪر سان ڇانئجي ويو ۽ چوڌاري آنڌوڪار ٿي ويو. اُن وقت بهزاد خان اسان کي اوٽ ۾ پري لڪائي ڇڏيو ۽ پاڻ گهوڙي کي ڊوڙائي وڃي اُن ڪٽڪ جي مٿان پيو. سندس ڪاهہ شينهن وانگر هئي. ٿوري وقت کان پوءِ لشڪر ۾ اچي ڀاڄ پيئي. بهزاد اُنهن کي ماريندو، وڃي سردارن جي مٿان پيو. ٻنهي سردارن جون سسيون لاهي رکيائين. بچيل لشڪر وٺي ڀڳو. هن وچ ۾ خود بادشاه وڏيءَ فوج سان اُچي پهتو. خوب جنگ جوٽيائون، آخر بادشاه شڪست کائي ڀڳو. اها ڳالهہ سچ آهي تہ هار جيت خدا جي هٿ ۾ آهي، پر هن جنگ ۾ بهزاد خان اهڙي سورهيائي ڏيکاري، جا رستم پهلوان کان بہ نہ ٿي سگهي ها. جڏهن بهزاد خان ڏٺو تہ هاڻي مقابلي وارو ڪونہ رهيو آهي، تڏهن دلجاءِ ڪري اسان وٽ آيو ۽ پنڌ پياسون. ٿورن ڏينهن ۾ کهندي کهندي اچي درياه جي پَر تي پهتاسون، جا اسان جي ملڪ جي سرحد هئي. مون اُتي پهچي، هڪ عريضي پيءُ جي خدمت ۾ سڪ سلامتيءَ سان اچڻ جي ڏياري موڪلي.

بادشاه منهنجو خط پڙهي بيحد خوش ٿيو ۽ گلاب جي گل وانگر ٽڙي پيو. ڌڻيءَ جي درگاه ۾ شڪرانو ڪرڻ لڳو. پوءِ پاڻ سان امير ۽ وزير ساڻ وٺي، اچي درياه جي ٻئي پر بيٺو ۽ اسان جي استقبال لاءِ ميربحر کي پتڻ تيار ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. مان بيءَ پر بادشاه جي سواري بيٺل ڏسي، ٻئي گهوڙي تي سوار ٿي، درياه ۾ گهوڙي پيس ۽ اچي پار نڪتس. بادشاه مون کي ڪٺي سيني سان لاتو.

اُن وقت هڪ اوچتي آفت اچي مٿان ڪڙڪيم. مان هن گهوڙي تي پار لنگهي آيو هوس، اهو اُن گهوڙيءَ جو ٻچو هو، جنهن تي راڻيءَ سوار هئي. گهوڙي پنهنجي ٻهاڻ کي پار ويندو ڏسي، پاڻيءَ ۾ ڪاهي پيئي ۽ ترڻ لڳي. راڻيءَ گهبرائجي، اُن جي واڳ کي ڇڪيو. هوءَ منهن جي نرم هئي، جنهنڪري اونڌي ٿي پيئي. ملڪ غوطا کائيندي گهوڙي سميت ٻڏي ويئي ۽ وري انهن جو نشان نظر نہ آيو. بهزاد خان هيءُ



- ملڪ، غوطا کائيندي، گهوڙي سميت ٻڏي ويئي.

حالت ڏسي، پاڻ کي راڻيءَ جي مدد لاءِ درياهہ ۾ گهوڙي سميت اڇلايو. جڏهن اُن کُن ۾ آيو ۽ هُو بہ نڪري نہ سگهيو، گهڻائي هٿ پير هنيائين پر ڪوبہ نتيجو نہ نڪتو ۽ هو ٻڏي ويو. جهان پناهہ، هيءَ واردات ڏسي، مون وڏا ڇار گهرايا، جي درياهہ ۾ وڌا ويا. ٿوبن کي گهرايو ويو، جن پاڻيءَ جا ڪندون پاسا، پري پري تائين ڳولي ڏٺا، پر ڪوبہ نشان نہ مليو. افسوس، جو ڪن ساعت ۾ بہ اَمل ماڻڪ هٿن مان نڪري هليا ويا.

اي فقير صاحبو، هيءَ واردات مون سان اهڙي ٿي گذري، جو سودائي ۽ ديوانو ٿي پيس. گداگرن ۽ پينن وانگر هيئن چوندو ٿي وتيس تہ "هو بہ ڏٺم، هيءُ بہ ڏٺم، پر مليم ڪجهہ بہ نہ." اهي سڀ اسرار اکين ڏيکاريا. شهزادي جيڪڏهن پنهنجيءَ مريءَ مري پوي ها، تہ اُن جي غم کي سهسائي ويهان ها، پر هيءَ تہ عجيب ماجرا ٿي گذري. آخر ٻيو اُپاءُ نہ ڏسي، ارادو ڪيم تہ وڃي اِنهيءَ درياهہ ۾ جان ڏيان ۽ پنهنجي پياريءَ راڻيءَ تان قربان ٿيان. هڪڙيءَ رات اِهو پڪو پهہ پهچائي، اچي درياهہ ۾ داخل ٿيس، پاڻي ڳچيءَ تائين پهچي ويو. گهريم ٿي تہ اڳتي وڌان ۽ پاڻ کي ٻوڙيان، تہ اُهوئي برقعي سوار جنهن اوهان کي بشارت ڏني هئي، اچي پهتو ۽ منهنجو هٿ وٺي دلاسو ڏنائين تہ "دلجاءِ ڪر. راڻي ۽ بهزاد خان جيئرا آهن. تون پنهنجي جان اجائي ٿو وڃائين. دنيا جا اِهي ڏک سک ٿيندا آهن. اُهو ڪو ماڻهو ئي نہ هوندو، جو ڪنهن نہ ڪنهن غم ۾ گرفتار نہ هوندو. مگر ڌڻيءَ جي درگاهہ مان نااُميد نہ ٿيڻ گهرجي. جيڪڏهن حياتي اَٿيئي، تہ هڪ ڏينهن اُنهن سان وڃي ملندين. هاڻي روم ولايت ڏي وڃ. اوڏانهن ٻيا فقير دلگير بہ ويا اَٿيئي. تون جڏهن اُنهن سان گڏبين تہ تنهنجي مراد پوري ٿيندي." اِئين چئي، هو نقاب پوش سوار غائب ٿي ويو. مان پنهنجي هاديءَ جي حڪم سان هتي اچي حاضر ٿيو آهيان، ۽ گهڻي اُميد اَٿم تہ هر ڪو صاحب پنهنجي مطلب کي پهچندو. اي فقيرو، منهنجو اِهو احوال آهي، جو سمورو پيش ڪيو اَٿم.

# چوٿين درويش جو سير

چوٿين فقير روئندي پنهنجي درد جي حقيقت هيئن ٻڌائي:

اي صاحبو، ٻڌو هي سڀ درد جي حقيقت،
ڪاٿي جو ڪاٿي رولين، هن عشق جي مصيبت،
ڏاڍا ڏنم ڪشالا، هئا موت مار مطلق،
آيس تي هٿ سوالي، ٿيندي موون تي ٻه شفقت.

- هيءُ فقير، جو هن حالت ۾ گرفتار آهي، چين جي ولايت جي بادشاه جو پٽ آهي. ڏاڍي لاڏ ڪوڏ سان پليس ۽ پنهنجي مرضيءَ سان پڙهي هليس. زماني جي چڱائيءَ ۽ برائيءَ جي ڪا به خبر نه هئي. اِئين پئي ڄاتم ته مان سدائين اِنهيءَ ريت بي غم ۽ بيفڪر گذاريندس. اوچتو اِنهيءَ خوشيءَ ۾ اهڙو حادثو پيش اچي ويو، جو سڄي خوشي غم ۾ بدلجي ويئي. قبلهٔ عالم، جو هن يتيم جو والد هو، وفات ڪري ويو. سڪرات جي وقت هُن پنهنجي ننڍي ڀاءُ کي، جو منهنجو چاچو ٿئي، گهرائي ورتو، ۽ چيائينس ته "مان سڀ مال املاڪ، سامان اسباب ۽ بادشاهي تخت بخت ڇڏي، سڪڻا هٿ وڃي ٿو وڃان، پر هڪڙي وصيت توکي ڪريان ٿو، سان بجا آڻج، ۽ منهنجو هيءُ ڪم فرض ڄاڻج ته جيستائين منهنجو شهزادو، جو بادشاهيءَ ۽ گاديءَ جو مالڪ آهي، جوان ٿئي ۽ پنهنجو ملڪ سنڀالي ۽ ڏيان سان هلي، تيستائين تون هن جو نائب ٿي، لشڪر ۽ رعيت کي چڱيءَ ريت سنڀالج. هو جڏهن بالغ ٿئي، تڏهن کيس نصيحت ڪري، بادشاهي سندس حوالي ڪج، ۽ روشن اختر، جا تنهنجي ڌيءُ آهي، سا کيس پرڻائي ڏج. اِئين ڪرڻ سان هيءَ بادشاهي اسان جي خاندان ۾ قائم رهندي ايندي، ۽ ڪو به ڌاريون اُن تي حملو ڪري نه سگهندو." ائين چئي، والد دم ڏنو. پوءِ چاچو تخت تي ويٺو ۽ ملڪ جو سڄو بندوبست پنهنجي هٿ ۾ ورتائين. مون کي حڪم ڏنائين ته "محلات جي اندر رهندو ڪر، جيستائين جوان ٿين، تيستائين ٻاهر نه اُڃج." هي فقير چوڏهن ورهين تائين راڻين، شهزادين ۽ ٻانهين جي جهولين ۽ مجلسن ۾ پليو ۽ خوب رانديون ڪيائين. چاچي جي ڌيءُ سان شادي ٿيڻ جي خبر ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيس، ۽ انهيءَ اُميد تي سڀ سور وسري ويندا هئا. ۽ دل ۾ ائين چوندو هوس ته ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن بادشاهي به ملندي ۽ شادي به ٿيندي. جيئن ته

دنيا اُميدن تي ٻڌل آهي ۽ سارو جهان اُميدن تي هلي ٿو. مان اهڙيءَ ريت آئنده جي آسري تي پئي هلبس.

هڪڙي شيدي، مبارڪ نالي، جو والد جي وقت ۾ خاص خدمتگار ۽ خوش گفتار هو، تنهن جي مون ڏانهن سچي نيت هئي ۽ مون کي گهڻو گهرندو هو. جيئن ته عقلمند ۽ نمڪ حلال هو، مان به گهڻو ڪري ونس ويندو هوس. هُو مون کي ساماٽل جوان ڏسي ڏاڍو خوش ٿيندو هو ۽ چوندو هو ته "ڏٺي تعاليٰ جا هزار شڪرانا آهن. جو اي شهزادا، تون هاڻي جوان ٿيو آهين. ۽ جيڪڏهن تنهنجي چاچي کي رب دل ۾ چڱي وڌي، ته هُو تنهنجي پيءُ جي وصيت پاڙيندو، شاهي تخت ۽ پنهنجي ڌيءُ توکي ڏيندو." اِئين هڪڙي ڏينهن چيائين ته "هل ته توکي تنهنجي چاچي وٽ وٺي هلان، من توکي لائق ڏسي ڪا مهرباني ڪري." پوءِ مان هن سان گڏجي چاچي وٽ ويس. چاچي مون کي ڏسندي ئي گهڻي دلجاءِ ڏني، ۽ چيائين ته "فڪر ڪرڻ لاءِ ڪوبه سبب نه آهي. هاڻي تنهنجي شادي جلد ٿيندي." ائين چئي، اُن وقت نجومين کي گهرائي ورتائين، ۽ نموني سان پڇيائين ته "هن سال ۾ منهنجي پائنٽي لاءِ ڪهڙو مهينو، ڪهڙو ڏينهن ڪهڙي گهڙي مبارڪ آهي، ته اُن موقعي تي سندس شادي ڪئي وڃي." بادشاه جو رمز پريو اشارو اُنهن سمجهي چيو ته "هيءُ سال شهزادي لاءِ نحس آهي. هن ۾ ڪوبه مهينو ۽ ڪوبه به ڏينهن سدورو نه ٿو اچي. ٻيو سال سڳورو نظر اچي ٿو ۽ اُن ۾ ئي شهزادي جي شادي ٿيڻ گهرجي." اُن وقت منهنجي چاچي، مبارڪ ڏانهن ڏسي، چيو ته "هاڻي شهزادي کي محلات ۾ اندر وٺي وڃ. اسان کي ٻارهن مهينن لاءِ ترسڻ کپي، جو اُن ۾ سندس ئي فائدو آهي. اُن بعد کيس شادي ڪرائي، سڄي امانت سپرد ڪئي ويندي." مبارڪ کيس سلام ڪري اُٿيو، ۽ مون کي محل ۾ وٺي آيو. ٻن ٽن مهينن کان پوءِ، مبارڪ مون کي محل ۾ مليو، ۽ ڏسندي ئي سندس اکين مان پاڻي وهي ويو. سندس اهو حال ڏسي، پڇيومانس ته "ٻيو ته خير آهي؟" تڏهن ويچارو، جو مون کي سچيءَ دل سان پائيندو هو، افسوس ۾ پرجي چوڻ لڳو ته "اي شهزادا، ڏٺي شال توکي وڏي حياتي ڏئي. مان توکي ڪهڙي ڳالهه ٻڌايان! اُن ڏينهن، جو مان توکي اُن تنهنجي بيرحم چاچي وٽ وٺي هليس، ڏاڍي غلطي ڪيم. اِنهيءَ کان ته توکي وٺس وٺي نه هلان ها ته چڱو هو." تڏهن مون چيومانس ته "مون کي اُتي وٺي هلڻ ۾، توکي ڪو نقصان پهتو آهي ڇا؟" چيائين ته "شهزادا ٻيا سڀيئي نوڪر چاڪر، امير ۽ وزير، تنهنجي پيءُ جا نمڪ حلال ۽ خير خواه آهن. هُو توکي ڏسي باغ بهار ٿي ويا ۽

ڏٺيءَ جا شڪرانا ڪرڻ لڳا تہ اسان جو شهزادو هاڻي وڏو ٿيو آهي ۽ بادشاهي هلائڻ جي لائق آهي، خدا ڪري تہ اُهو ڏينهن جلد اچي تہ هُو تخت تي ويهي ۽ اسان جو قدر سڃاڻي. اِها خبر تنهنجي بي ايمان چاچي کي پهتي آهي، ۽ بڌي، سڙي ۽ ڪامي ويو آهي، ۽ مون کي خلاصو سڏائي چيو اٿس تہ "اڙي مبارڪ، هاڻي ڪا اهڙي اٽڪل ڪر، جو اهو شهزادو مري پوي ۽ مان ڳڻتيءَ ۽ فڪر کان ڇٽي پوان ۽ يڪدل ٿي بادشاهي ڪريان." اهو حال ڏسي، نهايت افسوس ٿيم تہ تنهنجو چاچو تنهنجو جاني دشمن ٿي پيو آهي!" مون جڏهن اها ناخيري جي خبر ٻڌي، تہ مرڻ کان اڳ مري ويس، ۽ ساهہ جي ڏپ کان سندس پيرن تي ڪري پيس. چيومانس تہ "مون بادشاهيءَ جي پچر ڦٽي ڪئي، ڏٺيءَ جي نالي ڪو منهنجو بچاءُ ڪر، مان ناحق مارجي نہ وڃان." تڏهن مبارڪ منهنجو مٿو مٿي ڪيو، پنهنجي سيني سان لاتو، ۽ جواب ڏنائين تہ "تون ڪوبہ فڪر نہ ڪر، مون کي هڪ تجويز دل ۾ آهي، جي حياتي آهي تہ ڳڻتي نہ آهي. ڏٺيءَ جي مهربانيءَ سان تنهنجو وار بہ ونگو نہ ٿيندو ۽ پنهنجي مطلب کي پهچنديـن." اهڙا دلاسا ڏيئي، هو مون کي اُن جاءِ تي وٺي ويو، جتي مرحوم بادشاه پنهنجي حياتيءَ ۾ رات جو سمهندو هو. اُتي تخت ۽ غاليچا رکيل هئا، جو پري ڪري رکياسون. پوءِ هُو زمين کوٽڻ وينو. ٿوريءَ دير کان پوءِ هڪ دري ڏسڻ ۾ آئي، جا هڪ قفل سان بند هئي. هُن مون کي سڏ ڪيو، اُتي مون کي شڪ پيو تہ هيءُ شايد دغا ڪري، مون کي مارڻ لاءِ وٺي آيو آهي. مان ڏڪندي ڏڪندي، ڏٺيءَ کي ياد ڪندي، پاڻ کي سنڀاليندي ويس. جان دريءَ مان ليئو پائي ڏٺم، تہ منجهس چار ڪوٺيون نظر آيم. هڪڙي ڪوٺيءَ ۾ وڏا ٽنبو ڪيمخواب جا سونن زنجيرن جي طنابن سان رکيل هئا. اُنهن جي پرسان سونا مٽ ۽ سونيون سرون رکيل هيون، جن تي هڪ هڪ باندر جڙاءُ دار چڙهيو وينو هو. مون اُهي ڳڻيا تہ اوڻيتاليهہ هئا. چاليهون مٽ ڏٺم تہ ساروئي سونين مهرن سان پريو پيو آهي، پر اُن تي نڪو ڍڪ رکيل هو ۽ نڪو مٿانئس باندر ئي وينل هو. اُن جي پرسان هڪ حوض جواهرن سان بہ پريل ڏٺم.

مون اِهو سڀڪجهہ ڏسي، مبارڪ کان پڇيو تہ "هيءَ ڪنهن جي جاءِ آهي؟ مون کي تہ طلسم پيو معلوم ٿئي!" مبارڪ چيو تہ "شهزادا، هي باندر، جي ڏسين ٿو، سي تنهنجي پيءُ، شال بهشت ۾ جاءِ هجيس، ملڪ صادق جنن جي بادشاه کان حاصل ڪيا هئا، جنهن سان دوستي هئي. هُو سال بسال سوڪڙيون پاڪڙيون، عطر ۽ بيون اهڙيون ناياب شيون وٺي ويندو هو ۽ مهينو کن اوهان جي والد وٽ اچي رهندو هو، ۽

پوءِ جڏهن هو موڪلائيندو هو، تہ اُن وقت هڪ باندر زمرد جو اوهان جي والد کي ڏيئي ويندو هو، جنهن کي بادشاه ڪٺي تهخاني ۾ رکندو هو. اِنهيءَ حال جي مون کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي سڌ نہ هئي. هڪ ڀيري مون بادشاه کي عرض ڪيو تہ "جهان پناه، جنن جو بادشاه اوهان کان هر سال لکن روپين جو مال ڍويو وجي ۽ پاڻ وري صرف هڪ نقلي باندر تو آڻي ڏئي، سو اِنهيءَ مان ڇا ٿيندو؟" تڏهن منهنجي ڳالهہ تي مرڪيو ۽ چيائين تہ "خبردار! هيءَ ڳالهہ دل ۾ رکج ۽ متان ڪنهن کي ٻڌائين. هن هڪ هڪ باندر جي حڪم ۾ هزارين ديو ٻڌل آهن، پر سو تڏهن جڏهن اسان وٽ چاليهہ باندر گڏ ٿين: جي اُنهن کان گهٽ هوندا تہ، اُهي سڀ بيڪار آهن ۽ ڪنهن بہ ڪم ۾ نہ اچي سگهندا. اُٺيتاليهہ باندر موجود آهن، باقي هڪ باندر جي گهرج آهي." پر افسوس، اُن وقت بادشاه مري ويو ۽ جنن جو اچڻ بند ٿي ويو. تنهنڪري باقي هڪ جي نہ هئڻ سبب ڪوبہ فائدو ڪونہ ٿيو. اي شهزادا، تنهنجي هيءَ نماڻي حالت ڏسي، مون کي اُها ڳالهہ ياد آئي آهي. خيال اٿم تہ ڪنهن وسيلي سان توکي ملڪ صادق وٽ وني هلان ۽ تنهنجي چاچي جي بيوفائيءَ جي اُن سان ڳالهہ ڪريان. اُميد آهي تہ من هُو تنهنجي پيءُ جي يارانيءَ جا ڏينهن ياد ڪري، باقي هڪڙو باندر، جو کٽل آهي، سو توکي ڏئي، تہ پوءِ چاليهہ ئي سجايا ٿي پوندا، ۽ اُنهن جي مدد سان تنهنجو ملڪ بہ توکي موٽي ملندو. پوءِ پنهنجي ملڪ تي مزي سان وينو حڪومت هلائج. ٻي وڏي ڳالهہ هيءَ آهي تہ هتان نڪري وڃڻ جي سبب، تنهنجو سِر بہ سلامت رهندو. جي تون هتي هوندين، تہ ڪنهن نہ ڪنهن وقت، ڪنهن نہ ڪنهن بهاني سان، تنهنجو بدنيت چاچو توکي جيئرو ڪونہ ڇڏيندو. هتي مون کان سواءِ تنهنجو ٻيو ڪو بہ هڏ ڏوکي ڪو نہ آهي."

مون هيءَ حقيقت ٻڌي، چيومانس تہ "اي نيڪ انسان، هاڻي تون منهنجي ساهہ جو مختيار آهين. جيڪي چڱو وڻيئي سو ڪر، ۽ جنهن ۾ منهنجي نيڪي هجي، اُن موجب پيروي ڪر." پوءِ دلاسو ۽ دلبري ڏيئي، عطر، ڏوپ ۽ ٻيون خُوشبودار شيون خريد ڪري، ٻئي ڏينهن هو منهنجي ظالم چاچي ڏانهن ويو ۽ چيائينس تہ "اي بادشاه سلامت، شهزادي جي مارڻ جي هڪ رٿ رٿي اٿم. جيڪڏهن حڪم ڪيو تہ عرض رڪان." هن احمق خوش ٿي چيس تہ "ٻڌاءِ تہ ڪهڙي رٿ رٿي اٿيئي؟" تڏهن مبارڪ چيس تہ "شهزادي کي ڪنهن ڪاري جهنگ ۾ وڃي مارجي، اهڙيءَ ريت جو اُن جي ڪنهن کي بہ خبر نہ پوي." اِها حقيقت ٻڌي، چيائين تہ "واهہ جي صلاح ڪئي اٿيئي!

مان ڏسان ته جيئن هُو صحيح سالم نه رهي، جو ته مون کي هن کان وڏو ڏڪ ٿيو رهي. جيڪڏهن تون مون کي هن ڳُڻتيءَ کان ڇڏائيندين، ته اُن جي عرض گهٽوٽي ٿي انعام ۽ اڪرام پائيندين. هاٿي جيڏانهن به وٺيئي، اوڏانهن وڃي گم ڪرينس. ۽ مون کي اچي اُن جي خوشخبري ٻڌاءِ." مبارڪ، بادشاهه جي طرفان ٻَڪ ڪري. دلجاءِ سان اِهي سوکڙيون کڻي اڌ رات جو اُتي شهر مان هليو. هڪ مهينو ساندهه پنڌ ڪيوسون. هڪ رات جو مبارڪ چيو ته "ڌڻيءَ جا شڪرانا. جو هاڻي پنهنجي مطلب واريءَ منزل ڏانهن آيا آهيون." مون چيس ته "سو ڪيئن؟" چيائين ته "شهزادا، تون شايد جنن جو لشڪر نه ٿو ڏسين!" پوءِ، مبارڪ هڪ سُرميداني ڪڍي، سليماني سُرمي جي هڪ سرائي پري، منهنجي اکين ۾ پاتي، ته مون کي جنن جو لشڪر ۽ گهوڙا وغيره ڏسڻ ۾ آيا. سڀيئي خوش پوشاڪ ٿي ڏٺم. هنن مبارڪ کي سڃاتي، پلڪار ۽ خوش کيڪار ڪئي ۽ کانئس خوش خير عافيت پڇيائون. اڳتي هلي، بادشاهي سراءِ ۾ آياسون. گهڙندي ئي حيران ٿي ويس. عجب قسم جي جهلڪيدار روشني لڳل هئي ۽ طرحين طرحين قسم جون ڪرسيون وڇايل هيون. امير، عالم، درويش، نواب، ڪوتوال ۽ منشي حاضر هئا. چوڌاري هٿيار پهريل فوجي لشڪر بيٺل هو. وچ ۾ هڪ عاليشان سونهري تخت ياقوت ۽ زمرد سان جڙيل وڇايل هو، جنهن تي جنن جو بادشاهه ملڪ صادق قيمتي موتين ۽ هيرن سان سينگاريل ڇٽ پهريون، وڏي شان ۽ شوڪت سان وينو هو. مون کيس سلام ڪيو. مون کي ويهڻ جو حڪم ڏنائين. ايتري ۾ طعام اچي حاضر ٿيو ۽ سڀني جي اڳيان دسترخوان وڇائجي ويو. جڏهن سڀيئي کائي فارغ ٿياسون، تڏهن مبارڪ کان حال احوال پڇيائين ۽ منهنجي خبر ورتائين. مبارڪ عرض ڪيس ته "قبلہ، هاڻ هن جي پيءُ جي جاءِ تي، سندس چاچو بادشاهي ڪري رهيو آهي، جو هن جو جاني دشمن بڻجي ويو آهي. تنهنڪري ئي مون هن کي اوهان جي خدمت ۾ آندو آهي ته بادشاهي هن جو حق آهي، پر پشت پناهيءَ کان سواءِ ڪجهه به ٿي نه ٿو سگهي. جي حضور دستگيري فرمائي، سندس پيءُ جي حق کي ياد آڻي، چاليهون باندر عنايت فرمائيندا، ته چاليهه پورا ٿي ويندا. ۽ پوءِ هيءُ پنهنجي حق کي پهچي، اوهان جي جان ۽ مال کي دعائون ڏيندو رهندو. اوهان جي پناهه کان سواءِ هن جي ٻي ڪابه واهه ڪانه رهي آهي."

بادشاهه صادق سڄي ڳالهه ٻڌي چيو ته "بيشڪ هن جي پيءُ جي دوستيءَ جا حق اسان تي آهن ۽ هيءُ ويچارو پنهنجي بادشاهيءَ کان ريتجي، مسڪين حالت ۾ مدد

ونڻ لاءِ هٿ آيو آهي ۽ اسان جي پناهہ ۾ اچي لڪو آهي. اسان کان حتي المقدور ساڻس مهرباني ٿيندي، ۽ ڳالهہ وساري ڪونہ ڇڏينداسون. پر هڪڙو ڪم اسان جو آهي، سو جيڪڏهن برابر هن کان ٿي سگهيو ۽ منجهس خيانت ڪانہ ڪيائين، تہ مان ساڻس بادشاهي اقرار تو ڪريان ۽ مان ساڻس سندس والد کان بہ وڌيڪ دوستي رکندس ۽ جيڪي گهرندو سو کيس ڏيندس. هيءَ سندس آزمائش آهي." تڏهن مون هٿ ٻڌي عرض ڪيو تہ "هن غلام کان طاقت ۽ وسعت آهر، جيڪا بہ سرڪار جي خدمت پڄندي، سان اکين سان پوري ڪندس. بلڪ پنهنجي لاءِ ٻنهي جهانن جي اُن ۾ ڀلائي سمجهندس." تڏهن بادشاهہ صادق مون ڏانهن ڏسي، فرمايو تہ "تون اجا نينگر ۽ جوان آهين، تنهن لاءِ توکي وري بہ تاڪيد ٿو ڪريان تہ ڪابہ خيانت نہ ڪج، نہ تہ سخت آفت ايندين." مون ڀيومانس تہ "اوهان ڪوبہ خيال نہ ڪريو، ڏاڍي سپ آسان ڪندو. مان گهڻي ڪوشش ڪندس ۽ امانت با سلامت آڻيندس."

هي ٻڌي، ملڪ صادق مون کي ويجهو سڏيو ۽ هڪ ڪاغذ ڪڍي ڏيکاريو ۽ چيائين تہ "هي شخص، جتان لڀيئي، اُتان مون کي آڻي ڏي. جڏهن اهو ماڻهو لهين، تہ منهنجي طرفان سندس دل تي ڇڳو اثر ويهارج. جيڪڏهن هيءَ خدمت تو کان برابر پڄي، تہ جيڪا اُميد رکين ٿو، تنهن کان وڌيڪ فائدو ڏسندين." مان اُها تصور ڏسي غش کائڻ لڳس. هوش ۽ عقل ڇڏائجي ويو. پر ڊپ ۽ خوف کان پاڻ کي سنڀالي ورتم. چيم تہ "حاضر سائين، مان هاڻي موڪلايان ٿو. جيڪڏهن ڏاڍيءَ منهنجي ڇڱائي گهري هوندي، تہ حضور جي حڪم موجب تعميل ڪري، اچي حاضر ٿيندس." ائين چئي، مبارڪ کي ساڻ ونئي، جهنگ منهن ڏيئي هلياسون. ڳوٺ ڳوٺ، شهر شهر، ديس ديس پيئي رلياسون. پر ڪٿان بہ ڪو نشان نہ مليو. ست ورهيہ برابر اهڙيءَ ريت حيراني ۽ پريشاني سهندي، هڪ نگر ۾ پهتاسون. جتي وڏيون وڏيون عمارتون نظر آيون ۽ شهر سڄو آباد ٿي ڏٺو. اُتان جي هر شخص اسم اعظم ٿي پڙهيو ۽ هر ڪو خدا جي عبادت ۾ مشغول ٿي نظر آيو.

اُتي هڪڙو انڌو عجمي فقير پنندو ڏٺم. پر ڪنهن بہ کيس خيرات نہ ٿي ڏني. مون کي هيءَ ڏسي عجب لڳو ۽ رحم بہ آيو. مون کيسي مان هڪ اشرفي ڪڍي، اُن جي هٿ تي رکي. هُن اُها ونئي، مون کي چيو تہ "اي سخي، خدا تنهنجي ڀلائي ڪندو. تون شايد مسافر ٿو ڏسجين. هن شهر جو رهندڙ نہ آهين؟" مون ڀيومانس تہ "هائو. ست ورهيہ پنهنجي گهر کان نڪتي ٿيا اٿم. جنهن ڪم جي لاءِ نڪتو آهيان.

اُن جو ڪو نشان نہ تو ملي. اڄ گھمندي هن شهر ۾ اُچي نڪتر آهيان." هُو پوڙهو دعائون ڏيندو هليو ويو. مان بہ اُن جي پويان لڳس. شهر جي ٻاهران هڪ عاليشان مڪان نظر آيو. هُو اُن ۾ اندر گهڙي ويو. مان بہ ويس. ڏٺم تہ عمارت هنڌان هنڌان ڍني پيئي آهي، پر ڏاڍيءَ ڪاريگريءَ سان ٺهيل هئي. دل ۾ خيال ڪيم تہ هيءُ محلات بادشاهن جي رهڻ جي لائق آهي، جنهن وقت نئون نئون ٺهيو هوندو تہ ڏاڍو دلچسپ هوندو. پر هاڻ تہ ڦٽل ۽ ويران پيو آهي! پر خبر نہ آهي تہ ڇو ويران پيو آهي، ۽ هيءُ انڌو انهيءَ محلات ۾ ڇو تو رهي! هُو لٺ ٺوڪيندو، آواز ڪندو ٿي ويو، تہ اندران آواز آيس ۽ ڪنهن پڇيس تہ "بابا، خير تہ آهي، جو اڄ سويرو موٽي آيو آهين؟" ٻڍي ورندي ڏنيس تہ "ڌيءَ ڌٽيءَ اڄ هڪ مسافر ڪي پنهنجي حال تي مهربان ڪيو آهي، جنهن مون کي هڪ اشرفي ڏني آهي. ڪيترن ڏينهن کان سٺو طعام پيٽ پري نہ کاڌو اٿئون. سو گوشت، گيهہ، مصالحو، اٽو، لوڻ ۽ تيل خريد ڪري آيو آهيان ۽ جيڪو لٽو تو لاءِ گهربل آهي سو بہ وٺي آيو آهيان. هاڻي اُتي اُن کي سبي، ٻت تي ڍڪ. کاڌو رڌي پچائي تيار ڪر، تہ اُن سخيءَ کي دعائون ڪريون. جيتوڻيڪ سندس دل جي مراد جي خبر نہ آهي پر ڌٽي تہ ڄاڻي ٿو، سو اسان مظلومن جي دعا ضرور قبول فرمائيندو."

مون، جو هن جو اهڙو حال ٻڌن ۽ ڏکن ڪاڻ جو ٻڌو، تہ دل ۾ آيم تہ ويهارو ڪن مهرون ٻيون بہ هن معذور کي ڌٽيءَ جي واٽ ۾ ڏيان. جيئن ئي آواز جي طرف ڏيان ڏٺم تہ هڪ زال ڏٺيم، جا هُوبهو اُن تصوير جهڙي هئي. تصوير ڪڍي پيٽيم، وار جو بہ تفاوت نہ ڏٺم. مون کي بي اختيار دانهن نڪري ويئي ۽ بيهوش ٿي ويس. مبارڪ مون کي ڀاڪر پائي هنج ۾ ڪٺي ويٺو ۽ پکو هڻڻ لڳم. مس مس هوش ۾ آيس، پر ورائي ورائي اوڏانهين ٿي ڏٺم. مبارڪ مون کان پڇڻ لڳو تہ "تو کي ڇا ٿي ويو؟" مون اجا جواب نہ ڏنو هو، تہ هن لاڏليءَ چيو تہ "اڙي ميان، خدا کان ڊڄ، ڌارين اشرافن ماڻهن جي گهر ڏي جهاتيون نہ پاءِ. انسان کي حيا ۽ شرم هئڻ گهرجي!" اهڙي حيا ۽ لياقت سان هن ڳالهايو، جو مان هن جي منهن ڳالهائڻ تي وڌيڪ موهت ٿي پيس. مبارڪ مون کي گهڻيون ئي دلداريون ڏنيون، پر دل ڪسجي ويئي هئي. مون کي لاچار ٿي هڪل ڪئي تہ "اي خدا جا ٻانهو، هن گهر جا رهندڙو، مان غريب مسافر آهيان، جيڪڏهن مون کي پاڻ ڏي سڏيو ۽ رهڻ لاءِ جاءِ ڏيو تہ اوهان جا گهڻا احسان ياڻئيندس." تڏهن انڌي فقير مون کي پاڻ ڏي سڏ ڪيو ۽ منهنجو آواز سڃاڻي ڀاڪر

۾ ورتائين، ۽ جتي هوءَ نازنين ويٺي هئي، اُتي وٺي ويم. هوءَ مون کي ڏسي ڪنڌ ۾ لڪي ويئي. اُن وقت هن پوڙهي مون کان پڇيو تہ "ڪهڙي خيال کان تون گهر ٻار ڇڏي نڪتو آهين ۽ ڪنهن جي ڳولا ۾ آهين؟" مون ملڪ صادق جو نالو ڇڏي چيو تہ "مان بيڪس چين ۽ ماچين جو شهزادو آهيان ۽ منهنجي پيءُ اجا اُتان جو بادشاه آهي. هڪ سوداگر کي لکين روپيا ڏيئي، هيءَ تصوير خريد ڪئي هيم. اُن جي ڏسڻ سان سڀ هوش ۽ آرام ويندو رهيو. فقيراڻو ويس ڪري، سڄو جهان ڳوليم. هاڻي هتي منهنجو مطلب پورو ٿيو آهي، اڳتي اوهان جو اختيار آهي."

هيءَ ٻڌي، اُن انڌي فقير ٿڌو ساهہ کڻي، هڪ دانهن ڪئي ۽ چوڻ لڳو تہ "اي سائين، منهنجي ڌيءُ ڏاڍيءَ آفت ۾ ورتل آهي، ۽ ڪنهن آدمزاد جي جاءِ نہ آهي، جو ساڻس شادي ڪري سگهي." تڏهن مون چيومانس تہ "مهرباني ڪري ٻڌايو تہ اِها ڳالهہ ڪيئن آهي؟" تڏهن، هن پنهنجو احوال هيئن شروع ڪيو تہ "اي شهزادا، مان هن شهر جو رئيس ۽ معتبر آهيان. منهنجا وڏا نالي وارا ۽ ڀاڳ وارا هئا. اُنهن جي سڪ جي ڪهڙي ڳالهہ ڪريان! خداوند تعاليٰ مون کي هيءَ ڌيءُ ڏني. جڏهن ساماڻي، تڏهن سونهن ۽ ساڄاهہ جي ملڪان ملڪ هاڪ پئجي ويئي. اسان جي ملڪ ۾ ائين هُلجي ويو تہ فلاڻي رئيس جي ڌيءُ اهڙي آهي، جنهن جي اڳيان حورون ۽ پريون بہ ويڳاڻيون وتن. چڻ تہ جواهرن ۾ هيري جي ڪٽي آهي. اها واڪاڻ هن شهر جي شهزادي بہ ٻڌي، سو اڻ ڏٺي مٿس موهت ٿي پيو. ايتريقدر جو کاڌو پيتو سڀ زهر ٿي ويس. اها خبر وڃي بادشاه جي ڪن تائين پهتي. بادشاه مون کي هڪ رات جو گهرايو ۽ سڳ ڏيڻ جو ذڪر چوريائين. مون کي ڳالهين ۾ آڻي، راضي ڪيائين. مون بہ سمجهيو ٿي تہ جڏهن نينگري گهر ۾ پيدا ٿي آهي تہ ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن سندس شادي ضرور ٿيندي. انهيءَ ڪري شهزادي سان سندس شادي چڱي ٿيندي ۽ بادشاه بہ ٿورائتو ٿيندو. مان نسبت قبول ڪري گهر موٽيس. اُن ڏينهن کان ڌريون شاديءَ جي تياريءَ ۾ لڳي وياسون. هڪ ڏينهن چڱي ساعت ڏسي، قاضي، مُتي، عالم، فاضل ۽ اڪابر گڏ ٿيا. نڪاح پڙهيو ويو ۽ مَهر مقرر ٿيو. ڪنوار کي وڏي ڌوم ڌام سان وٺي ويا. جڏهن رسمن ۽ رواجن کان فارغ ٿيا ۽ گهوٽ ۽ ڪنوار پاڻ ۾ اڪيلا ٿيا، تڏهن اوچتو انهيءَ ڪوٺيءَ ۾ روچ راڙو مچي ويو. ٻاهريان ماڻهو ٻڌي حيرت ۾ پئجي ويا. جڏهن ڪوٺيءَ جو دروازو کولي اندر وڃڻ جو ارادو ڪيائون، تہ دروازو اندران بند ٿي ويو ۽ در چائنٺ مان نڪري وڃي پري پيو. ڏٺائون تہ گهوٽ جي

سسي وڃي پيئي آهي، ۽ ڪنوار جي وات مان گجي پيئي وهي ۽ هوءَ بيهوش مٽيءَ ۾ رت ۾ پيئي ليٽي. اِها آفت ڏسي، سڀ واٺڙا ٿي ويا. ڇا مان ڇا ٿي ويو؟ خوشيءَ مان غم پيدا ٿي پيو. بادشاه کي جڏهن خبر پيئي، ته پٽيندو ڪٽيندو آيو. سلطنت جا وڏا وڏا امير اچي گڏ ٿيا، پر ڪنهن جو به عقل ڪم نه پيو ڪري. هن غم جي حالت ۾ بادشاه آخر حڪم ڏنو ته "هن بدبخت ڪنوار جو به سر ڪاٽيو وڃي!" بادشاه جي زبان مان جيئن ئي اهي لفظ نڪتا، تيئن وري اڳي جهڙو لٽ ۽ شور مچي ويو. بادشاه ڊنو ۽ پنهنجي محل ڏي ڀڄي ويو. هيءَ ڳالهه سڄي جهان ۾ مشهور ٿي ويئي. جنهن ٻڌو ٿي، تنهن ڏندين آڱريون ٿي وڏيون. شهزادي جي موت جي سبب، بادشاه امير ۽ خود شهر جا ماڻهو منهنجا جاني دشمن بڻجي ويا.

جڏهن شهزادي جي ماتم کان فارغ ٿيا، ۽ چاليهو ٿي چڪو، تڏهن بادشاه پنهنجي مشيرن کان پڇيو ته "هاڻي ڇا ڪرڻ کپي؟" سڀني گڏجي چيو ته "پيو ته ڪجهه به ٿي نٿو سگهي. پر ظاهر ۾ دل جي تسليءَ ۽ صبر لاءِ، هُن نينگر کي پيءُ سميت مارائي ڇڏجي، ۽ سندن گهر بار ضبط ڪري ڇڏجي." جڏهن منهنجي هيءَ سزا مقرر ٿي، ته شهر جي ڪوتوال کي اهو حڪم مليو. هُن چئني ئي طرفن کان منهنجي حاويليءَ کي اچي وڪوڙيو. بگل وڳو. هنن گهريو ته اندر گهڙي، بادشاه جي حڪم کي پورو ڪن، ته ايتري ۾ آسمان مان سرون ۽ پٿر وسڻ لڳا. فوج هيءَ ڏسي، پنهنجي منهن اُتي ڀڳي. اُن وقت هڪڙي خوفائتي هڪل بادشاه جي ڪن تي پيئي ته "چو تو ڪٽيءَ کي سڏ ڪرين. هن لاڏليءَ سان ڪابه ڪونئس نه ڪر، نه ته پٽ وانگر سزا پائيندين ۽ سر وڃائيندين."اِهو هيبت جهڙو آواز ٻڌندي، دهشت کان بادشاه کي اچي تپ چڙهيو ۽ حڪم ڪيائين ته "هنن کي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏيو. هنن شهر جي ماڻهن ۾ اچي ڦڙ ڦوٽ پيئي، تنهنڪري هاڻ اسم اعظم پڙهندا ٿا وتن ۽ ڏٽيءَ جي عبادت ڪندا ٿا رهن ته شل خير سان رکي ونءِ. تنهن ڏينهن کان اِها حالت هلندي ٿي اچي، پر ڪوبه اسرار معلوم ڪري نه ٿو سگهي. هڪ ڀيري نينگر کان پڇيو هوم ته "اوڏيءَ مهل تو ڇا ڏٺو؟" ته هن ٻڌايو ته "جنهن مهل منهنجو مڙس مون وٽ آيو، ته اُن وقت ڇت ڦاٽي پيئي. اُتان هڪ جڙاءُ دار تخت اچي لٿو. اُن تي هڪ سهڻو جوان بادشاهي پوشاڪ پهريل ويٺو هو. هو مون ڏانهن وڌي آيو ۽ چيائين ته "اي پياري، هاڻي مون کان بچي ڪيڏانهن ويندينءَ؟" سندس صورت ماڻهن جهڙي هئي. پر پير ٻڪرين وانگر هئس. مون کي ته اچي ڏڪٽيءَ ورتو. مان بيهوش ٿي ويس. پوءِ مون کي ڪابه خبر نه پيئي

تہ اڳتي ڇا ٿي گذريو." اُن واقعي ڪان پوءِ اسان هن قتل محلات ۾ رهون ٿا. اي جوان، بادشاه جي ڊپ ڪان دوست، يار، مٽ مائٽ اسان ڪان وڇڙي ويا. هاڻي مان بي وسيلو ٿي پنڻ ڪاڻ نڪرندو آهيان. پر ڪنهن بہ دڪان تي بيهڻ نہ ڇڏيندا آهن. هن ننڍوري ڇوريءَ جي بت تي پوري اڳڙي بہ ڪانہ آهي، جو پوريءَ طرح پنهنجي بت کي ڍڪي سگهي. ڪاڏي لاءِ بہ ڪجهہ نہ اٿئون، جو پوريءَ ريت ڪائي پيٽ ڀري سگهون. ڏٺيءَ کي سوال ڪندو رهان ٿو تہ اهڙن سورن ڪان مري وڃان يا ڌرتي ڦاٽي پوي تہ منجهس هيءَ بدبخت گهڙي وڃي. شايد ڏٺيءَ توکي اسان لاءِ موڪليو آهي. تو رحم ڪائي، اسان کي اشرفي ڏني، تنهن مان سوادي ڪاڄ رڌي ڪاڌو سون ۽ ڌيءَ خاطر ڪپڙا ونى آيس. ڏٺيءَ جي درگاه ۾شڪرانو ڪيم. ۽ اوهان کي دعائون ٿا ڏيون. هن منهنجي ڌيءَ جي پنيان هيءُ جنن پرين جو خوف نہ هجي ها تہ مان هوند تو جهڙي ڇڱي مرد کي ٻانهي ڪري ڏيان ها ۽ اِهو پنهنجو بخت ڄاڻان ها."

مون ايتري ڳالهہ ٻڌي ڪيس گهڻيون ئي عاجزيون ڪيون تہ "جيئن وڻيئي تيئن مون کي اُتي پنهنجو غلام ڪر ۽ اِهو سڱ ڏي، پوءِ ڪٿن ياڳ. جيڪي لکيو هوندو، سوئي ڀوڳيندس." پر هُو پوڙهو مڙس راضي نہ ٿيو. جڏهن سج لٿو، تڏهن هن ڪان موڪلائي مسافر خاني ۾ آيس. تڏهن مبارڪ چيو تہ "شهزادا، مبارڪ هجيئي. ڇڱو ٿيو، جو ڏٺيءَ اسان کي هتي آندو ۽ اسان جي محنت ۽ ڏک ساب پيا." مون چيس تہ "هن انڌي ٻي ايمان جي ڪيتري خوشامد ڪيم، پر ڪين مڙيو. مون سان تہ اهڙي حالت ٿي ويئي آهي، جو رات جو ننڊ ئي نہ ٿي اَچي. الائجي ڪڏهن صبح ٿيندو، جو وري وڃي اُن جو منهن ڏسندس." ڪڏهن ڪڏهن اهڙا پور پوندا هئا، جو چوندو هوس تہ ملڪ صادق ڪان اڳيئي مان ملڪ صادق تي لڳندو سانس. مبارڪ کي ناهي پرچائي، پهريائين مان مزا وٺندس. وري ڪڏهن خوف بہ وٺندو هوم تہ متان جنن جي هٿان منهنجو بہ حال هُن شهزادي جهڙو ٿئي. سڄي رات اِهي خيال ڪندي ڪندي، منهنجي ننڊ ئي حرام ٿي ويئي. جڏهن ڏينهن ٿيو، تڏهن مان اُتي بازار ڏانهن هليس. عمدا عمدا ڪپڙا خريد ڪيم. ميوا ۽ ڦل ونى، ڪٺي آڻي اُن انڌي کي ڏنم. ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين تہ "هر شخص کي پنهنجي ساه ڪان مٺي ٻي ڪابہ شيءِ پياري نہ آهي. پر جيڪڏهن منهنجو ساهہ بہ توکي ڪم اچي تہ پنٺي ڪونہ پوندس. هوند پنهنجي ڌيءَ بہ توکي ڏيان، پر خوف اٿم تہ تون ناحق مارجي ويندين." مون جواب ڏنومانس تہ "مون اِنهيءَ اُميد ۾ ورهين جا ورهيہ ڏک ۽ ڏولاوا ڏنا آهن. تابا ڪاڏا

اٿم. مون کي ڏٺيءَ کٽي پنهنجي مطلب تي پڄايو آهي، جو سندس شاديءَ تي راضي ٿيا آهيو، پر شايد مٿينءَ زبان سان منهنجي دل تا وٺو. اڳ پوءِ تا جاچيو ۽ آزمايو. مهرباني ڪري انصاف ڪريو تہ محبت جي بيمار کي جدائيءَ ۾ ڳارڻ ڪيتريقدر مناسب آهي. جيڪو ٿيڻو هجي سو ٿئي. مون پنهنجي سر تان آسرو لاٿو آهي. محبوب سان ملڻ ۾ پنهنجي حياتي ٿو چاٺان. مون کي پنهنجي موت ۽ حياتيءَ جي ڪابہ پرواهہ نہ آهي. جيڪڏهن نا اُميد ٿيندس تہ بنا موت مري ويندس ۽ قيامت ۾ تنهنجو دامن جھليندس."

ايتري منٿ ۽ زاري ڪيم. تڏهن بہ برابر مهينو گذري ويو، ۽ اڄ سڀان جي دلاسي تي پئي رهيس. اِها سڀ مدت مان اُنهيءَ آنڌي وٽ ايندو ويندو هوس ۽ سندس خدمت ڪندو هوس. هڪ ڏينهن پوڙهو اُچي بيمار ٿيو. مان بيماري جي ڏينهن ۾ وٽس حاضر رهيس. هميشہ قاروره ڪٽي حڪيم وٽ ويندو هوس، هُو جو نسخو لکي ڏيندو هو، اُن کي سندس ترڪيب موجب ٺٽائي هن کي پياريندو هوس ۽ غذا پنهنجي هٿن سان پچائي کيس کارائيندو هوس. هڪ ڏينهن مهربان ٿي چوڻ لڳو تہ "اي نوجوان، تون وڏو ضدي آهين. مون توکي ڪيتريون مشڪلاتون ۽ آفتون ٻڌايون ۽ گهٽيو ئي جهليم تہ اُن ڳالهہ تان ٽري وڃ، ڇو تہ جيڪڏهن جان آهي تہ جهان آهي، پر تون ڇاٽي واٽي پاڻ کي موت جي منهن ۾ ٿو اڇلائين. هاٽي منهنجو ڪو وس نہ آهي، جيڪا تنهنجي مرضي. ڇگو، اڄ مان پنهنجي ڌيءَ سان تنهنجو ذڪر ڪندس. ڏسان تہ هوءَ ڇا ٿي چوي."

اي الله جا فقيرو! مان هيءَ خوشخبري ٻڌي ڪپڙن ۾ نہ ٿي ماپيس. سلام ڪري، موڪلائي، پنهنجي جاءِ تي آيس. مبارڪ سان سڄي رات اهو ئي ذڪر ٿيندو رهيو. ڇا جي ننڊ، ڇا جي بک؟ پرهہ ڦٽيءَ جو سويرو اُٿي وڃي وٽس حاضر ٿيس ۽ سلام ڪري ويهي رهيس. مون کي چوڻ لڳو تہ "مون پنهنجي نياڻي توکي ڏني. الله ڪم صاب وجهي. مان اوهان ٻنهي کي خدا جي حفظ ۽ اَمان ۾ ڏيان ٿو. جيستائين منهنجي حياتي آهي، اوهان ٻيئي منهنجي اڳيان هجو. پر جڏهن منهنجون اکيون بند ٿين، تڏهن اوهان کي اختيار آهي تہ جيڏانهن وڻيوَ، تيڏانهن وڃجو."

چند ڏينهن کان پوءِ هُو نيڪمرد مري ويو. روئي پٽي، کيس دفن ڪري آياسون. ٽن ڏينهن کان پوءِ اُن نازنين مهجبين کي مبارڪ ڏوليءَ ۾ چاڙهي قافليسراءِ ۾ وٺي آيو. مون کي چيائين تہ "هيءَ امانت ملڪ صادق جي آهي، خبردار، هن ۾ ڪابہ

خيانت نہ ڪج، نہ تہ هيءَ سڄي محنت مشقت برباد ٿي ويندي." مون چيومانس تہ "چاچا. هتي ملڪ صادق ڪٿي آهي؟ جيستائين گهر هلون، تيستائين مون کي آرام نہ ايندو. صبر ڪيئن ڪريان، جيڪو ٿيڻو هوندو سو ٿيندو، هاڻي تہ عيش ڪرڻ ڏي." هيءَ ٻڌي، مبارڪ تنگ ٿي مون کي جهٽڪيو ۽ چوڻ لڳو تہ "ٻاراڻيون ڳالهيون ڇڏ. هاڻي جو هاڻي الائجي ڇا ٿي ويندو. ملڪ صادق کي ٻري سمجهيو اٿيئي. جو اُن جو حڪم نٿو مڃين؟ هن هلندي وقت بہ سڀ هيٺ مٿاهيون سمجهايون هيون. جيڪڏهن اُن جي چوڻ تي هلندين ۽ هن کي وٽس صحيح سلامت وٺي ويندين، تہ هُو بہ بادشاه آهي، شايد توکي ئي ڏيئي ڇڏي. اُها ڪهڙي نہ چڱي ڳالهہ ٿيندي! اِن ريت محبت بہ رهجي ايندي ۽ دل جو مطلب بہ پورو ٿيندو."

مبارڪ جي دڙڪن ۽ سمجهائڻ سان ويچارو ٿي ماٺ ۾ رهجي ويس. مبارڪ پوءِ بہ اُٺ خريد ڪيا ۽ ڪجاون تي سوار ٿي هلياسون. هلندي هلندي، هڪڙي ڏينهن ميدان ۾ هُل ۽ گوڙ جو آواز آيو. تڏهن مبارڪ چيو تہ "شڪرانا سچي صاحب جا. جو اسان جي محنت صاب پيئي. اِجهو جنن جو لشڪر اچي سهڙيو آهي." مبارڪ اُنهن کي ڪيڪاريو ۽ ڪانئن پڇيو تہ "ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيو؟" هنن چيو تہ "ملڪ صادق اسان کي اوهان جي استقبال لاءِ اڳواٽ موڪليو آهي. هاڻي اوهان جا فرمانبردار آهيون. جي چاهيو تہ اک ڇنڀ ۾ اوهان کي بادشاه وٽ پهچايون." مبارڪ چين تہ "ڪيتريءَ محنت کان پوءِ خدا اسان کي بادشاه جي حضور ۾ سرخرو ڪيو آهي. هاڻي تڪڙ جي ڪابہ ضرورت نہ آهي. جيڪڏهن خدانخواستہ ڪو خلل ٿي پيو، تہ اسان جي محنت اَڪارت ويندي ۽ جهان پناه جي غصي جا شڪار ٿينداسون." اُنهن سيني گڏجي چيو تہ "تون مختيار آهين، جيئن تنهنجي مرضي هجي ائين ڪر." هاڻي هر طرح جو آرام هو ۽ رات ڏينهن پنڌ ڪيوسين.

جڏهن ويجهو پهتاسون، تڏهن هڪ ڏينهن مبارڪ کي ننڊ ۾ ڏسي، مان هن نازنين جي پيرن تي ڪري پيس، ۽ پنهنجي بي آراميءَ ۽ بادشاه صادق جي خوف کان لاچاريءَ جي سڀ ڳالهہ ڪري ٻڌائيمانس، ۽ ڏاڍي عاجزيءَ مان چيومانس تہ "جنهن ڏينهن کان تنهنجي صورت ڏٺي اٿم، تنهن ڏينهن کان وٺي کاڌو پيتو ۽ ننڊ حرام آهي. هاڻي بہ جيڪڏهن گڏ آهيون تہ بيگانن وانگر." تڏهن اُن نازنين چيو تہ "منهنجي دل تو ڏانهن مائل آهي. مان چاڻان ٿي تہ تو منهنجي لاءِ ڪيڏيون تڪليفون ۽ ڪشالا ڪاٽيا آهن ۽ ڪيڏيءَ مشقت سان مون کي ڳولي هٿ ڪيو آهي. خدا کي ياد ڪر.

مون کي وساري نہ ڇڏجانءِ. ڏس تہ غيب جي پردي مان ڇا ٿو ظاهر ٿئي." اِئين چئي، اوچنگاريون ڏيئي، روئڻ لڳي ۽ هڏڪين ۾ پئجي ويئي. مان بہ اچي روئڻ ۾ ڇٽڪيس. روئڻ جي گوڙ ۽ شور تي، مبارڪ بہ جاڳي پيو. اسان ٻنهي مشتاقن کي روئندو ڏسي، پاڻ بہ روئڻ لڳو. منهنجو غمگين حال ڏسي، چوڻ لڳو تہ "دلجاءِ ڪر. مون وٽ اهڙو تيل آهي، جو جڏهن هيءَ گلبدن پنهنجي جسم کي لائيندي تہ اُن جي بوءِ کان ملڪ صادق جي دل ڪانئس ڪٽي تي پوندي. ممڪن آهي تہ بوءِ توکي ئي بخشي ڇڏي." ان ڪان پوءِ هن مون کي گهڻي دلداري ڏني. ايتري ۾ جنن جا آواز ٻڌڻ ۾ آيا. ڏٺم تہ ڪيتريون ئي ٻانهيون ملڪ صادق وٽان آيون آهن، جن بہ سروپائون اسان لاءِ آنديون. ساڻن هڪ موتين جي ڏولي بہ هئي. مبارڪ اُن نازنين کي اُهو تيل لاتو، ۽ پوشاڪ پهرائي، سينگار ڪرائي، ڪيس ملڪ صادق ڏانهن وٺي هليو. بادشاه مون کي ڏسي، هزار آفرين ڪئي، ۽ ڏاڍي خوشي ڏيکاري، منهنجي سرفرازي ڪئي، وڏيءَ عزت سان پاڻ وٽ ويهاري. چوڻ لڳو تہ "مان تو سان ايڏي تہ مهرباني ڪندس، جو اڄ تائين ڪنهن بہ ڪنهن سان اهڙي نہ ڪئي هوندي. بادشاهي تہ تنهنجي پيءُ جي موجود آهي پر تون مون کي هاڻي پٽ جي جاءِ تي آهين." هي محبت جون ڳالهيون ڪري رهيو هو، جو هوءَ نازنين سندس سامهون آئي. اُن تيل جي بوءِ کان سندس دماغ پريشان ٿي ويو، حال کان بيحال ٿِجي پيو. اُن بوءِ کي سهي نہ سگهيو، اُٿي ٻاهر هليو ويو، ۽ اسان ٻنهي کي گهرايائين. مبارڪ جي طرف منهن ڪري چيائين تہ "واهہ جو انجام پاڙيو اَٿو! چڱا امانتدار آهيو! مون اوهان کي بار بار ڪيترو تاڪيد ڪيو تہ خيانت ڪندؤ تہ خوار خراب ٿيندؤ. هاڻي هيءَ گندي بوءِ ڇا جي آهي؟ ڏسو تہ اوهان جو ڪهڙو حال ٿو ڪريان!"

پوءِ تہ اچي ڪاوڙ ۾ پريو. تپي ڳاڙهو ٿي ويو. مبارڪ هي ڏسي خوف کان چيو تہ "بادشاه سلامت! جڏهن حضور جي حڪم سان هن ڪم تي مقرر ٿياسون، تڏهن غلام پنهنجي علامت کي ڪاٽي، دٻليءَ ۾ بند ڪري، مهر هڻائي، سرڪاري خزاني ۾ سپرد ڪري ڇڏي هئي، ۽ مرهم سليماني لڳائي هتان روانو ٿيو هوس."مبارڪ جو جواب ٻڌي اکيون ڪڍي، مون کي گهوري چيائين تہ "هيءُ تنهنجو ئي ڪم آهي. غصي ۾ اچي، ڇا مان ڇا بڪڻ لڳو. سندس بدن جي چرپر مان سمجهيم تہ هاڻ ضرور مون کي اُقٽ ماري وجهندو. اِئين سمجهي سِر جو سانگو لاهي، يڪدم ترار مبارڪ جي مياڻ مان ڪڍي، سندس پيٽ ۾ وهائي ڏنيم. ترار جي ڌڪ سان هو

نوڙيو ۽ لڏيو. مون حيران ٿي سمجهيو تہ هُو يقيناً مري ويو. پر منهنجي دل ۾ خيال ڪيم تہ ڏک کو ايڏو تہ سخت نہ لڳو اٿس. آخر ڇا ٿيو! مون بيٺي ڏٺو. ايتري ۾ هُو زمين تي ليٽي پيٽي، کينهون جي صورت ۾ ٿي، آسمان ڏي اُڏاڻو. ايترو تہ مٿي ٿي ويو، جو اکين کان غائب ٿي ويو. هڪ گهڙيءَ کان پوءِ کنوڻ وانگر ڪڙڪندو، ڪاوڙ ۾ وقلندو، هيٺ آيو. مون کي اهڙي تہ لَت هنيائين، جو مان اونڌو ٿي ڪري پيس ۽ دل ٻڏي ويئي. بيهوش ٿي ويس. ڪيتريءَ دير کان پوءِ هوش ۾ آيس. اکيون کولي ڏٺم تہ هڪ اهڙي جهنگ ۾ پيو آهيان، جتي ٻٻرن، ڪانڊيرن ۽ ٻيرن جي وڻن کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ آهي. گهڙي ڪن تہ عقل ئي ڪم نہ ڪيو تہ ڇا ڪريان ۽ ڪاڏي وڃان! نا اُميدي ۾ ٿڌو ساهہ پري، هڪ طرف جو رستو ڪٽي ورتم. جيڪڏهن ڪٿي ڪو ماڻهو نظر ٿي آيو تہ ڪانئس ملڪ صادق جو نالو پڇيم. هنن مون کي چريو سمجهي، پئي چيو تہ "اسان ڪي اهڙو ڪوبہ نالو نہ ٻڌو آهي."

آخر رُلي ڏاڍو تنگ ٿيس. هڪ ڏينهن پهاڙ تي چڙهي، وڃي اِرادو ڪيم تہ پاڻ کي اُتان ڪيرائي ماري ڇڏيان. جيئن ئي مرڻ جو پَڪو اِرادو ڪيم ۽ پاڻ کي ڪيرائڻ لاءِ سنبريس، تہ اُهو ئي سوار، صاحب ذولفقار، برقع پوش اچي ظاهر ٿيو. فرمايائين تہ "چو ٿو ناحق جان وڃائين! ڏک ڏاڪڙا مردن تي ايندا آهن. تنهنجا ڏکيا ڏينهن گذريا ۽ سکيا وريا آهن. تون هتان روم ولايت ڏي وڃ. اتي توکي ٽو جهڙا ٽي فقير ٻيا بہ ملندا. تن سان ملاقات ڪج. اُتي جي بادشاه سان بہ ملج تہ توهان ڇئن ئي ۽ بادشاه جو مطلب هڪ ئي هنڌ پورو ٿيندو، ۽ توهان سيني جو ڏک درد دفع ٿي ويندو."

دوستو! هن فقير درويش جو اِهو حال آهي، جو خذمت ۾ عرض گذاريم. مان جناب مشڪلڪشا، شير خدا، جي بشارت سان اوهان مرشدن جي حضور ۾ پهتو آهيان. بادشاه سلامت جي ملاقات بہ حاصل ٿي. هاڻي ڌڻي پاڪ اسان سيني سان پنهنجو لطف ۽ فضل ڪري، تہ دلجاءِ ۽ خاطر تسلي ٿئي.

# خاتمو

هي ڳالهيون ڇئن درويشن ۽ آزاد بخت بادشاه جي وچ ۾ ٿي رهيون هيون، ته ايتري ۾ هڪ محل جو خادم، بادشاه جي محلات کان ڊوڙندو آيو ۽ بادشاه کي مبارڪ ڏنائين ۽ عرض ڪيائين ته "هن وقت اوهان جي حرم ۾ شهزادو ڄائو آهي. هُو ايڏو ته سهڻو آهي، جو چنڊ ۽ سج به اُن جي سامهون شرمندا آهن." بادشاه اچرج ۾ اچي، چوڻ لڳو ته "ظاهري طرح ته اُميدواري ڪنهن به بيگم کي ڪانه هئي. پوءِ هيءَ ڪهڙي برج مان پيدا ٿيو!" خادم عرض ڪيو ته "اي قبلهٔ عالم، ماهرو راڻي، جنهن تي ساڻينءَ جن جي گهڻي وقت کان ڪاوڙ هئي، ۽ مظلومن وانگر هوءَ هڪ ڪنڊ ۾ پاسيري هئي ۽ حضور جي خوف کان ڪوبه اُن وٽ اَيندو ويندو نه هو، تنهن تي رب پاڪ جو رحم ٿيو آهي." هيءَ ٻڌي، بادشاه کي گهڻي خوشي ۽ سرهائي ٿي. ڏٺيءَ جا لک لک شڪرانا ڪيائين. فقيرن به دعا ڪيس ته "بابا، شل تنهنجو گهر وسندو رهندو ۽ هيءَ تنهنجو پٽ سدورو ٿيندو!" بادشاه فقيرن ڏانهن نهاري چيو ته "هيءَ سڀ اوهان جي قدمن جي برڪت آهي، نه ته مون کي ته اُن جو وهم ۽ گمان به نه هو. اجازت ڏيو ته وڃي اُن کي ڏسان." درويشن چيس ته "بسم الله، اوهان وڃو!"

بادشاهه فقيرن کان موڪلائي محلات ۾ آيو. شهزادي کي هنج ۾ کنيائين. لک لک شڪرانا رب جا ڪيائين. اندر نري پيس، ۽ ڪٽي سيني سان لاتائينس. پوءِ اُن کي کڻي اچي فقيرن جي پيرن ۾ وڌائين. درويشن به دعائون ڪيس ۽ جهاڙ ڦيڻا پڙهي متائنس دم ڪيائون. بادشاه جشن جي تياري ڪئي. دهل، نغارا ۽ نوبتون وڄڻ لڳيون. خزاني جو منهن کلي ويو. سخيءَ جي مهربانيءَ سان محتاج لکپتي بڻجي ويا ۽ غريب غني ٿي پيا. وزيرن، اميرن ۽ سردارن کي چوٽيون جاگيرون ۽ منصب مليا. جيترو به لشڪر هو، اُنهن مان هر هڪ سپاهيءَ کي پنجن ورهين جي پگهار جيترو انعام حاصل ٿيو. فقيرن ۽ عالمن کي وڏا وڏا انعام مليا. مفلسن جون جهوليون ۽ فقيرن جا ڪشتا اشرفين ۽ رپين سان ڀريا ويا. ٽن ورهين جي ڍل ڪڙمين کي معاف ڪئي ويئي. ڪين حڪم مليو ته هو جو ڪجهه به پوکين، اُن جي پيدائش جا ٻيئي حصا پنهنجي گهر کڻي وڃن.

سڄي شهر ۾، گهر گهر، راڳ ۽ ناچ جون محفلون ٿي هليون. خوشي، ڪان هر ادنيٰ ۽ اعليٰ ڪپڙن ۾ نه ٿي ماپيو. شهزادي جو نالو فقيرن صلاح سان "بختيار" رکيو

ويو. اهڙيءَ عام خوشي ۾. جڏهن ڇوڏاري هر ڪو پنهنجي رنگ ۾ مست هو. محلات کان روئڻ پٽڻ جو آواز آيو. ٻانهيون، ڪنيزون، غلام ۽ خواجه سراءِ روئندا، منهن پٽيندا آيا. بادشاه کي ڇيائون ته "جنهن وقت شهزادي کي وهنجاري سهنجاري دائيءَ جي هنج ۾ ڏنو ويو، اُن وقت هڪ ڪڪر جو ٽڪرو آيو ۽ دائيءَ کي وڪوڙي ويو! ٿوريءَ دير کان پوءِ ڏٺائون ته هوءَ بيهوش پيئي آهي ۽ شهزادو غائب ٿي ويو آهي. هيءَ الائجي ڪهڙي قيامت ٿي گذري آهي!" بادشاه هيءُ حيرت جهڙو واقعو ٻڌي حيران ٿي ويو. سڄو شهر ترتلي ۾ پئجي ويو. ڪيڏانهن ويئي خوشي ۽ ڪاڏي ويو جشن! سڀني کان ڪاذا پيتا وسري ويا. ساري شهر ۾ننديو وڏو هن واقعي تي افسوس ڪرڻ لڳو. پنهنجي حياتي ۽ جيئڻ به وسري وين.

جڏهن ٽيون ڏينهن گذريو، تڏهن ساڳيو ڪڪر ظاهر ٿيو. هڪڙو هندورو سونو جڙاءُ دار پاڻ سان گڏ آندائين. هندورو اتي رکي، پاڻ وري غائب ٿي ويو. ماڻهن اُن ۾ شهزادي کي آڱونو ڇوسيندو ڏٺو. بادشاه بيگم جلديءَ ۾اُن کي کڻي پنهنجي سيني سان لاتو. ڏٺائين ته آبدار موتين سان پوتل ڳچيءَ ۾ اٽس. هٿ ۾ هيري جي منڊي ۽ ڳچيءَ ۾ نولکو هار پيو هوس. اِنهن کان سواءِ رانديڪا سونا روپا، جنهجڻ نيلم ۽ پکراج جا گهٽيئي پيل هئا. سڀيئي خوشيءَ مان سندس صدقي ٿيڻ لڳيون. دعائون ڪرڻ لڳيون ته شال وڏو پَريو ٿئي.

بادشاهه هڪ وڏو محل جوڙايو. جنهن کي قيمتي سامان سان سينگاري، منجهس درويشن کي رهايو. جڏهن بادشاهي ڪم ڪارن کان فارغ ٿيندو هو تڏهن وٽن ويهندو هو ۽ سندس پوري سنڀال لهندو هو. هاٿي هر نئين چنڊ تي اُهو ڪڪر ايندو هو ۽ شهزادي کي کڻي ويندو هو. ۽ ٻن ڏينهن کان پوءِ، هر ملڪ جي سوکڙين پاڪاڙين سان وري کيس اُن جاءِ تي ڇڏي ويندو هو. اُهي سوکڙيون اِهڙيون قيمتي هونديون هيون، جو ڏسندڙ حيران ٿي ويندا هئا. اِهڙيءَ ريت شهزادي خير سان ستين ورهيه ۾ پير رکيو. هڪڙي پيري شهزادي جي ڄمڻ جي موقعي تي، بادشاه آزاد بخت فقيرن کي چيو ته "اي فقير صاحبو، اوهان خدا وارا ۽ الله لوڪ آهيو. ڪجهه ته ٻڌايو ته شهزادي کي ڪير ٿو کڻي وڃي. مون کي ته ڪابه خبر نه ٿي پوي. رات ڏينهن اِهائي ڳڻتي ۽ جهوري اٿم. ڏسون ته هن جي پڇاڙي ڪهڙي ٿي ٿئي." فقيرن چيس ته "اوهان هڪ محبت ڀريو خط لکي، شهزادي جي پينگهي ۾ رکو ته اوهان جي مهرباني ڏسي، اسان جي دل به اوهان جي ملاقات لاءِ مشتاق آهي. جيڪڏهن دوستيءَ جي ريت سان پنهنجي

احوال جي خبر ڏيو، تہ دلجاءِ ٿيندي. حيراني ۽ پريشاني دور ٿي ويندي."

بادشاهہ فقيرن جي صلاح موجب سونهري ڪاغذ تي، متئين مضمون کي چڱيءَ عبارت ۾ لکي، پينگهي ۾ رکيو. شهزادو دستور موجب غائب ٿي ويو. جڏهن شام جو آزاد بخت بادشاہ اچي درويشن وٽ وينو ۽ ساڻن ڳالهيون ٻولهيون ٿي ڪيائين، تہ اوچتو هڪ ڪاغذ ويڙهيل سيڙهيل بادشاہ جي پرسان اچي پيو. اُن کي کولي پڙهيائين تہ منجهس لکيل هو تہ "اوهان جي ملڻ جي اسان کي بہ گهڻي آرزو آهي. سواريءَ لاءِ تخت موڪلجي ٿو. جيڪڏهن هاڻي ئي پنهنجو منهن ڏيکاريو، تہ چڱو ٿيندو. ملاقات ٿي ويندي. عيش جو سڀ سامان تيار آهي، فقط اوهان جي پهچڻ جي دير آهي." بادشاهہ آزاد بخت جيئن ئي درويشن کي ساڻ وٺي تخت تي وينو. اهو تخت حضرت سليمان جي تخت وانگر اُڏاڻو. اڪ ڇنيءِ ۾ اهڙي مڪان ۾ وڃي لٿو، جا عمارت نهايت عاليشان ٿي ڏني. اُتي سڀ بادشاهي اسباب موجود هئا، پر معلوم نہ پئي ٿيو تہ ڪو اُتي موجود بہ آهي يا نہ؟ ايتري ۾ ڪنهن هڪ هڪ سرائي سليمان سُرمي جي هنن پنجنئي جي اکين ۾ گهمائي. ٻہ ٻہ ڦڙا جا سندن اکين مان ڪري پيا. هاڻي هنن پرين جو اکاڙو ڏٺو، جي سندن استقبال لاءِ هٿن ۾ گلاب پاشيون کنيو بيٺيون هيون، جن کي رنگ برنگ پوشاڪون پيل هيون. بادشاہ آزاد بخت اڳيرو هليو، تہ ڏٺائين تہ هزارين پريون ٻنهي پاسن کان قطارون ٻڌيو ادب سان بيٺيون آهن. هڪ هڪ تلهي تي هڪڙو سونو، سائي زمرد جي جڙاءَ سان تخت رکيل آهي، اُن تي بادشاہ شهپال، بادشاہ شاهرخ جو پٽ، ٽيڪ ڏيو، وڏي شان ۽ شوڪت ۽ حشمت سان وينو آهي. ڪيترا پريزاد سندس روبرو شهزادي بختيار سان وينا رانديون ڪيڏن. سندن ٻنهي پاسن کان ڪرسيون ۽ صندليون قريني سان رکيل آهن، جن تي سهڻا پريزاد، امير، وزير ۽ سردار وينا آهن. ملڪ شهپال بادشاہ کي ڏسندي ئي اُٿي بيٺو. تخت تان لهي ساڻس بغلگير ٿيو ۽ هٿ هٿ ۾ ڏيئي، کيس وٺي اچي پاڻ سان گڏ تخت تي ويهاريائين. وڏيءَ محبت، پيار ۽ قرب مان کيس کلي کيڪارڻ لڳو. سارو ڏينهن اهڙيءَ ريت کل خوشيءَ، کائڻ پيئڻ ۽ دعوت ۾ سندن گذريو. اُن کان پوءِ راڳ ۽ ناچ جي محفل ٿيڻ لڳي. ٻئي ڏينهن جڏهن بادشاہ وري گڏ ٿيا، شهپال بادشاہ کان فقيرن کي ساڻ وٺي اچڻ جو ڪارڻ پڇيو.

بادشاہ چئن ئي مسڪينن فقيرن جي سموري حقيقت جا ٻڌي هئائين سان کيس ڪري ٻڌائي، ۽ سفارش ڪيائين ۽ مدد گهريائين. کيس عرض ڪيائين تہ "هنن

وڏي محنت ۽ مصيبت سني آهي. جيڪڏهن اوهان جي توجهه سان هي پنهنجي مقصد کي پهچندا، تہ عظيم ثواب آهي، ۽ مان بہ سڄي عمر شڪر گذار رهندس. مون کي اُميد آهي تہ اوهان جي نظر سان هنن جو ٻيڙو پار ٿيندو." ملڪ شهپال هيءُ ٻڌي چيو تہ "اکين سان، مان اوهان جي حڪم ۾ ڪڏهن بہ پوئتي نہ پوندس." ائين چئي تيز نگاهن سان ديون ۽ پرين جي طرف ڏٺائين. وڏن وڏن جنن ڏي، جي جتي بہ سردار هئا، اُنهن ڏي خط لکيائين تہ "هن فرمان جي ڏسندي ئي، پاڻ کي حضور پرنور ۾ حاضر ڪن. جيڪڏهن اچڻ ۾ دير ڪئي تہ پنهنجي سزا لوڙيندو. پاڻ سان گڏ هٿ آيل آدمزاد مرد خواه عورت کي بہ وٺيو اچن. جيڪڏهن اُنهن ڪنهن کي لڪائي رکيو ۽ پوءِ ظاهر ٿيو تہ اُنهن جي زال ۽ ٻارن کي گهاڻي ۾ پيڙايو ويندو ۽ اُن جو ڪوبہ نشان نہ رهندو."

هي فرمان ڪڍي، ديو چئني ئي طرفين مقرر ٿيا. هتي ٻنهي بادشاهن جي وچ ۾، محبت جي مجلس شروع ٿي. ملڪ شهپال درويشن ڏي منهن ڪري چيو تہ "مون کي وڏي سڪ هئي، تہ مون وٽ اولاد پيدا ٿئي. دل ۾ مون انجام ڪيو هو تہ جيڪڏهن خدا پٽ ڏنو يا ڌيءُ تہ اُن جي شادي انسانذات جي ڪنهن بہ بادشاه جي ٻار سان، جو اُن وقت پيدا ٿيو هوندو، ڪندس. هن نيت ڪرڻ کان پوءِ، معلوم ٿيو تہ بادشاه بيگم حامله آهي. آخر ڏينهن، گهڙيون ۽ مهينا ڳڻندي، نياڻي پيدا ٿي. وعدي موجب مون تلاش ڪرڻ لاءِ جنن کي حڪم ڏنو تہ بادشاه يا شهنشاه وٽ پٽ پيدا ٿيو هجي تہ، اُن کي مون وٽ حفاظت سان پهچايو. منهنجو حڪم ٻڌي هُو چوطرف پکڙجي پيا، ۽ ٿوريءَ دير کان پوءِ شهزادو مون وٽ آندائون.

مون خدا جو شڪر ڪيو. پنهنجي هنج ۾ کيس ورتم. پنهنجي ڌيءُ کان وڌيڪ سندس محبت دل ۾ پيدا ٿي. دل نہ ٿي گهريو تہ هڪ گهڙي اُن کي پنهنجي نظر کان جدا ڪريان. پر هن ڪري کيس موٽائي موڪليندو آهيان تہ جيڪڏهن سندس ماءُ پيءُ کيس نہ ڏسندا، تہ سندن ڇا حالت ٿيندي! اُن ڪري مهيني ۾ کيس هڪ ڀيرو گهرائيندو آهيان ۽ ٿورا ڏينهن پاڻ وٽ رهائي، وري موٽائي موڪليندو آهيان. جيئن تہ هاڻي تنهنجي ۽ اسان جي ملاقات ٿي آهي ۽ موت هر وقت سِر تي بيٺو آهي ۽ باقي حياتيءَ جي ڪا خبر نہ آهي، تنهنڪري چاهيان ٿو تہ پنهنجي جيئري اُنهن جي شادي ڪريان ۽ هيءَ خوشي پنهنجي اکين سان ڏسي وڃان." بادشاه آزاد بخت، ملڪ شهپال کان دوستيءَ جون ڳالهيون ٻڌي، ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ چيائين تہ "ڀهريائين

اسانکي شهزادي جي ڪچي وڃڻ ڪري ۽ وري موٽي اچڻ کان پوءِ طرحين طرحين خيال ۽ سوين شڪ دل ۾ پيدا ٿيندا ٿي رهيا، پر هاڻي اوهان جي گفتگو ڪي ٻڌي تسلي ٿي آهي. اي صاحب، هيءَ هاڻي اوهان جو پٽ آهي، اوهان جي اختيار آهي، جيئن ٻـ ڪريو." مطلب تہ ٻنهي بادشاهن جي صحبت ڪير ڪندو وانگر رهي ۽ خوب عيش ۽ شادمانا ڪندا رهيا.

پنجن ڏهن ڏينهن جي عرصي ۾، گلستان ارم، ڪوه قاف ۽ ٻيٽن جا وڏا وڏا بادشاه حڪم موجب اچي حاضر ٿيا. پهريائين ملڪ صادق کي فرمايائون تہ "تو وٽ جو آدمزاد آهي، اُن کي حاضر ڪر!" هن ڪيتري غصي ۾ غم کان پوءِ لاچار اُن گلعذار کي حاضر ڪيو. پوءِ عمان ولايت جي بادشاه کان شهزاديءَ جي طلب ڪيائين، جنهن لاءِ نيمروز جو شهزادو ڏاند تي سوار ٿي، سوداين وانگر ٿي ڦريو. هُن بہ گهڻي عذر کان پوءِ، اُن کي آڻي حاضر ڪيو. جڏهن بادشاه، فرنگ جي شهزاديءَ ۽ بهزاد خان جي لاءِ پڇا ڪئي، تہ سڀيئي جن ۽ ديو ماٺ ۾ اچي ويا ۽ حضرت سليمان جو قسم کاڌائون. آخر قلزم درياه جي بادشاه کان پڇڻ جو وارو آيو. تڏهن هُو ڪنڌ هيٺ ڪري چپ ٿي ويو. ملڪ شهپال اُن جي دل ورتي. ڪيس قسم ڏنو، انعام جو اُميدوار ڪيو ۽ تورو ڏڙڪو بہ ڏنو. تڏهن هُن هٿ جوڙي عرض ڪيو تہ "بادشاه سلامت حقيقت هيءَ آهي تہ جڏهن بادشاه پنهنجي پٽ جي استقبال لاءِ درياه تي آيو ۽ شهزادي تڪڙ ۾ پنهنجو گهوڙو درياه ۾ وڌو، اتفاق سان، مان اُن ڏينهن سير ۽ شڪار لاءِ نڪتو هوس. اُتان گذريس. سوارين کي بيٺل ڏسي، تماشو ڏسڻ لڳس. ايتري ۾ شهزاديءَ کي گهوڙي درياه ۾ ڇڪي ويئي. منهنجي نگاه جو اُن تي پيئي، تہ بي اختيار ٿي ويس. پريزادن کي حڪم ڪيم تہ شهزاديءَ کي گهوڙي سميت ڪڍي اَچو. اُن جي پوٺتان بهزاد خان بہ گهوڙو ڦٽو ڪيو. جڏهن هُو غوطا کائڻ لڳو تہ سندس بهادري ۽ مردانگي مون کي پسند آئي. اُن کي بہ پاڻ وٽ آڻايم. اُنهن کي وٽي سواري ڦيرايم. اُهي ٻيئي مون وٽ صحيح سلامت موجود آهن." اِهو احوال بيان ڪري ٻنهي کي گهرائي ورتائين.

سلطان شام جي شهزاديءَ جي گهڻي ڳولا ڪئي. نرميءَ ۽ گرميءَ سان پڇيائين، پر ڪنهن بہ حامي نہ ڀري، نہ وري ڪو نالو ۽ نيشان ئي ڏسيو. هيءَ ڏسي ملڪ شهپال فرمايو تہ "ڪو بادشاه يا سردار غير حاضر آهن يا سڀيئي اچي حاضر ٿيا آهن؟" جنن عرض ڪيو تہ "جهان پناه! سڀ حضوريءَ ۾ حاضر آهن، پر هڪ مسلسل

جادو، جنهن ڪوه قاف جي حصي ۾ هڪ قلعو جادو جي زور تي ٺهرايو آهي، اُهو پنهنجي غرور سبب حاضر نه ٿيو آهي. نه فقط هن جو جادوءَ سان پريل مڪان آهي، پر پاڻ به وڏو شيطان آهي."

هي ٻڌي ملڪ شهپال کي ڪاوڙ آئي. هڪ فوج جنن، ديون ۽ پريزادن جي مقرر ڪري، اُنهن کي حڪم ڏنائين ته "جيڪڏهن سچائيءَ سان شهزاديءَ کي وٽ حاضر ٿئي، ته خير، نه ته اُن کي زير ۽ زبر ڪري، ٻڌي مون وٽ وٺي اچو. اُن جي قلعي ۽ ملڪ کي نيست ۽ نابود ڪري، متانئس هَر ڏيئي ڇڏيو ته جيئن ٻين کي عبرت حاصل ٿئي." حڪم ملندي ئي، وڏي فوج رواني ٿي. ۽ ايڏي جوش ۽ خروش واري باغيءَ کي هڪ اڌ ڏينهن ۾ پڪڙي آيا ۽ کيس هٿ ٻڌل اچي حاضر ڪيائون. ملڪ شهپال گهڻي تنبيهه ڪري پڇيس، پر هُن مغرور سيڪنهن طرح انڪار ڪيو. نهايت غصي ۾ اچي، فرمايائين ته "هن مردود جو عضوو عضوو جدا ڪيو ۽ ڪل ٻُـهَ سان پريو. اُن ڪان پوءِ پريزادن جو لشڪر مقرر ڪيائين ته "شهزاديءَ کي ڪوه قاف مان ڳولي ڦولهي آڻي ڏيو." اُن مقرر ٿيل لشڪر شهزاديءَ کي گهڻي تڪليف ڪان پوءِ هٿ ڪري حضور ۾ آڻي حاضر ڪيو. هنن سيني ٻاندين ۽ ڇٽن ئي فقيرن ملڪ شهپال جو حڪم ۽ انصاف ڏسي، کيس خوش ٿي دعائون ڪيون. بادشاه آزاد بخت به خوش ٿيو. اُن ڪان پوءِ ملڪ شهپال حڪم ڏنو ته "مردن کي ديوان خاص ۾ ۽ عورتن کي محلات ۾ داخل ڪيو. شهر کي سينگارڻ جو حڪم ڪريو ۽ شاديءَ جو سانباهو ڪريو."

هڪ ڏينهن موچاري گهڙي ۽ مبارڪ مَهورت ڏسي، شهزادي بختيار جو نڪاح پنهنجي ڌيءَ روشن سان وڌائين. اُن ڪان پوءِ يمن جي سوداگر زادي جي شام جي شهزاديءَ سان ۽ ايران جي شهزادي جي شادي بصري جي شهزاديءَ سان ڪيائين ۽ عجم جي بادشاهزادي جو نڪاح فرنگ جي شهزاديءَ سان ڪيائين نيمروز جي بادشاه جي ڌيءَ بهزاد خان کي ڏنائين. نيمروز جي شهزاديءَ کي يمن جي شهزادي جي حوالي ڪيائين ۽ پوڙهي عجميءَ جي ڌيءَ (جا ملڪ صادق جي قبضي ۾ هئي) چين جي شهزادي جي نڪاح ۾ ڏنائين. اهڙيءَ ريت هرڪو نامراد ملڪ شهپال جي مهربانيءَ سان پنهنجي مقصد ۽ مراد کي پهتو. اُن ڪان پوءِ چاليهه ڏينهن جشن ٿيندو رهيو. ۽ هر ڪو عيش ۽ عشرت ۾ رات ڏينهن مشغول رهيو.

آخر ملڪ شهپال هر هڪ بادشاهزادي کي سوکڙيون، سوغاتون ۽ مال ۽ اسباب

ڏيئي، پنهنجي پنهنجي وطن موڪلي ڏنو. هي سڀ گهڻي خوشيءَ ۽ دلجاءِ سنا روانا ٿي ويا ۽ خير سان وڃي پنهنجي پنهنجي ملڪ پهتا ۽ بادشاهت ڪرڻ لڳا. باقي بهزاد خان ۽ يمن جو سوداگر زادو پنهنجي مرضيءَ سان بادشاه آزاد بخت خان وٽ رهي پيا. يمن جي سوداگر زادي کي شاهي خزانچي ۽ بهزاد خان کي سڄيءَ فوج جي سپه سالاريءَ جو عهدو مليو. جيستائين جيئرا رهيا، عيش ڪندا رهيا.

الـــهي، جهڙيءَ ريت هنن چئن درويشن ۽ پنجين آزاد بخت بادشاه جون دلـي مرادون پوريون ٿيون، اهڙيءَ ريت هر هڪ نامراد جو دلي مقصد پنهنجي ڪرم ۽ فضل سان پورو ڪر! طفيل پنجتن پاڪ، ٻارهن امامن ۽ چوڏهن معصومن (عليهم الصلواة والسلام) جي. آمين يا الله العالمين.

**پورو ٿيو**

## سنڌي ادبي بورڊ پاران تصوف ۽ تاريخ تي ڇپايل ٻيا ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| .1 | صوفي لا ڪوفي | ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو | 125/= |
| .2 | پوري ڇوڪري حق جي ڳولا ۾ | علامہ آءِ آءِ قاضي /ايلسا قاضي<br>مترجم : سومار علي سومرو | 45/= |
| .3 | ڪيميائي سعادت | غلام حسين جلباڻي | 30/= |
| .4 | پکين جي پارليامينٽ | غلام حسين جلباڻي | 55/= |
| .5 | ڪاميابي | ابن طفيل / غلام حسين جلباڻي | 20/= |
| .6 | ڪشف المحجوب | ابو الحسن سيد علي بن عثمان هجويري<br>سنڌيڪار : عطا محمد حامي | 170/= |
| .7 | ڪيمائي سعادت (پهريون) | امام محمد غزالي<br>سنڌيڪار : شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ | 70/= |
| .8 | سنڌ - هڪ عام جائزو | ايچ.ٽي.لئمبرڪ /مترجم : سليم احمد | 120/= |
| .9 | سنڌ جي فتح (ڀاڱو -1) | ميجر جنرل ڊبليو ايف پي نيپيئر<br>مترجم : سومار علي سومرو | 120/= |
| .10 | سنڌ جي فتح (ڀاڱو -2) | ميجر جنرل ڊبليو ايف پي نيپيئر<br>مترجم : سومار علي سومرو | 120/= |
| .11 | مڪلي نامه | پير حسام الدين راشدي | 200/= |
| .12 | تحفة الطاهرين | شيخ محمد اعظم ٺٽوي<br>مترجم : عبدالرسول قادري بلوچ | 70/= |
| .13 | ڳالهيون منهنجي سنڌ جون | پير حسام الدين راشدي<br>مترجم : غلام محمد لاکو | 100/= |
| .14 | سنڌ جو دربار | جيمس برنس /مترجم : محمد حنيف صديقي | 60/= |
| .15 | چچ نامه (سنڌي) | محقق /شارح: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ<br>مترجم : مخدوم امير احمد | 225/= |
| .16 | تحفة الڪرام | مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ<br>سنڌيڪار : مخدوم امير احمد | 250/= |
| .17 | ٺٽي جا قديم اسلامي يادگار | ڊاڪٽر احمد حسن داني<br>سنڌيڪار : عطا محمد ڀنڀرو | 260/= |
| .18 | ٺٽي جا ڪاتب | محمد عبدالغفور<br>سنڌيڪار : عطا محمد ڀنڀرو | 120/= |
| .19 | مئڪسم گورڪي حصو 3<br>(منهنجا درسگاهه) | سنڌيڪار : اياز قادري | 140/= |

❖

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگھجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي ڀائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)